

# فتح القوي الغالب

## في

## سيرت سيدنا علي ابن ابي طالب كرم الله وجهه

ازرشحات قلم

مبلغ اسلام خطيب اهل السنت والجماعت

**حضرت مولانا الحاج محمد ادريس ڈاهري نقشبندي**

# فتح القوي الغالب
## في
## سيرت سيدنا علي ابن ابي طالب
كرم الله وجهه


ازرشحات قلم

مبلغ اسلام خطيب اهل السنت والجماعت

**حضرت مولانا الحاج**
**محمد ادريس ڏاهري نقشبندي**



ڇپائيندڙ

**ادارهٔ خدمة القرآن والسنة جامه محمديه**

شاهپور جهانيا ضلع نوابشاه سنڌ

نالو: فتح القوي الغالب في سيرت سيدنا علي ابن ابي طالب كرم الله وجهه

مصنف: مفسر قرآن حضرت علامہ و مولانا محمد ادريس ڏاهري نقشبندي

ڪمپوزنگ: قاري حافظ صاحبزاده اسد الله نقشبندي نوراني ڪمپيوٽر شاه پور جهانيان

تعداد: 1000

قيمت: 100/-

ڇپيندڙ: نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد. فون: 784848

ملڻ جو هنڌ

**مدرسہ جامعہ محمديه**

شاهپور جهانيان ضلع نوابشاهه

فون: 0241-20244

موبائل: 0300 - 3028840

# فهرست مضامين

# پنهنجي پاران

الحمدلله رب العٰلمين والصلواة والسلام عليٰ اشرف الاولين والآخرين سيدنا محمد وعليٰ آلــه واصحابــه اجمعين امابعد اسلام ۾ سيدنا علي المرتضيٰ رضي الله عنــه جي شخصيت نهايت عزت ۽ عظمت واري آهي پاڻ، الله جي ذات جو محب ۽ محبوب، حقيقي معبود جو سچو عابد، دنيا ۽ ان ۾ عياشيءَ کان آزاد ۽ زاهد هئا. علم جي شهر جو دروازو، هدايت جو جهنڊو، اطاعت ڪندڙن جو نور، تقويٰ وارن جو امام، خائفن جو پيشوا، عادلن جو سردار، مومنن جو مهندار، سالڪن جو سربراه ايمان، اجابت ۾ پيش قدمي ڪندڙ، يقين، حلم ۽ فياضيءَ ۾ وڏو، عارفن جي سونهن، صابرن جو سينگار، توحيد جي حقائق کان باخبر، علم تفريد جي انوار جو محور ۽ مرڪز، عقلمند قلب جو صاحب، وعدا وفا ڪندڙ، الاهي احڪام جو مطيع، طاقت وارو، نهايت بلند درجي جو پهلوان اسلامي تصوف ۽ روحاني فيوضات جو بي ڪنار بحر، عشقِ خدا ۽ محبتِ رسول عليــه الصلواة والسلام جو منبع ۽ مخزن، يادِ خدا ۾ محو، ذاڪر، شاڪر، ساجد، زاهد، عابد سهڻي نبي عليــه الصلواة والسلام جـو سچو شيدائي، ادب ۽ احترام رکندڙ محنت کي عيب نـ سمجهندڙ، معاشي ضرورت جي لاءِ پورهئي ڪرڻ کان نـ ڪيٻائيندڙ، عابدن جو زيب، زاهدن جي زينت، علمِ معرفت جو ماهر، حقيقت جو هادي، طريقت ۾ طرہ امتياز رکندڙ، شريعت جو ڇوليون هڻندڙ سمنڊ، بغض، ڪيني ۽

عداوت واري دل کان پاڪ، سيني جو ڪشادو ۽ صاف "وَالْكَاظِمِيْنَ الْغَيْظَ" تي عمل ڪري ڪاوڙ ڪائيندڙ "وَالْعَافِيْنَ عَنِ النَّاسِ" تي عمل ڪري خريد ڪيلن غلامن کي آزاد ڪندڙ. "وَاللهُ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ" تي عمل ڪري انهن تي احسان ڪندڙ "وَجَاهِدُوْافِي اللهِ حَقَّ جِهَادِهٖ" تي عمل ڪري جهاد جا ميدان مڙسيءَ سان ملهائيندڙ، خيبر جي قلعي جو خاص فاتح، غالبًا هر جنگ ۾ اسلامي جهنڊي جو ڪٽندڙ، سَرور ڪائنات صلی الله عليــه وسلم جو سوٽ "سَيِّدَةُ نِسَآءِ اَهْلِ الْجَنَّــةِ" جو گهوٽ، حسنين ڪريمين رضي الله عنهما جو والد ڪريم، سخي ۽ نهايت ڪمال جو صاحب آهي. مون گنهگار جي دل جي حسرت هئي تہ مان ٽن خليفن سيدنا حضرت ابوبڪر صديق، سيدنا حضرت عمر فاروق، سيدنا حضرت عثمان ذي النورين رضي الله عنهم جي سيرت تي لکيل ڪتابن.وانگر هن سهڻي جي سيرت تي بہ ڪجهہ مواد لکي سندس سچن شيدائين، خاص محبن ۽ نجن نوڪرن ۾ پنهنجو بہ نالو لکايان. الحمدلله جو اها اندر جي آرزو پوري ڪندي هي مختصر مگر جامع ڪتاب نالي "فتح القوي الغالب في سيرت سيدناعلي ابن ابي طالب" لکي پيارن پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان شال رب العزة مون سيہ ڪار جي هن محنت کي قبول ڪري ۽ آئينده جي لاءِ بہ اهڙيون خدمتون نصيب فرمائي: آمين يارب العالمين بحرمة النبي الامين عليه وعلیٰ آله الصلوات والتسليمات الیٰ يوم الدين.!

**دعا جو طالب: الفقير محمد ادريس الداهري النقشبندي عفي عنه**

# نالو مبارڪ

نالو مبارڪ سيدنا علي (رضي الله تعالىٰ عنه)

**ڪُنيا** ١: ابوالحسن (حسن جو پيءُ) ٢: ابوتراب (مٽيءَ تي آرام ڪندڙ) (١) ٣: اَبُوالرَّيْحَا نَتَيْنِ (ٻن خوشبودارن گلن جو پيءُ) هي ڪنيتون ڪيس رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ڏنيون هيون. جابر بن عبدالله کان روايت آهي ته: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن حضرت علي (رضي الله عنه) تي هنن لفظن سان سلام فرمايو هو "سَلَامٌ عَلَيْكَ يَا اَبَا الرَّيْحَانَتَيْنِ"(٢) (اي ٻن خوشبودار گلن جا پيءُ! توتي سلام آهي) سهل بن سعد کان روايت آهي ته حضرتِ علي کي ابوتراب ڪُنيت سان ٻه حضور عليه الصلواة والسلام جن پاڻ سڏيو هو ۽ اهو هيئن ٿيو جو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن پنهنجيءَ نياڻيءَ (سيده) فاطمه رضي الله عنها وٽ تشريف فرما ٿيا (۽ اتي حضرت علي رضي الله عنه جي نه هجڻ جي ڪري) "پڇيائونس ته علي ڪٿي آهي؟" عرض ڪيائين ته مسجد ۾ ستل آهي نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن اتاهين اٿي مسجد ۾ آيا ۽ ڏٺائون ته حضرت علي رضي الله عنه ستل هو پر

(١) صفة الصفوة ص-١٦٢- جزء ١ (٢) تهذيب الكمال ص-٢٥٧- جلد ٥ الرياض النضرة ص-٢٠٣- جلد ٢

سندس پاڪ پٽيءَ تان چادر لهي وڃڻ جي ڪري سندس پاڪ پٽيءَ کي مسجد جي مٽي لڳي وئي هئي پاڻ اها مٽي ڇنڊيندي فرمايائونس تہ اي ابو تراب! اٿي ويهہ ان کان پوءِ اهو ڪُنيو حضرت علي رضي الله عنہ کي ڏاڍو پيارو هوندو هو. (۱)
۴:اَبُوالْيَقْظَانِ (سجاڳ ٿيندڙن جو پيءُ)(۲)

## القاب

القاب هي آهن ا. حيدر(شينهن) (۳) ۲: يعسوبُ الدين (دين جو رئيس) ۳: الامين (امانت دار) ۴: الشريف (شرافت وارو) ۵: الهادي (هدايت ڪندڙ) ٦: المهتدي (هدايت تي هلندڙ) ۷. ذُوالْاُذُنِ الْوَاعِيْ (ٻڌي ياد ڪندڙ ڪن وارو) حيدر لقب کيس سندس والده ڏنو هو" (۴) ۸: نَجِيْبُ الطَّرَفَيْن (ماءُ ۽ پيءُ ٻنهي جي لحاظ سان هاشمي) ۹: ڪَرَّار (موٽي موٽي حملا ڪندڙ) (۵) ۱۰: ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَہٗ (الله ان جي منهن مبارڪ کي عزت بخشي) پاڻ ڪڏهن بہ ڪنهن بت کي سجدو نہ ڪيو هيائين ان جي ڪري ان لقب سان ذڪر ڪيو ويو.(٦)

## والد

حضرت علي (ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَہٗ) جي والد جو نالو عبد مناف هو (۷) هڪ قول مطابق عمران ۽ ڪُنيو ابو طالب هو.

(۱) ساڳيو حوالو (۲) ساڳيو حوالو ص۲۰۴۔ (۳) سيرالصحابة ص۲۴۸۔ جلد۱ (۴) مراة المناجيح ص۴۱۲۔ جلد ۲ (۵) الصواعق المحرقة ص۱۲۰۔ (٦) تهذيب الكمال ص۲۵۷۔ جلد ۵. الكامل في التاريخ ص۳۹۷۔ جلد ۳ (۷) نواسہٗ رسول ص۳۱۹۔

حضور عليه الصلواة والسلام سان حضرت علي رضي الله عنه جو پيءُ جي طرفان نسب جو سلسلو سندن ڏاڏي ۾ هن طرح ملي ٿو. علي بن ابي طالب بن عبدالمطلب. حضرت ابوطالب حضرت نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن جو چاچو هو ان جي ڪري حضرت علي رضي الله عنه حضور عليه الصلواة والسلام جن جو سوٽ هو.

## والده

حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جي والده جو نالو "فاطمه" هو. اسد جي نياڻي هجڻ جي ڪري "فاطمه اسديه" سڏي ويندي آهي. هيءَ سائڻ پنهنجي مڙس (حضرت) ابو طالب جي سوٽ هئي. ان جي ڪري حضرت علي رضي الله عنه کي "نَجِيْبُ الطَّرَفَيْنِ" سڏيندا هئا. حضرت بيبي صاحبه جي نسب جو سلسلو هن طرح آهي "فاطمه بنت اسد بن هاشم بن عبد مناف" (١) علامه ابن ڪثير سيد ناعلي المرتضىٰ رضي الله عنه جي نسب جو سلسلو هن طرح وڌيڪ لکيو آهي "علي ابن ابي طالب (عبد مناف) بن عبدالمطلب (شيبة) بن هاشم (ان جو نالو عمرو هو) بن عبد مناف (ان جو نالو مغيرة هو) بن قصي بن ڪلاب بن مرة بن ڪعب بن لؤي بن غالب بن فهر بن مالڪ بن النضر بن ڪنا نة بن خزيمة بن مدرڪة بن الياس بن مضر بن نزار بن معد بن عدنان (٢)

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته هاشمي خاندان کي عرب ۽ قريشي قبيلي ۾ جيڪا وقعت ۽ عزت حاصل هئي اها اظهار جي

(١) صفة الصفوة ص١٦٢- جزء ١ (٢) البداية والنهاية ص٢٢٣- جزء ٧.

محتاج ناهي، هي خاندان شجاعت، سخاوت، اخلاق ۽ مهمان نوازيءَ ۾ مشهور هو ڪعبة الله جي خدمت ۽ حجاج کي پاڻي پيارڻ بہ هنن جي حوالي هو. ڪعبہ ڪريم جي خدمت ۽ ان جو اهتمام، بنو هاشم جو طرهٔ امتياز هو ۽ ان شرف جي ڪري انهن کي سموري عرب ۾ مذهبي، سيادت ۽ قيادت حاصل هئي. سيدنا علي كَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ جو والد حضرت ابو طالب مڪہ مڪرمہ جو هڪ با اثر شخص هو. نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن ان جي ئي زير پرورش ڪافي مدت گذاري. نبوت جي اظهار ڪان پوءِ بہ ان جي حمايت ۾ پاڻ اسلام جي دعوت ڏني هيائون. حضرت ابوطالب هر موقعي تي سندس معاون ۽ مددگار رهي ڪين ڪافرن جي ظلم ۽ ستم ڪان محفوظ رکيو.

قريشي مشرڪن ڪيترا حربا هلايا پر حضرت ابوطالب زندگيءَ جي آخري لمحن تائين پنهنجي ڀائٽيءَ نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جي زباني، مالي، اولاد سان، تلوار سان هر طرح مدد ڪئي ۽ ان نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام تان شفقت جو هٿ نہ ڪنيو. حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي والده ماجده بہ سيده آمنہ رضي الله عنها جي هن دُرِ يتيم کي سڳيءَ ماءُ وانگر شفقت ۽ محبت سان رکندي هئي. مسلمان ٿي هجرت بہ ڪئي هيائين ۽ نيڪ ڪمن ۾ اڳرائي ڪندڙ عورتن مان هڪ هئي. سيده خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنها ڪانپوءِ بي مسلمان عورت هئي ۽ ان بہ مڪہ مڪرمہ مان مدينہ منوره ڏانهن هجرت ڪئي هئي. انهن سيني ڳالهين جي ڪري

بہ حضرت نبي پاڪ عليہ الصلواة السلام جي نگاھ ڪرم ۾ سيدنا علي رضي الله عنہ جي لاءِ گھڻي محبت ھئي. (١)

پاڻ جڏھن مدينہ منوره ۾ وفات ڪيائين تڏھن نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن سندس تدفين وقت تشريف فرما ٿيا ۽ پنھنجي قميص مبارڪ سندس ڪفن ۾ ڏنائون ۽ سندس قبر مبارڪ ۾ لھي ستا بہ ھئا. (٢)

ماڻھن ان جو سبب پڇيو تہ فرمايائون ”اسان تي چاچي ابوطالب ڪان پوءِ سيني ڪان وڌيڪ ھن جا احسان آھن“ (٣)

نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن سيده جي جنازي جي نماز بہ پڙھائي ھئي. پاڻ فرمايائون تہ”مون کي جبريل الله جل شانہ ڪان خبر ڏني آھي تہ اھا جنتياڻي آھي ۽ ان اھا بہ خبر ڏني آھي تہ الله ان جي جنازي نماز پڙھڻ جي لاءِ سترھزار ملائڪن کي امر ڪيو ھو؟ (٤)

ھيءَ پھرين ھاشميہ عورت ھئي جنھن ھاشمي ٻچا ڄڻيا ھئا نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن جو فرمان آھي تہ ”منھنجي سڳيءَ ماءُ ڪان پوءِ ھيءَ منھنجي ماءُ ھئي“ جڏھن (سندن چاچو) ابو طالب ڪنھن ماڻھوءَ جي دعوت ڪندو ھو ۽ اسين ان جي ڪارائڻ پيارڻ ۾ مشغول ھوندا ھئاسون تہ ھيءَ اسان جي لاءِ ڪاڌو بچائي رکندي ھئي پوءِ اسين ٻيو پيرو وجي ڪائيندا ھئاسون؟ (٥)

---

(١) تاريخ الاسلام ص-٢٦٥- جلد١ نواسہ رسول ص-٣٢٠- (٢) الرياض النضرة ص-٢٠٢- جلد٢ (٣) سيرالصحابہ ص-٢٤٩- جلد١ (٤) تهذيب التهذيب ص-٣٣٤- جلد٧ (٥) ازالة الخفا اردو ص-٤٨٧- جلد ٢. المستدرک للحاكم ص-٢٧- جلد ٣

## ولادت باسعادت

سيدنا علي رضي الله عنه جو اهو بہ شرف ۽ شان آهي جو سندس ولادت بيت الله شريف ۾ ٿي هئي (١) ۽ اهو حضور پاڪ عليه الصلواة والسلام جي طرفان نبوت جي اظهار کان ڏهہ سال اڳ جو وقت هو (٢) ۽ والدين جي صلاح سان سندس نالو مبارڪ "علي" حضور عليه الصلواة والسلام جن پاڻ رکيو هو. (٣)

## پرورش

حضرت ابو طالب جي عيال گهڻي هجڻ جي ڪري رحمة للعالمين صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي چاچي حضرت عباس رضي الله عنه کي فرمايو تہ "جعفر کي تون پاڻ وٽ رهاءِ تہ علي کي مان تو پاڻ وٽ رهايان" پوءِ حضرت علي رضي الله عنه حضور پاڪ عليه الصلواة والسلام جن وٽ رهيو ۽ پاڻ سندس هر طرح پرورش ڪندا رهيا (۴) ۽ اها نهايت سعادت ۽ خوش قسمتي هئي جيڪا سهڻي علي کي ازل کان عطا ٿيل هئي.

## ڀائر ۽ ڀينرون

حضرت علي رضي الله عنه کي ٽي ڀائر ١ طالب ٢ عقيل ٣ جعفر هئا ڏهن ڏهن سالن جي فرق سان ڄاوا هئا ۽ بہ ڀينرون ١ امهاني ٢ جمانه هيون. سيني جي امان هڪ سيده فاطمه بنت اسد هئي (۵) امهاني جو نالو مبارڪ فاخته هو. (٦)

---

(١) ازالة الخفا صـ۴٨٧ـ جلد ٢ مروج الذهب صـ٣۵٨ـ جلد ٢ (٢) سير الصحابه صـ٢۴٩ـ جلد ١ (٣) نواسہ رسول صـ٣٢٣ـ (۴) زرقاني علي المواهب صـ٢٨٠ـ جلد ١ الرياض النضرة صـ٢٠٧ـ جلد ٢ (۵) تهذيب الكمال صـ٢۵٩ـ جلد ۵ البداية والنهاية صـ٢٢٣ـ جزء ٧ (٦) مروج الذهب صـ٣۵٩ـ جلد ٢

## حليو مبارڪ

حضرت علي رضي الله عنه گھٽو ڪٽڪ رنگو، وڏين اکين وارو ھو سندس وار گھاٽا ۽ ڪارا ھئا ساھھون ڪان مٿي جا وار نہ ھيس، قد مبارڪ جو پورو ھو. ڏاڙھي مبارڪ اڇي ۽ گھاٽي ۽ ايڏي وڏي ھيس جو ڪُلھن جي وچ ۾ ساري سيني کي پريو بيٺي ھئي. سيني پاڪ ۽ ڪلھن مبارڪن تي وار تمام گھاٽا ھيس منھن مبارڪ سھڻو ۽ کِل مُک جوان ھو. پنڌ ڪرڻ ۾ ھلڪو محسوس ٿيندو ھو (١) سندن ٻانھن جا ڏورا ۽ چنگھن جا ھڏا مضبوط ھئا. اڇن وارن کي رنگ نہ ڪندا ھئا. گھڻو ڪري مُرڪندا رھندا ھئا(٢) علامہ طبري لکيو آھي تہ سيدنا علي رضي الله عنـــه ائين سھڻو لڳندو ھو جيئن چوڏھينءَ جي رات جو چنڊ سندس ھٿن مبارڪن جون ترپون ٿلھيون ۽ طاقتور ھيون سندس مٿي مبارڪ جي ساھھون واري حصي ۾ وارن جون ليڪون ھونديون ھيون. قيس بن عباد ڪان روايت آھي تہ "مان مدينـــــه منوره ۾ علم پڙھڻ جي لاءِ آيس تہ مون ھڪ شخص ڏٺو جنھن کي ٻہ چادرون ھيون سندس وارن مبارڪن جون ٻہ چڳون لڙڪي رھيون ھيون حضرت عمر رضي الله عنـــه جي ڪلھي مبارڪ تي ھٿ رکيو بيٺو ھو پڇا ڪيم تہ ھي ڪير آھي ؟ ٻڌايائون تہ حضرت علي رضي الله عنـــه آھي" معتبر قول مطابق ھڪ پيرو ڏاڙھي مبارڪ کي ميندي ڪري پوءِ ڇڏي ڏني ھيائين ھلڻ ۾ اڳتي جُھڪي ھلندو ھو جيڪڏھن ڪنھن کي ٻانھن مان زور سان وٺندو ھو تہ اھو ائين سمجھندو ھو تہ

(١) البداية والنهاية ص٢٢٣ـ جزء ٧ (٢) الكامل في التاريخ ص٣٩٦ـ جلد٣

ڇڻ ساهہ ٿو نڪري سندس اکين ۾ سرمو پاتل هوندو هو(١)

## اسلام سان مشرف ٿيڻ

حضرت علي رضي الله عنــه اجان ڏهن سالن جي عمر جو ٿيو هو تہ نبي پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن کي نبوت جي اظهار ڪرڻ جو حڪم ٿيو. جڏهن تہ حضرت علي رضي الله عنــه بہ ساڻن گڏ رهندو هو ان جي ڪري ان کي اسلام جا منظر اول نظر آيا. هڪ ڏينهن ام المومنين سيده خديجة ۽ نبي پاڪ عليــــه الصلواة والسلام جن کي گڏ الاهي عبادت ۾ مشغول ڏسي پڇيائين تہ: اوهان ٻئي ڇا ڪري رهيا هيوٴ؟ حضور پاڪ عليـه الصلواة والسلام جن کيس حقيقت ٻڌائي، شرڪ ۽ ڪفر جي مذمت ڪندي ڪلمــه جي دعوت ڏني حضرت علي رضي الله عنــــه عرض ڪيو تہ "ڇا مان اها ڳالهہ پنهنجي پيءُ سان ڪيان؟ جڏهن تہ حضور پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن کي اجان عام اعلان ڪرڻ منظور نہ هو. ان جي ڪري کيس ٻين کي ٻڌائڻ جي اجازت نہ ڏنائون.

الله جي توفيق سان حضرت علي رضي الله عنـه ڏهن سالن جي عمر ۾ ايمان آڻي پڪو مومن ۽ سچو مسلمان ٿيو (٢) ڪجهہ وقت پنهنجي والد کان اها ڳالهہ لڪائيندو رهيو نيٺ هڪ ڀيري حضرت ابوطالب پاڻ پُڇيس تہ مسلمان ٿيو آهين؟ عرض ڪيائين تہ "هائو" پاڻ فرمايائينس تہ پنهنجي سوٽ رسول الله صلى الله عليــه وسلم جن سان همدردي ۽ مدد ڪندو رهہ (٣) هڪ قول مطابق ان وقت سندس عمر ١٣ سال هئي.

(١)الرياض النضرة ص٢٠٥ـ جلد ٢. طبقات ابن سعد ص٢٦ـ جلد ٣ _(٢) سيرالصحابــه ص٢٥٩ـ جلد ١ تهذيب الكمال ص٢٥٩ـ جلد٥ المستدرڪ للحاڪم ص١١١ـ جلد ٣ _(٣)سير اعلام النبلاء حصہ سيرالخلفاء الراشدين ص٢٢٨ـ جلد

## پهريون مسلمان

پهريون مسلمان ڪير هو؟ ان ۾ مختلف روايتون آهن اختلاف کي ختم ڪرڻ جي لاءِ علماءِ اعلام هن طرح تطبيق ڏني آهي تہ وڏن مردن مان اول اسلام حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه قبول ڪيو. عورتن مان سيده خديجة رضي الله عنها، غلامن مان حضرت زيد بن حارثة ۽ ننڍن مان حضرت علي رضي الله عنهم (١)

## پهريون نمازي

سلمة بن ڪهيل حبة عرنيءَ کان ان حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ "رسول الله صلی الله عليه وسلم سان گڏ نماز پڙهڻ ۾ اول مان آهيان"(٢) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن سان گڏ پهريان پهريان نماز حضرت علي رضي الله عنه پڙهي هئي. امام احمد المناقب ۾ حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ: ماڻهن جي نماز پڙهڻ کان ٽي سال اڳي مون رسول الله صلی الله عليه وسلم جن سان گڏ نماز پڙهي هئي. (٣)

حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "الله ۽ ان جي ملائڪن مون تي ۽ علي تي ست سال درود موڪليا ۽ اهو ان دور ۾ جو مان ۽ اهو اڪيلا ست سال نماز پڙهندا هئاسين (۴)

(١) الرياض النضرة ص٢٠٨ـ جلد ٢ (٢) تهذيب الكمال ص٢٦٠ـ جلد٥ (٣) الرياض النضرة ص٢٠٩ـ جلد ٢ (۴) اسد الغابہ ص١٨ـ جلد ۴

# مكــه مكرمه واري زندگي

مسلمان ٿيڻ کان پوءِ سيدنا علي المرتضىٰ كَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ الْكَرِيْمَ جي، زندگيءَ جا تيرهن سال مکــه مکرمــه ۾ گذريا ۽ جڏهن تہ اهو رات، ڏينهن حضرت نبي ڪريم عليـــه الصلواة والسلام جن سان گڏ هو ان جي ڪري صلاح، مشوري جي مجلسن، ارشاد ۽ تعليم جي اجتماع، ڪافرن ۽ مشرڪن سان بحثن ۽ حقيقي معبود جي عبادت جي موقعن الغرض تہ هر قسم جي صحبتن ۾ گڏ رهيو. حضرت عمر رضي الله عنـــه جي اسلام قبول ڪرڻ کان اڳي مکـــه مکرمـــه ۾ رهندڙن مسلمانن جي لاءِ الله جل شانـــه جو نالو وٺڻ ۽ کلي طرح ان جي عبادت ڪرڻ تقريباً ناممڪن هئي. حضور عليـــه الصلواة والسلام جن پاڻ بہ مخفي طرح الله جل مجده جي عبادت ڪندا هئا ۽ حضرت علي رضي الله عنـــه بہ ساڻن گڏ هوندو هو. حج جي ڏينهن ۾ مکـه مکرمـه جي سرزمين تي عرب جا رهاڪو گهڻا ايندا ۽ گڏ ٿيندا هئا حضرت نبي ڪريم عليـه الصلواة والسلام جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنـه کي گڏ وٺي انهن کي اسلام جي دعوت ڏيندا هئا. حضرت علي رضي الله عنـــه ننڍي عمر ۾ هجڻ جي ڪري وڌيڪ ڪجهہ ڪري نہ سگهندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن گڏ هوندو هو. ۽ حضور پاڪ عليـــه الصلواة والسلام جن سان گڏ بيت الله شريف ۾ بہ ويندو هو ۽ اتي رکيلن بتن ۾ پيچ ڏاهہ ڪري ايندو هو. (١)

---

(١) سيرالصحابه صـ٢٥١ـ جلد ١

# دعوت جو انتظام

نبوت جي اظهارڪان پوءِ نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن ٽن سالن تائين اسلام جو پيغام مخفي طريقي سان مخصوص فردن تائين پهچايو چوٿين سال حڪم ٿيو ته عام اعلان ڪيو ۽ اول پنهنجن قريبن کي تبليغ ڪيو. ان وقت هيءَ آيت نازل ٿي "وَاَنْذِرْ عَشِيْرَتَكَ الْاَقْرَبِيْنَ"....... (١)

(۽ پنهنجي ويجهن مائٽن کي الاهي عذاب کان ڊيڄاريو) سرور ڪائنات صلی الله عليه وسلم جن ان حڪم جي موافق صفا جبل تي چڙهي پنهنجن قريشين کي سڏي اسلام جي دعوت ڏني پر انهن جا سالن کان ڪٽيل قلب هڪ ڏينهن جي سوهڻ هٽڻ سان صاف نه ٿيا. ابولهب ڪين چيو ته "تنهنجي لاءِ هلاڪت آهي ڇا اسان کي هن لاءِ سڏيو اٿئي؟" ان کان پوءِ هڪ ڀيرو وري نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن پنهنجي خاندان کي اسلام جي تبليغ ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ڪندي هڪ دعوت جو پروگرام رکيو ان جي انتظام لاءِ حضرت علي رضي الله عنه کي مقرر فرمايو ان وقت سندس عمر ١۴ يا ١۵ سال مس هئي پر ان ننڍيءَ عمر هوندي پاڻ نهايت سٺو انتظام ڪيائين. دسترخوان تي ٻاڪرا پاوا ۽ کير هو دعوت ۾ سڄو خاندان شريڪ هو جن جو تعداد تقريبًا چاليهه هو. حضرت حمزه، حضرت عباس، حضرت ابوطالب ۽ ابولهب به شريڪ ٿيا هئا جڏهن ڪاڌي کان فارغ ٿيا ته نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن اٿي ڪين مخاطب تي فرمايو "اي عبدالمطلب جا

(١) سورت الشعراءِ آية ع۲١۴۔

اولاد! الله جو قسم آهي تہ مان اوهان جي اڳيان دنيا ۽ آخرت جي بهترين نعمت پيش ڪيان ٿو ٻڌايو تہ اوهان مان ڪير منهنجو ساٿ ڏئي معاون ۽ مددگار ٿيندو؟ ٻڌي سڀ چپ رهيا مگر حضرت شير خدا ڪَرَمَ اللهُ وَجْهَهٗ وڏي آواز سان عرض ڪيو تہ "مان جيتوڻيڪ عمر ۾ ننڍو آهيان پر اوهان جو معاون ۽ مددگار آهيان" حضور اڪرم صلى الله عليہ وسلم جن ڪيس فرمايو "تون ويهي رهہ" پاڻ وري انهن سان مخاطب ٿيا پر ڪنهن جي بہ طرفان جواب نہ ملڻ جي ڪري وري بہ حضرت علي رضي الله عنہ اٿي جواب ڏنو تہ پاڻ ان کي وري ويهڻ لاءِ ارشاد ڪيائون جڏهن ٽيون ڀيرو چوڻ سان بہ ڪنهن هائو نہ ڪئي ۽ حضرت علي رضي الله عنہ ساڳيو عرض ڪيو تہ پاڻ ڪيس ويهاريندي فرمايائون تہ "تون منهنجو ڀاءُ ۽ (منهنجي علم جو) وارث آهين" (١)

## قربانيءَ جو عظيم ڪارنامو

جڏهن نبي ڪريم عليہ التحية والتسليم جن "مڪہ مڪرمہ" مان " مدينہ منوره" ڏانهن هجرت جي تياري ڪئي تہ ماڻهن جون جيڪي امانتون سندس ذات عالي صفات عليہ الصلوات والتسليمات وٽ امين هجڻ جي ڪري رکيل هيون انهن کي ادا ڪرڻ جي لاءِ حضرت علي کي پنهنجي بستري تي سمهڻ جو حڪم ڪري روانا ٿي ويا ڪيس مڪہ مڪرمہ ۾ رهڻ جو

(١) سيرالصحابہ ص٢٥٢۔ جلد ١ بحوالہ تاريخ طبري ص٢٧٢۔ جلد١ مسند امام احمد بن حنبل ص١٥٥۔ جلد ١

حڪم ڪيائون حضرت علي رضي الله عنـــه جي عمر مبارڪ
ان وقت زياده کان زياده ٢٢ يا ٢٣ سال هئي. پاڻ نبي پاڪ
عليـــه الصلواة والسلام جن جي سائي رنگ جي چادر مبارڪ
مٿان وجهي سندن بستري مبارڪ تي سمهي رهيو. حضرت
علي رضي الله عنـــه مڪـــه مڪرمـــه جي رهاڪن مان آخري
هجرت ڪندڙ فرد هو. جڏهن پاڻ بستري تي ستل هو تـه گهيراءُ
ڪندڙ قريشي ڪافرن سمجهيو هو تـه اهو سمهڻ وارو حضور
عليـــه الصلواة والسلام آهي ۽ ڪي چوڻ لڳا تـه جيڪڏهن
حضرت نبي ڪريم عليـه الصلواة والسلام جن نڪري وڃن ها
تـه علي کي بـه پاڻ سان وٺي وڃن ها.(١)
مطلب تـه اجان نـه ويا آهن. نبي پاڪ عليـهالصلواة والسلام
جن "وَجَعَلْنَا مِنْ بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ سَدًّا وَّمِنْ خَلْفِهِمْ سَدًّا فَاَغْشَيْنٰهُمْ
فَهُمْ لَايُبْصِرُوْنَ" (٢) قرآن ڪريم جي آيت پڙهندي دشمنن جي
وچان لنگهي ويا ۽ انهن کي نظرئي نـه آيا. صبح ٿيڻ جو وقت
قريب ٿيو تـه دشمنن پاڻ ۾ چيو تـه شايد اسان جي خبر پئجي
وئي اٿس ۽ اسان جي دپ کان نـه ٿو نڪري دروازو ٽوڙي اندر
ويا ۽ سائي چادر مٿي ڪنيائون تـه حضرت علي رضي الله عنـــه
ستل نظر آيو پڇيا ٿونس تـه حضرت محمد (صلى الله عليـــه
وسلم) ڪٿي آهي؟ ڪيڏي ويو آهي؟ ڪيئن نڪري ويو آهي؟
تـه پاڻ جواب ڏيندي فرمايائين اوهان ٻاهر ويٺا هيئو اوهان جي
وچان نڪري ويو آهي مان ڇا ڄاڻان تـه ڪيڏي ويو آهي،
علامـــه رازي عليـــه الرحمـــة لکيو آهي تـه: جڏهن حضرت علي

(١) اسدالغابـه صـ١٩ـ جلد ٤ (٢) سورت يٰس آيـة ٩ـ

رضي الله عنـــه بستري تي ستل هو: الله جل شانہ حضرت جبريل ۽ ميڪائيل عليهما السلام کي حڪم ڪيو تہ "اوهان ٻئي علي جي حفاظت لاءِ وڃي بيهو."

جبريل مٿن واري پاسي کان ويٺو ۽ ميڪائيل پيرن واري پاسي کان جبريل عليہ السلام سيدنا علي رضي الله عنـه کي سڏي فرمايو تہ "واهہ واهہ علي ابن ابي طالب! اڄ توجهڙو خوش نصيب ڪير آهي؟ اڄ الله ملائڪن سان تنهنجي وجود مسعود تي فخر ڪري رهيو آهي." (١)

ان ڦوهہ جوانيءَ ۾ پنهنجيءَ زندگيءَ کي قربانيءَ لاءِ پيش ڪرڻ (جو تہ دشمنن جي خوني حملي جو وڏو امڪان هو) حضرت علي رضي الله عنـــه جي فدويت ۽ جان نثاريءَ جو عظيم ۽ عديم المثال ڪارنامو هو سڄي رات دشمن گهيراءُ ڪيو بيٺا رهيا ۽ ان امڪاني خطري جي حالت ۾ هي نوجوان نهايت سڪون ۽ اطمينان سان آرامي رهيو صبح جو جيئن جو اهي دشمن اندر آيا تہ حضرت علي رضي الله عنـــه کي ڏسي پنهنجي غفلت جي ڪري پاڻ تي گهٽو ڪاوڙيا ۽ حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنہ محفوظ رهيو. (٢)

## هجرت

حضرت علي رضي الله عنـــه نبي پاڪ عليـــه الصلواة والسلام جن جي هجرت کان پوءِ ٻہ، ٽي ڏينهن مڪہ مڪرمـــه

---

(١) نواسہ رسول صـ٣٢٦ـ بحوالہ تفسير ڪبير صـ١٩٨ـ جلد ٢
(١) سيرالصحابة صـ٢٥٣،٢٥۴ـ جلد ١

۾ رهي حضور پاڪ عليــه الصلواة والسلام جي هدايتن مطابق ماڻهن کي سندن امانتون پهچائي "مڪــه مڪرمــه" کي خيرباد چئي "مدينــه منوره" ڏانهن روانو ٿيو. نبي ڪريم عليــه الصلواة والسلام جن ان وقت حضرت ڪلثوم بن هدم رضي الله عنــه جا مهمان هئا. ان جي ڪري حضرت علي رضي الله عنــه بـ انهيءَ جي گهر ۾ اچي منزل انداز ٿيو اها ربيع الاول جي ١٥ تاريخ هئي. رسول الله صلى الله عليــه وسلم جن اصحابن سڳورن ۾ مواخات (هڪ ٻئي جو ڀاءُ) ڪرائي حضرت علي رضي الله عنــه کي هڪ قول مطابق سهل بن حنيف جو ۽ ٻين روايتن موجب پنهنجو ڀاءُ بنائي فرمايو " اَنتَ اَخِي تَرِثُنِي وَاَرِثُڪَ " تون منهنجو ڀاءُ آهين تون منهنجي (علم جو) وارث ۽ مان تنهنجي (سر ۽ ٻچن) جو وارث آهيان (١)

۽ هڪ روايت موجب جڏهن حضرت علي رضي الله عنــه مدينـ منوره ۾ پهتو تـ سندس پير مبارڪ سُڄي پيا هئا ۽ انهن مان رت وهي رهيو هو. نبي ڪريم عليــه الصلواة والسلام جن پاڻ ان وٽ آيا ۽ ان جي تڪليف کي ڏسي روئي ڏنائون ۽ ڪيس نهايت پيار ڪندي ڀاڪر پاتائون (٢)

## مسجد جي تعمير

اسلام "مدينــه منوره" ۾ "مڪــه مڪرمــه" وانگر مجبور نـ هو اتي آزادي واري زمين هئي جتي هر شخص کُليءَ طرح الله جل شانــه جي عبادت ۽ شريعت مطهره جا احڪام ادا ڪري سگهيو ٿي مسلمانن جو تعداد بـ روز بروز وڌندو ٿي ويو تان

(١) طبقات ابن سعد ص٢٢،٢٣ـ (٢) اسد الغابـه ص١٩ـ جلد ۴

جو هجرت جي ڇهين يا ستين مهيني ۾ سروركائنات عليه افضل الصلوات والتسليمات جن هڪ مسجد تعمير ڪرڻ جو ارادو فرمايو ۽ پاڻ ئي ان جو بنياد رکيائون. ۽ سندس اصحابن رضي الله عنهم ان جي تعمير ۾ ڪم ڪيو. حضرت علي رضي الله عنه ان مسجد جي ڪم لاءِ گارو پهچائيندي هي شعر چيا ٿي.

لَايَسْتَوِي مَنْ يَّعْمُرُالْمَسَا جِدَا
يُدَاعِبُ فِيْهِ قَائِمًا وَّ قَائِدَا
وَمَنْ يُّرِيْ عَنِ الغَبَارِ حَائِدَا (١)

يعني جيڪو بيهي ۽ ويهي مسجد تعمير ٿو ڪري ۽ جيڪو غبار جي ڪري ان کان پري ٿو رهي اهي برابر ناهن.

## سيده فاطمة الزهراءَ سان نڪاح

نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن سن ٢ هجريءَ ۾ حضرت علي رضي الله عنه کي پنهنجي نهايت پياري نياڻيءَ سيده فاطمه رضي الله عنها جو سڱ ڏئي کيس پنهنجي نياڻي هجڻ جو شرف ۽ شان بخشيو. (٢)

شاهه ولي الله محدث دهلوي عليه الرحمة لکيو آهي تہ نڪاح جي وقت حضرت فاطمة الزهراءَ رضي الله عنها جي عمر پندرهن سال ساڍا پنج مهينا ۽ حضرت علي رضي الله عنه جي عمر ايڪيهہ سال ۽ پنج مهينا هئي (٣)

(١) سيرالصحابة صـ٢٥٤ـ جلد١ (٢) ساڳيو حوالو (٣) ازالة الخفا صـ٥٩٣ـ جلد ٢ الرياض النضرة صـ٢٣٨ـ جلد ٢

محب طبري لکيو آهي تہ سيدنا علي رضي الله عنــه کي انهي رشتي جي صلاح حضرت ابوبکر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنهما ڏني هئي ۽ جڏهن حضرت علي رضي الله عنــہ حضور پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن کي اهو عرض کيو تہ پاڻ فرمايائون "تو وٽ مهر جي لاءِ ڇا آهي؟" عرض ڪيائين تہ "هڪ گهوڙو ٻي زرهہ" پاڻ فرمايائونس تہ "گهوڙو جنگ جي لاءِ بيهاري ڇڏ ۽ زرهہ ڪٽي شهر ۾ وڪڻي آ" حضرت علي رضي الله عنــه اها زرهہ چار سو اسي (۴۸۰) درهمن ۾ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ کي ڏني ۽ حضرت عثمان غني رضي الله عنــه اها زرهہ بہ کيس واپس ڪئي ۽ جڏهن نبي پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن کي ٻڌايائين تہ پاڻ ڪريم عليــه الصلواة والسلام جن حضرت عثمان غني رضي الله عنــه جي لاءِ دعائون گهريائون حضرت علي رضي الله عنــه هي پئسا نبي پاڪ عليــــه الصلواة والسلام جن جي هنج مبارڪ ۾ رکيا تہ پاڻ ڪريم عليــه الصلواة والسلام انهن مان هڪ مٺ ڀري حضرت بلال رضي الله عنــه کي ڏنائون تہ فاطمــه جي لاءِ خوشبوءِ خريد ڪري اچ (۱)۽ ٻنهي هٿن مبارڪن سان ٻُڪ ڀري حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنہ کي ڏنائون تہ فاطمــه لاءِ مناسب ڪپڙا ۽ گهر جو سامان خريد ڪري اچ. حضرت عمار بن ياسر ۽ ٻہ ٽي ٻيا اصحابي رضي الله عنهم بہ ساڻس گڏي موڪليائون اهي بازار ۾ ويا ۽ ڪا بہ شيءِ تيستائين خريد نہ ٿي ڪيائون جيستائين اها حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنــه

(۱) الرياض النضرة صـ۲۳۸ـ جلد ۲

پسند نہ ٿي ڪئي اهي روايتون شيعن جي ڪتابن ١: مناقب خوارزمي ص٢٠٢ـ ٢: ڪشف الغمہ في معرفة الائمة ص٤٨٥،٤٨٦ـ ٣: بحار الانوار ص٣٩، ٤٠ـ جلد ١ ۾ بہ موجود آهن (١) حضرت بلال رضي الله عنہ خوشبوءِ وٺي آيو ۽ پاڪ ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن پنهنجي نياڻيءَ جي لاءِ ڏاج تيار ڪرڻ جو حڪم فرمايائون. (٢)

## نڪاح الله جي امر سان ٿيو

جڏهن حضرت علي رضي الله عنہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن کان سيده فاطمہ جو سڱ گهريو تہ پاڪ ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن کيس فرمايو "مون کي منهنجي رب بہ اهو ئي امر ڪيو آهي" پاڪ ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن حضرت انس رضي الله عنہ کي فرمايائون تہ "ابوبڪر صديق، عمر بن خطاب، عثمان بن عفان، عبدالرحمان بن عوف، سعد بن ابي وقاص، طلحة، زبير ۽ ڪجهہ انصارن (يلارن) کي سڏي آ" جڏهن سيئي حاضر ٿي پنهنجين جاين تي ويٺا تہ نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن نڪاح جي لاءِ خطبو پڙهيو.

## حضرت علي ۽ سيده فاطمہ رضي الله عنهما جي نڪاح وقت خطبو

نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن سيده جي نڪاح

(١) رحماءُ بينهم ص٤٢،٤٣ـ جلد٣ (٢) الرياض النضرة ص٢٣٨ـ جلد ٢

وقت هي خطبو پڙهيو:

اَلْحَمْدُلِلّٰهِ الْمَحْمُوْدِ بِنِعْمَتِهٖ، الْمَعْبُوْدِ بِقُدْرَتِهٖ، الْمُطَاعِ بِسُلْطَانِهٖ الْمَرْهُوْبِ مِنْ عَذَابِهٖ وَسُطْوَاتِهٖ النافذِ امْرُهٗ فِي سَمَاءِهٖ وَارْضِهٖ الَّذِيْ خَلَقَ الْخَلْقَ بِقُدْرَتِهٖ وَمَيَّزَهُمْ بِاَحْكَامِهٖ وَاَعَزَّهُمْ بِدِيْنِهٖ وَاَكْرَمَهُمْ بِنَبِيِّهٖ مُحَمَّدٍ صلي الله عليه وسلم اِنَّ اللّٰهَ تَبَارَكَ اسْمُهٗ وَتَعَالَتْ عَظْمَتُهٗ جَعَل الْمُصَاهَرَةَ سَبَبًا لَاحِقًا وَّاَمْرًا مُّفْتَضًا وَشَجَ بِهٖ الْاَرْحَامَ وَالْزَمَ الْاَنَامَ فَقَالَ عَزَّمِنْ قَائِلٍ.... وَهُوَالَّذِيْ خَلَقَ مِنَ الْمَاءِ بَشَرًا فَجَعَلَهٗ نَسَبًا وَّصِهْرًا وَكَانَ رَبُّكَ قَدِيْرًا. (١)

فَاَمْرُاللّٰهِ يَجْرِي اِلٰي قَضَاءٍ وَّقَضَاءُهٗ يَجْرِي اِلٰى قَدْرِهٖ وَلِكُلِّ قَدَرٍ اَجَلٌ وَّلِكُلِّ اَجَلٍ كِتَابٌ يَمْحُوااللّٰهُ وَيُثْبِتُ وَعِنْدَهٗ اُمُّ الْكِتَابِ ثُمَّ اِنَّ اللّٰهَ اَمَرَنِيْ اَنْ اُزَوِّجَ فَاطِمَةَ بِنْتَ خَدِيْجَةَ مِنْ عَلِيِّ ابْنِ اَبِيْ طَالِبٍ فَاشْهَدُوْ اَنِّيْ قَدْ زَوَّجْتُهٗ عَلٰى اَرْبَعِمَائِةِ مِثْقَالٍ فِضَّةٍ اِن رَضِيَ بِذَالِكَ عَلِيُّ ابْنِ اَبِيْ طَالِبٍ." (٢)

سڀ ساراهہ ان الله جي لاءِ آهي جيڪو پنهنجي نعمت سان حمد ڪيل آهي، پنهنجي قدرت سان معبود آهي. پنهنجي بادشاهيءَ سان اطاعت ڪيل آهي پنهنجي طرفان عذاب ۽ دٻدٻي ڪرڻ جي ڪري ان کان ڊپ ڪيل آهي. ان جو امر سندس آسمان ۽ زمين ۾ جاري آهي ان پنهنجي قدرت سان مخلوق پيدا ڪئي آهي ۽ انهن کي پنهنجي دين سان عزت بخشي آهي ۽ پنهنجي نبي (حضرت) محمد صلي الله عليه وسلم سان انهن کي اڪرام بخشيو آهي بلاشڪ الله، جنهن جو اسم برڪت وارو ۽ عظمت بلند آهي زال مڙس جي رشتي کي لاحق ٿيندڙ

(١) سورة الفرقان آية ٥٤. (٢) الرياض النضرة صـ٢٤١ـ جلد ٢

سبب ۽ ضروري امر بنائي ان سان مائٽيون جڪڙيون آهن ۽ مخلوق تي لازم ڪيو آهي. الله عزبرهانـــه فرمايو آهي "تہ اهو الله اهو آهي جنهن پاڻيءَ مان بشر پيدا ڪري انکي نسب ۽ صهرائپ بنايو ۽ تنهنجو رب قادر آهي" پوءِ الله جو امر قضا ڏي هلندو آهي ۽ قضا انجي تقدير ڏانهن ۽ هر تقدير جو مدو آهي ۽ هر مدي جو ڪتاب آهي. الله ميٽي ٿو ۽ ثابت رکي ٿو ۽ ان وٽ ئي لوح محفوظ آهي. الله مون کي امر فرمايو آهي تہ مان (پنهنجيءَ ڌيءُ) فاطمه کي جيڪا خديجه مان آهي. علي بن ابي طالب سان پرڻايان پوءِ اوهان (جيڪي محفل ۾ موجود آهيو) شاهد رهو تہ مون ان کي چانديءَ جي چارسوءَ مثقالن مهر تي پرڻايو آهي. جيڪڏهن علي ابن ابي طالب راضي رهي) ان ڪان پوءِ حضرت علي رضي الله عنـــه کان پڇيائون تہ "تون ان مهر ڏيڻ تي راضي آهين؟ عرض ڪيائين تہ هائو راضي آهيان. پوءِ حضرت علي رضي الله عنـــه اتي الله جي شڪر جو سجدو ڪيو. ۽ نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن ڪين دعا ڪندي فرمايو "الله اوهان مان گهڻا پاڪ ٻچا پيدا ڪري ۽ الله اوهان ۾ برڪت وجهي."

ابن السمان الموافقـة ۾ حضرت عمر رضي الله عنـــه کان روايت آندي آهي تہ "اهو امر جبريل کڻي آيو هو" ۽ حضرت انس رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ "رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن کي جبريل عرض ڪيو تہ" حضرت علي ۽ فاطمـــه(رضي الله عنهما) جي نڪاح ۾ چاليهہ هزار ملائڪ موجود هئا ۽ الله جي امر سان طوبيٰ وڻ در ۽ ياقوت گهور

ڪري اچلايا جيڪي جنت جي حورن جهڙي محفوظ ڪري رکيا آهن ۽ اهي انهن کي قيامت جي ڏينهن بهشت ۾ ڏنا ويندا. (١)

## رخصتي

سيده فاطمة الزهراءَ رضي الله عنها جي حضرت علي رضي الله عنه جي گهر ڏانهن نڪاح کان تقريبا ڏهه يارهن مهينا پوءِ رخصتي (روانگي) ٿي هئي حضور عليه الصلواة والسلام جن جي حڪم سان حضرت علي رضي الله عنه حارث بن نعمان کان ڪرابي تي گهر ورتي ان ۾ رهائش ڪئي هئي. (٢)

## ڏاج

سيده خاتون اطهر کي ڏاج ۾ هي شيون مليون هيون: ١. پلنگ ٢. ڪجيءَ جي ڇارين جي ڪلن مان پريل وهاڻو ٣. هڪ بسترو ۴. هڪ چادر ۵. هڪ پاڻيءَ جي ڪلي ٦. ٻه اٽي پيهڻ جي لاءِ جنڊ حيرت جو مقام آهي ته سيده خاتون پاڪ وٽ ساري زندگي صرف اهي شيون رهيون حضرت علي رضي الله عنه ٻي ڪابه شي نه وڌائي. (٣)

## وليمه جي دعوت

حضرت علي رضي الله عنه جي زندگي نهايت زاهدانه ۽ فقيرانه هئي پاڻ ٻه رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ

(١) الرياض النضرة صـ٢۴٢ـ جلد ٢ (٢) سيرالصحابة صـ٢٥٦ـ جلد ١ (٣) ساڳيو حوالو ۽ الرياض النضرة صـ٢٣٨ـ جلد ٢

رهندو هو سندس ذاتي ملڪيت ۾ صرف هڪ اُٺ هو جنهن
جي ذريعي اذخرگاهه ڪپائي دعوت وليمه ڪرڻ جو ارادو ڪيو
هيائين پر ان کي به حضرت حمزه (سندن چاچي) کهي ڪباب
جون سيخون بنايون هيون. ان جي ڪري ان وٹ صرف
وڪٽيل زره جي قيمت مان مهر ادا ڪرڻ کان پوءِ بچيل پئسا
هئا ۽ انهن مان ئي وليمه جي دعوت ۾ کجور، جَوَن جي ماني،
پنير ۽ هڪ قسم جو خاص شوربو تيار ڪيو هيائين پر ان
زماني جي لحاظ سان اها به هڪ پر تڪلف دعوت هئي.
بيبي اسماءَ جو بيان آهي ته ان دور ۾ ان کان وڌيڪ بهتر
وليمه ڪو نه ٿيو هو. (١)

## جنگين ۾ شموليت ۽ ڪردار

سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنــه تبوڪ جي جنگ کان
سواءِ سيني جنگين ۾ شامل رهندي اهم ڪردار ادا ڪيا.
تبوڪ جي جنگ ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جي امر سان
شريڪ ٿيڻ جي بجاءِ مدينه منوره ۾ سندن ڪمن کي سنڀالڻ
جي لاءِ رهيو هو ۽ اڪثر جنگين ۾ اسلام جو جهنڊو سندس
هٿ مبارڪ ۾ هوندو هو (٢) حضرت علي رضي الله عنــه هر
جنگ ۾ مرد ميدان ٿي جنگ ڪئي ڪتي به پوئتي نه هٽيو.

---

(١) زرقاني ص۸ـ جلد ٢ سيرالصحابــة ص۲۵۴،۲۵۵ـ جلد ١
(٢) الاصابــة ص۵۰۷ـ جلد ٢ تهذيب الكمال ص۲٦۰ـ جلد ۵

# ڪجھ جنگين جو احوال

**(١) بدر واري جنگ:** هيءَ جنگ هجرت جي ٻئي سال ۾ پيش آئي هن کي "غزوه بدر ڪبرىٰ ۽ غزو بدر عظمىٰ" به چوندا آهن بدر هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جيڪو اتي جي رهاڪو بدربن مخلد بن ڪنانه جي نالي سان مشهور آهي نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جي سيني جنگين مان هيءَ جنگ نهايت عظيم هئي جنهن سان اسلام کي عزت ۽ شوڪت حاصل ٿي هن ڏينهن کي قرآن ڪريم "يَوْمَ الْفُرقَانِ" سڏيو آهي. ڇو ته ان ۾ حق ۽ باطل ۾ فرق ۽ امتياز ظاهر ٿيو هو. نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن ان ۾ وڃڻ دوران حضرت ابولبابه انصاري رضي الله عنه کي "مدينه منوره" ۾خليفو بنائي روانا ٿيا هئا (١) هن جنگ ۾ نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن ٽي سوءِ تيرهن (٣١٣) اصحابي پاڻ سان وٺي روانا ٿيا هئا سندن اڳيان ٻه جهنڊا کنيا ويا هئا. هڪ جهنڊو حضرت علي رضي الله عنه جي هٿ مبارڪ ۾ هو جڏهن جنگ جي ميدان وٽ آيا ته پاڻ ٽن مجاهدن سان گڏ حضرت علي رضي الله عنه کي دشمنن جي جاچڻ لاءِ روانو ڪيوهيائون جڏهن جنگ شروع ٿي ته حضرت علي رضي الله عنه پنهنجي مد مقابل دشمن وليد کي هڪئي وارسان قتل ڪري پنهنجي ساٿي حضرت ابوعبيده رضي الله عنه جي مدد ۾ پهتو ته ان جو مد مقابل شيبه به سندس

(١) مدارج النبوة اردو ص١٣٩۔ جلد ٢

تلوارن جو شڪار ٿي قتل ٿي ويو اهڙي طرح سيدنا علي رضي الله عنــــه هن جنگ ۾ بہ اهم ڪارناما ڪري ڏيکاريا هئا ان وقت سندس عمر ٢٥ سال هئي (١)

(٢) **اُحُد جي جنگ:** هيءَ جنگ ســـن٣ هجري جي شوال مهيني جي ستن يا يارهن ڏينهن گذرڻ ڪان پوءِ لڳي هئي. هيءَ جنگ بہ اسلام جي قوت ۽ تائيد ۾ بدر جي جنگ جهڙي هئي فرق صرف هي هو تہ اها حسن، جمال، فضل ۽ ڪمال جو مظهر هئي ۽ هيءَ الله جل شانـــه جي وڏائي ۽ جلال جو مظهر هئي ان جي ڪري بعض علماءَ جو فرمان آهي تہ جيڪو ماڻهو چوي تہ هن جنگ ۾ نبي ڪريم عليـــه الصلواة والسلام جن کي شڪست ملي هئي ان کي توبہ ڪرڻ جي لاءِ چيو وڃي ۽ جيڪڏهن نہ ڪري تہ ان کي قتل ڪيو وڃي ڇو تہ اهو الله جل شانہ جي حبيب عليہ الصلواة والسلام جي توهين ڪري رهيو آهي احد همزه ۽ حاءِ جي پيش سان مدينـــه منوره کي ويجهو هڪ مشهور جبل آهي. ان نالي سان ان جي ڪريءَ سڏيو ويو جو ٻين جبلن کان جدا واقع آهي ان جي شان ۾ حضرت نبي ڪريم عليـــه الصلواة والسلام جو ارشاد آهي "احد جَبلٌ يَحِبُنَا ونحبـہ" (احد هڪ جبل آهي جيڪو اسان سان محبت رکي ٿو ۽ اسين ان سان محبت رکون ٿا) (٢)

هن جنگ ۾ بہ حضرت علي رضي الله عنـــه حضرت مصعب

---

(١) سيرالصحابـة ص٢٥٥- جلد ١ تهذيب الڪمال ص٢٦١- جلد٥
(٢) مدراج النبوة اردو ص١٩١- جلد ٢

بن عمير رضي الله عنـــه جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ اسلام جو جهنڊو سنڀاليندي ڪافرن جي علمبردار ابو سعد بن ابي طلحة کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ اهو بدحواسي جي جهان ۾ اگهاڙو ٿي ڦٿڪندي ڦٿڪندي مري ويو (١) هن جنگ ۾ ڪافرن حضرت علي تي تلوار جا ١٦ وار ڪيا هر هڪ وار سان پاڻ زمين تي پهتو ٿي ته جبريل کيس کڻي ورتو ٿي (٢)

**(٣) بنـو نضيـر جـو واقعـو:** احد جي جنگ کان پوءِ سـن ۴ هـ ۾ بنونضير کي سندن ئي بدعهديءَ ڪري جلا وطن ڪيو ويو حضرت علي رضي الله عنــه ان ۾ اڳيان هو اسلام جو جهنڊو اتي به سندس هٿ مبارڪ ۾ رهيو (٣)

**(۴) خندق جي لڙائي:** هي سـن ۵ هجريءَ ۾ پيش آئي هئي هن کي "غزوة الاحزاب" به سڏيو ويندو آهي. خندق ان جي ڪري سڏيو ويو جو ان ۾ "مدينــه منوره" جي چوڌاري کڏون کٽايون ويون هيون ۽ هن کي "الاحزاب" ان جي ڪري سڏيو ويـو جـو ڪـافرن سـان دشمنـيءَ جـي ڪـري يهوديـن جاڪجهه قبيلا ۽ گروپ حضور عليـه الصلواة والسلام جن سان ملي ويا هئا. انهن کڏن کٽائڻ جي صلاح حضرت سلمان فارسي رضي الله عنـه حضور عليـه الصلواة والسلام جن جي خدمت ۾ پيش ڪئي هئي ۽ ان جي صلاح سان سلع جبل وٽ اهي کڏون کٽايون ويون هيون نبي ڪريم عليــه الصلواة والسلام جن بذات

(١) سيرالصحابـة صـ٦٥٧ـ جلد١ (٢) اسدالغابــه صـ٢٠ـ جلد۴
(٣) سيرالصحابـة صـ٦٥٧ـ جلد ١

خود بہ ان ۾ ڪم ڪري رهيا هئا ۽ پنهنجي پيٽ مبارڪ تي پٿر ٻڌا هيائون (١) هن جنگ ۾ سيدنا علي رضي الله عنــه ڪافرن جي جنگي پهلوان عمرو بن عَبدُ وُدَ جي ان چئلنج کي تہ ڪو مسلمان مون سان اڪيلو مقابلو ڪري قبول ڪري پنهنجي جلوي دار تلوار سان انکي قتل ڪري جهنم ۾ پهچايو هو ۽ ان جو اهو حال ڏسي ٻيا ڪافر بہ ڀڄي ويا هئا. (٢)

**(٥) بنو قريظہ جو واقعو:** هن ئي سال ۾ غزوه خندق سان متصل غزوه بني قريظہ تي هئي بنوقريظہ يهودين جو قبيلو هو ۽ هي بنو نضير جا ساٿي هئا. خندق جي جنگ تان واپس اچڻ ڪانپوءِ فورًا جبريل عليہ السلام حضرت نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جي خدمت ۾ حاضر تي عرض ڪيو تہ "يارسول الله! جلد بنو قريظہ ۾ پهچو. مون ۽ منهنجي ساٿي ملائڪن اڃا هٿيار نہ رکيا آهن. (٣)

پوءِ نبي پاڪ عليــــہ الصلواة والسلام جن انهن ڏانهن متوجــہ ٿيا ان مهم ۾ بہ اسلامي جهنڊو حضرت علي رضي الله عنــــہ جي هٿ ۾ هو ۽ مسلمانن رسول الله صلى الله عليــــہ وسلم جن جي عهد مطابق قلعي تي قبضو ڪري عصر نماز ان جي صحن ۾ پڙهي هئي. (٤)

---

(١) مدارج النبوة ص٢٧٩، ٢٩٠ـ جلد ٢ (٢) سيرت ابن هشام ص٩٨ـــ جلــد ٢ (٣) مــدارج النبــوة ص٣٠٣ـــ جلـــد ١ (٤) سيرالصحابــة ص٢٥٨ـ جلد ١

**(٦) بنو سعد جي سرڪوبي:** سن ٦ هہ ۾ نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن کي عرض ڪيو ويو تہ بنو سعد خيبر وارن يهودين جي مدد لاءِ گڏ ٿي رهيا آهن انجي ڪري پاڻ حضرت علي رضي الله عنہ کي هڪ سؤ مجاهد ڏئي انهن جي تنبيہ لاءِ روانو ڪيائون ۽ ان ئي شعبان مهيني ۾ انهن تي حملو ڪري انهن کي منتشر ڪيو ويو ۽ اتاهين غنيمت جي مال ۾ پنج سؤ اٺ ۽ بہ هزار ٻڪريون هٿ آيون. (١)

**(٧) حديبيہ وارو صلح:** نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن سن ٦ هہ ذوالقعدة مهيني جي پهرين سومر جي ڏينهن عمره ڪرڻ جي ارادي سان سفر ڪري حديبيہ ۾ پهتا هئا. حديبيہ مڪہ مڪرمہ کان ٩ ميلن جي فاصلي تي واقع هڪ جاءِ جو نالو آهي ۽ اها جاءِ حِلَ ۽ حرم جي جامع آهي گهڻو علائقو حرم ۾ داخل آهي. اصل ۾ حديبيہ اتي واقع هڪ کوهہ يا وڻ جو نالو آهي. اها خاص جاءِ جتي نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام تشريف فرما ٿيا هئا ان وقت تہ معلوم هئي پوءِ اها مبهم ٿي وئي. ان ڪري ماڻهو ان جي زيارت کان محروم رهجي ويا. ان وقت مڪہ مڪرمہ اچڻ جو رستو اهوئي حديبيہ جو علائقو هو هاڻي رستو مٽجي ويو آهي (٢) هن سفر ۾ حضور عليہ الصلواة والسلام جنکي ڪافرن مڪہ مڪرمہ ۾داخل ٿيڻ کان روڪيو تہ پاڻ انهن کي سمجهائڻ جي لاءِ حضرت عثمان رضي الله عنہ کي پنهنجو سفير ڪري موڪليو هيائون ان دوران افواهہ هليو تہ حضرت عثمان رضي الله عنہ

(١) ساڳيو حوالو (٢) مدارج النبوة ص٣٤٥ـ جلد ٢

کي "مکه مکرمه" جي رهاکو ڪافرن شهيد ڪري ڇڏيو ته پاڻ ان جي بدلي وٺڻ لاءِ اصحابن سڳورن رضي الله عنهم کان جان جي بازي لڳائڻ جي بيعت ورتائون ان کي بيعت الرضوان سڏيو ويو آهي ۽ آخر ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جن پنهنجو هڪ هٿ ٻئي تي رکي حضرت عثمان رضي الله عنه جي پاران بيعت ڪئي ۽ ڪيس اهو شرف ۽ شان عطا ڪيو جو پنهنجي پاڪ هٿ کي ان جو هٿ سڏيائون ۽ نيٺ ٻنهي ڌرين ۾ ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ صلح نامو لکڻ جو پروگرام طئي ٿيو. حضرت علي ڪرم الله وجهه کي لکڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. "بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" لکڻ کان پوءِ ڪافرن "الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" تي اعتراض ڪيو حضرت نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن جي حڪم سان حضرت علي رضي الله عنه اهي الفاظ ڪٽي "بِسمكَ اللهُمَّ" لکيو ۽ جڏهن "محمد رسول الله" (صلى الله عليه وسلم) لکيائين ته انهن "رسول الله" جي مٿان به اعتراض ڪيو حضور پاڪ عليه الصلواة والسلام جن انهن لفظن کي به ڊاهڻ جي لاءِ ڪيس فرمايو پر حضرت علي رضي الله عنه انهن لفظن جي ڊاهڻ کان انڪار ڪيو (١) ۽ اهو سندس والهانه محبت جو ثبوت هو.

(٨) **فتح خيبر:** خيبر هڪ شهر جو نالو آهي جنهن ۾ به ٽي قلعا ۽ گهٽيون پوڪون، باغات وغيره آهن هي "مدينه منوره" کان شام ملڪ واري پاسي آهي سيرت نگارن اتي جا اٺ قلعا لکيا آهن جن جا نالا هي آهن ١ ڪيسه ٢ ناعم ٣ صعب ۴ شق ۵ غموص ٦ بطاة ٧ سطيح ٨ سالم

(١) سيرالصحابة ص٢٥٩ ـ جلد ١

هي جنگ سن ٧هہ ۾ ٿي هئي ابن اسحاق جو قول آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن هن جنگ لاءِ سن ٧هہ محرم مهيني جي آخري ڏينهن ۾هن طرف تشريف وٺي ويا هئا (١) هتي نهايت مضبوط قلعا هئا جن جو فتح ڪرڻ تمام ڏکيو هو. هتي مجاهدن ڪيترا حملا ڪيا پر ڪامياب نہ ٿيا نيٺ حضرت نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن فرمايو تہ (سڀاڻي اسلام جو) جهنڊو ان جي هٿ ۾ ڏيندس جنهن جي هٿن تي الله جل شانہ فتح ڪرائيندو اهو الله ۽ ان جي رسول(عليہ الصلواة والسلام) سان محبت ڪري ٿو ۽ الله ۽ رسول (عليہالصلواة والسلام) ان سان محبت ڪن ٿا. صبح ٿي تہ سڀ ان مهرباني جا خواهشمند هئا پر ان سعادت جو تاج سيدنا علي ڪرم الله وجهہ جي مٿي مبارڪ تي رکيو ويو. حالانڪ ان ڏانهن ڪنهن جو توجہ بہ نہ هو ڇو تہ سندس اکين ۾ تڪليف هئي پر حضور پرنور عليہ الصلواة والسلام جن ان کي گهرائي اکين ۾ لعابِ دهن لڳايو تہ ان جي اها شڪايت ختم ٿي وئي. (٢)

## مرحب سان مقابلو

جڏهن نبي اڪرم، محبوب معظم صلى الله عليہ وسلم جن اسلام جو جهنڊو حضرت علي رضي الله عنہ جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنو تڏهن ان عرض ڪري پڇيو تہ يارسول الله! (عليہ الصلواة والسلام) ڇا مان لڙائي ڪري هنن کي مسلمان

(١) مدارج النبوة ص٤٠٠ــ جلد ٢ (٢) سيرالصحابة ص٢٦٠ـ جلد ١

بنايان؟ فرمايائون تہ ”نہ“ بلڪ اڳ ۾ انهن کي اسلام پيش ڪري ڪين اسلامي فرائض کان آگاهہ ڪر جو تہ تنهنجي ڪوشش سان جيڪڏهن هڪ شخص بہ هدايت وارو ٿي پيو تہ اهو تنهنجي لاءِ (عرب جي) ڳاڙهن ائن کان بہ ڀلو آهي. پر يهودين جي قسمت ۾ اها نعمت نہ هئي انهن جو ناميارو پهلوان مرحب سيدنا علي رضي الله عنـــــه جي مقابلي ۾ هي شعر پڙهندو آيو.

”قَدْ عَلِمَتْ خَيبَرُاَنِيّ مَرْحَبٌ“
”شَاكِي السَّلَاحِ بَطَلَ مَجَرِّبٌ“
”اِذَالـحُرُوبُ اَقْبَلَتْ تَلَهَّبُ“

خيبر کي علم آهي تہ مان مرحب هٿيار ڍڪيندڙ بهادر تجربيڪار آهيان جڏهن جنگيون سامهون ايندبون آهن تہ باهہ ڀڙڪندي آهي سيدنا علي رضي الله عنـــہ ان کي پاڻ بہ شعر ۾ هن طرح جواب ڏنو.

”اَنَاالَّذِيْ سَمَّتْنِي اُمِّي حَيْدَرَه
ڪَلَيْثٍ غَابَاتٍ كَرِيْهِ الْمَنْظَرَه
اُوفِيْهِم بِالصَّاعِ كَيْلَ السَّنْدَرَه“

مان اهو آهيان جو منهنجو نالو منهنجي امان حيدر رکيو آهي جهنگل جي شينهن وانگر ڏسڻ ۾ هيبت وارو آهيان توئي سان اهڙي ماپ پوري ڏيندو سانِ جيئن وڏي ۾ وڏي ماپ جي شيءِ سان ماپ ڪبي آهي. مطلب تہ تيئن مان بہ هنن کي جلد جلد قتل ڪري، پورو ڪري ڇڏيندس بعد ۾ حملو ڪري

رهيلن قلعن کي بہ فتح کري مسلمانن جو مُسخر کري ڇڏيائين. (١)

(٩) **مکہ مکرمه جي فتح:** هجرت جي ائين سال وارن واقعن ۾ مکہ مکرمہ جي فتح عظيم آهي جيکا "اِنَّا فَتَحنَا لَکَ فَتحًا مُبِيْنًا" ۾ بيان ڪيل آهي جيتوڻيڪ قرآن ڪريم جي مفسرن جي هڪ جماعت جو قول آهي تہ ان مان مراد حديبيہ وارو صلح آهي پر "مکہ مکرمہ" جو فتح ٿيڻ فتو حات ۾ اعظم آهي ڇو تہ الله جل شانہ ان جي ذريعي پنهنجي دين کي غالب ۽ قوي بنائي پنهنجي پياري پيغمبر عليہ الصلواة والسلام کي فاتح ۽ مظفر بنايو چئني طرفن کان عرب جا رهاڪو انتظار ۾ هئا تہ جيڪڏهن رسول الله صلى اللهعليہ وسلم جن پنهنجي آبائي شهر ۾ اچي اتي جي رهاڪن کي مسلمان بنايو تہ اسين بہ مسلمان ٿينداسون ۽ جڏهن کين اها ڪاميابي حاصل ٿي تہ هر طرف کان ماڻهو ڊوڙندا پهتا ۽ سيني ايمان آندو (٢) نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن ڏهہ هزار اصحابي رضي الله عنهم وٽي مکہ مکرمہ ۾ پهتا ڀهريان اسلام جو جهنڊو سعد بن عباده جي هٿ ۾ هو پوءِ حضور پاڪ عليہ الصلواة والسلام جي حڪم سان حضرت علي رضي الله عنہ ڪنيو ۽ اهو اسلامي فوج سان گڏ ڪداءَ واري پاسي کان شهر ۾ گهڙيو ۽ ڪنهن قتل وغارت کان سواءِ "مکہ مکرمہ"جارهاڪو سندن

(١) سيرة الصحابة صـ٢٦٠ـ جلد ١ الرياض النضرة صـ جلد ٢
(٢)مدارج النبوة صـ٤٧٠ـ جلد ٢

مُسخر ۽ مطيع ٿيا ۽ بيت الله شريف ۾ رکيل ٽي سو سٺ (٣٦٠) بتن کي ختم ڪرڻ جي لاءِ پهريان نبي اڪرم عليه الصلواة والسلام جن پاڻ لٺ مبارڪ سان هيٺ رکيلن بتن کي پَٽيندا ۽ هي آيت پڙهندا رهيا "جاءَ الْحقَ وزهق الْباطلَ اِن الْباطل ڪَان زَهوقًا" حق آيو باطل ويو ۽ بلا شڪ باطل ويندڙ آهي. اندر هڪ ٽامي جو وڏو بت پيل هو جيڪو هيٺان ڏنل لوهه جي ٽيٺر ۾ فٽ ٿيل زمين کان گهڻو مٿي هو پهريان نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن حضرت علي رضي الله عنه جي ڪلهي مبارڪ تي پير مبارڪ رکي ان جي پٽڻ جي ڪوشش ڪئي پر حضرت علي رضي الله عنه سندن وزن کڻڻ کان معذرت ڪئي پوءِ حضور عليه الصلواة والسلام جن کيس حڪم فرمايو تہ "تون منهنجي ڪلهي مبارڪ تي قدم رکي ان کي پٽ" حضرت علي رضي الله عنه امر جي اطاعت ڪندي ان بت کي ان لوهه جي گارڊر مان ڇڪي ڪڍي اهڙي زور سان زمين تي هنيو جو پرزا پرزا ٿي ويو ۽ بيت الله شريف مڪمل طرح بتن کان پاڪ ٿي ويو. (١)

**(١٠) حُنين جي جنگ:** هيءَ جنگ هجرت جي اٺين سال واقعن مان آهي حُنين (تصغير جي صيغي سان) "مڪه مڪرمه" کان ٽن راتين جي پنڌ تي واقع هڪ چشمي جو نالو آهي هن کي غزوهٔ هوازن بہ سڏيندا آهن. هوازن اتي رهندڙ قبيلي جو نالو آهي(٢)هن جنگ ۾ بہ حضرت علي رضي الله عنه نهايت

(١) بخاري ڪتاب المغازي باب فتح مڪه (٢)مدارج النبوة ص۵١۴ـ جلد ٣

ثابت قدميءَ کان ڪم وٺندي پنهنجي اعلىٰ شجاعت جو مظاهرو ڪندي دشمنن جي لشڪر جي امير کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان سان ٻين مجاهدن جي بہ همت افزائي ٿيڻ جي ڪري اهي وڏي جوش جذبي سان وڙهيا ۽ دشمنن شڪست کاڌي. (۱)

**(۱۱) غزوه تبوڪ:** سن هجريءَ ۾ حضرت نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن غزوه تبوڪ جي لاءِ روانا ٿي رهيا هئا تہ "مدينہ منوره" ۾ اهل مدينہ جي حفاظت لاءِ حضرت علي رضي الله عنہ کي پوئتي رهايو هيائون ۽ ان ڳالهہ تي جڏهن طعنا لڳا ۽ حضرت علي رضي الله عنہ بہ جنگ ۾ شرڪت نہ ڪرڻ کان غمگين رهيو تہ پاڻ کيس فرمايائون "ڇا تون ان ڳالهہ تي راضي ناهين جو تون مون وٽ ائين هجين جيئن حضرت موسىٰ لاءِ حضرت هارون هو" (۲) (علىٰ نبينا وعليهم الصلواة والسلام) علامہ ذهبي هي لفظ آندا آهن تہ "غيرانڪ لست بہ نبي" (۳) مگر تون نبي ناهين. علامہ مزي لکيو آهي تہ هن قول کي اصحابن جي جماعت روايت ڪيو آهي ۽ اها نهايت ثابت اصح روايت آهي (۴)
ابن سعد بہ اها روايت آندي آهي (۵)

**(۱۲) پيغام پهچائڻ:** تبوڪ جي جنگ کان واپسي بعد ان ئي سال حضور عليہ الصلواة والسلام جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ کي امير حج ڪري موڪليو ان دوران سورة برآءة (توبہ) نازل ٿي تہ مٿهن نبي پاڪ عليہ الصلواة

(۱) سيرة الصحابة ص۲۶۳۔ جلد ۱ (۲) ساڳيو حوالو بخاري ڪتاب المناقب باب مناقب علي (۳) سير اعلام النبلاء حصہ سيرالخفاءِ الراشدين ص۲۶۹۔ (۴) تهذيب الكمال ص۲٦٠۔ جلد۵ (۵) طبقات ابن سعد ص۲۳۔ جلد ۳

والسلام جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ: جيڪڏهن هي سورة حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنــه سان گڏ حج جي موقعي تي ماڻهن کي ٻڌائڻ جي لاءِ موڪلي وڃي ها تہ ڀلو ٿئي ها حضور عليه الصلواة والسلام جن حضرت علي رضي الله عنــه کي گهرائي حڪم ڪيو تہ "مڪــه مڪرمــه" ۾ پهچي ماڻهن کي اها سورة ٻڌائي ۽ عام اعلان ڪري تہ ڪو بہ ڪافر جنت ۾ داخل نہ ٿيندو ۽ هن سال کان پوءِ نہ ڪو مشرڪ حج ڪندو ۽ نہ ڪو اگهاڙو تي بيت الله شريف جو طواف ڪندو ۽ جنهن جو بہ ڪو حضور عليــه الصلواة والسلام سان عهد ڪيل آهي تہ اهو صرف هڪ مهيني تائين سمجهيو ويندو (١)

(١٣) **يمن ڏانهن:** نبي پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن ســن ١٠ هـ ۾ حضرت علي رضي الله عنــه کي گهرائي يمن ڏانهن وڃڻ لاءِ فرمايو تہ عرض ڪيائين تہ يارسول الله! مون کي اهڙي قوم ڏانهن موڪليو ٿا جتي مون کان عمر ۾ وڏا ۽ تجربيڪار موجود آهن انهن جي معاملن جو فيصلو ڪرڻ مون لاءِ نهايت ڏکيو ٿيندو تہ نبي پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن سندس سيني تي هٿ رکي دعا فرمائي "اَللّٰهُمَّ اهْدِ قَلْبَـهٗ وَسَدِّدْ لِسَانَــهٗ" (اي الله هن جي زبان کي سچ ڳالهائيندڙ ۽ قلب کي روشن بناءِ) ان کان پوءِ سندس مٿي مبارڪ تي پنهنجي هٿن پاڪن سان پڳ ٻڌي اسلام جو جهنڊو هٿ ۾ ڏئي ڪيس يمن ڏانهن روانو ڪيائون ۽ حضرت علي رضي الله عنہ جي اتي پهچڻ سان رنگ لڳي ويو ۽ تعليم ۽ تلقين جي ذريعي همدان نالي قبيلي وارن اسلام قبول ڪيو (٢)

---

(١) سيرالصحابــة صـ٢٦٤ـ جلد ١ (١) ساڳيو حوالو تهذيب الڪمال صـ٢٦٠ـ جلد ٥ تهذيب التهذيب صـ٣٣٧ـ جلد ٧

**(١۴) حجة الوداع ۾ شرڪت:** ان ئي سال يعني سن ١٠ هه ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جن آخري حج ڪيو حضرت علي رضي الله عنه به يمن مان اچي ان يادگار حج ۾ سندن شريڪ ٿيو. (١)

## جانب جي جدائي

حج تان موٽڻ ڪان پوءِ سن ١١ هجري جي ربيع اول مهيني نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن جي طبيعت مبارڪ ناساز ٿي پئي ۽ ڏهن ڏينهن جي بيمار رهڻ ڪان پوءِ پاڻ ظاهري رحلت ڪيائون (انالله وانا اليه راجعون) حضرت علي رضي الله عنه جڏهن ته سندن قريب ترمائٽ هو ان جي ڪري غُسل تجهيز تڪفين ۽ تدفين جي سيني ڪمن ۾ شريڪ رهيو. (٢)

## لباس مبارڪ

پاڻ گوڏ ٻڌندا هئا قميص جون ٻانهون ڪڏهن ايتريون ڊگهيون هونديون هيون جو هٿن جي آڱرين تائين پهچنديون هيون ته ڪڏهن ٻانهن جي ڪارائيءَ جي اڌ تائين هونديون هيون ڪڏهن اڻ ڌوتل قميص به پائيندا هئا. سندن گوڏ جو ڪپڙو چتيون لڳل هوندو هو. علي بن ربيعة جو قول آهي ته مون حضرت علي (رضي الله عنه) تي قطر جون ٿهيل ٻه چادرون ڏٺيون هيون ۽ ابوسليمان ڪان روايت آهي ته مون ڪيس نجران

(١) صحيح بخاري باب مرض النبي صلى الله عليه وسلم البداية والنهاية ص ٢٢٦ جزء ٧ (٢) طبقات ابن سعد ص ٣٠ جلد ٣

جون ٻہ چادرون ڏنيون هڪ اڌ پنيءَ تائين سند ۽ گوڏ هئي تہ ٻيءَ سان پنهنجي پٺيءَ مبارڪ کي ڍڪيو هيائون امام جعفر صادق رضي الله عنــه جي غلام هرمز جو بيان آهي تہ مون ڏٺو تہ حضرت علي (رضي الله عنـــه) جي مٿي مبارڪ تي ڪاري رنگ جي پڳ ٻڌل هئي ۽ ان جا ٻہ طرا ڇڏيل هئا هڪ اڳيان ٻيو پويان. ابو حيان کان روايت آهي تہ حضرت علي رضي الله عنـه جي ٽوپي مبارڪ نهايت سٺي هوندي هئي. حارث بن بلال فرمايو تہ سندس ٽوپي مبارڪ مصر ملڪ جي ٺهيل، اڇي رنگ جي هئي.

## منڊي مبارڪ ۽ ان جو نقش

ابن سعد روايتون آنديون آهن تہ حضرت علي رضي الله عنــه کٻي هٿ ۾ منڊي پائيندو هو ۽ سندس منڊيءَ جو نقش هڪ روايت موجب "محمد رسول الله" ٻي روايت موجب "اَللهُ الْمَلِكُ"(الله بادشاهہ آهي) هو. (١)

## سردي گرميءَ جي اثر کان محفوظ

حضرت علي رضي الله عنـــه اونهاري جو ڪپڙو سياري ۾ ۽ سياري جو ڪپڙو اونهاري ۾ پائيندو هو پڇڻ تي ٻڌايائين تہ رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن مون لاءِ دعا گهري هئي "اَللّٰهمَّ اَذْهِبْ عَنْــهُ الْحَرَّ وَالبرد"(ياالله ان (علي) کان گرمي ۽ سردي دور (رک) ان جي ڪري مون کي انهن کان ڪا بہ تڪليف نہ پهچندي آهي" اخرجـه احمد. (٢)

(١) ساڳيو حوالو (٢) الرياض النضرة صـ٢٥٠ـ جلد٣ سيراعلام النبلاء حصه سير الخلفاءِ الراشدين صـ٢٢٨ـ

## جڏهن بہ جهنڊو کڻي نڪتو تہ فتح ڪري موٽيو

سيدنا امام حسن رضي الله عنــــه فرمايو تہ "جڏهن بہ حضرت علي ڪرم الله وجهــه جنگ لاءِ جهنڊو کڻي نڪتو تہ فتح ڪري موٽيو."

## مخفي صلاحڪار

حضرت جابر رضي الله عنــه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليـه وسلم جن طائف ۾ حضرت علي رضي الله عنــه سان پنهنجي منهن آهستي ڳالهايو تہ ڪي ماڻهو چوڻ لڳا. سائين ڪريم پنهنجي سوٽ سان گهڻو وقت آهستي ڳالهائي رهيا آهن پاڻ فرمايائون تہ "الله تعالىٰ ان ڪي منهنجو مخفي صلاحڪار ڪيو آهي."

## ڪڏهن بہ بت کي سجدو نہ ڪيائين

حضرت حسن بن زيد رضي الله عنــه کان روايت آهي تہ حضرت علي رضي الله عنـه ڪڏهن بہ ڪنهن بت کي سجدو نہ ڪيو هو ان جي ڪري کيس "ڪرم الله وجهـه" جي لقب سان سڏيو ويو ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنــه بہ ان صفت سان موصوف هو. (١)

## بي مثال قوت

سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنــــه خيبر جي قلعي جو

(١) الصواعق المحرقہ ص١٢٢ـ

دروازو پنهنجي پٺيءَ تي رکي بيٺو ۽ مجاهد ان تي چڙهي اندر گهڙيا جڏهن حضرت علي رضي الله عنـــه اهو لاهي رکيو تہ ان کي چاليهن مڙسن کڻي پري ڪيو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ هڪ دروازو هڪ هٿ ۾ ڍال ڪري جهليائين ۽ ٻئي هٿ سان تلوار هلائيندو رهيو تان جو الله جل شانہ کيس فتح عطا ڪئي ۽ اهو دراوزو اڇلائڻ کان پوءِ اٺن مڙسن ان کي اٿلائڻ جي ڪوشش ڪئي پر اٿلائي نہ سگهيا. (١)

## خلافت جي بيعت

سيدنا عثمان رضي الله عنـہ جي شهادت، تڪفين ۽ تدفين کان پوءِ اصحابي سڳورا، مهاجر ۽ انصار گڏ تي صلاح ڪرڻ لڳا تہ: مسلمانن جي لاءِ هڪ امير جو هجڻ ضروري آهي پوءِ حضرت طلحـــة ۽ حضرت زبير رضي الله عنهما گڏجي حضرت علي رضي الله عنـــه وٽ آيا پاڻ ان وقت پنهنجي گهر ۾ يا بني عمروبن مبذول جي باغ ۾ تشريف فرما هئا.

انهن ٻنهي کيس چيو تہ: ماڻهن جي لاءِ اڳواڻ جي ضرورت آهي پاڻ فرمايائين تہ مون کي ان جي ڪا ضرورت ناهي جنهن کي اوهان پسند ڪندؤ مان ان تي راضي آهيان انهن عرض ڪيو تہ اسين توکان سواءِ ٻئي کي پسند نہ ٿا ڪيون ائين بار بار چوندا رهيا ۽ نيٺ اٻہن چيائونس تہ اسين هينئر ان خلافت جو

(١) ساڳيو حوالو البدايـــة والنهايـــة ص٢٢٥ـ جزء٧سير اعلام النبلاء حصہ سيرالخلفاء الراشدين ص٢٢٩ـ الصواعق المحرقـة ص١٢٠ـ

اسلام ۾ اڳرائي ۽ رسول الله صلی الله عليـه وسلم جي قرابت داريءَ جي لحاظ سان توڪان وڌيڪ ڪو بہ حقدار ڪو نہ تا ڏسون" پاڻ وري فرمايائين تہ "ائين نہ ڪيو مان امير هجڻ کان وزير هجڻ ۾ خوش آهيان" انهن عرض ڪيو تہ تهنجي بيعت ڪرڻ کان سواءِ اسين ڪجهہ بہ نہ ڪنداسون. پاڻ فرمايائين تہ "پلا مسجد ۾ کُلي بيعت ڪيو منهنجي بيعت لڪ ۾ نہ ٿيندي" پوءِ پاڻ مسجد ڏانهن ان حال ۾ آيو جو ڪيس گوڏ ٻڌل، قميص پاتل ۽ پڳ ٻڌل هئي. ڪمان تي ٽيڪ ڏيندي جُتي مبارڪ هٿ ۾ ڪٺي مسجد ۾ آيو ۽ ماڻهن سندس بيعت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ اول سندس بيعت حضرت طلحـة بن عبدالله رضي الله عنـه ڪئي. (۱)

اها بيعت سيدنا عثمان رضي الله عنـه جي شهادت کان ٽي ڏينهن پوءِ ۲۱ تاريخ ذوالحج سومر جي ڏينهن ٿي هئي (۲) ۽ علامہ ابن الاثير ۽ ابن الڪثير لکيو آهي تہ بيعت ۲۵ ذوالحج جمعہ جي ڏينهن ٿي هئي. (۳)

جن بيعت نہ ڪئي تن لاءِ پاڻ فرمايائين تہ "حق کان رهجي ويا ۽ باطل سان بہ نہ گڏيا" (۴)

## پهريون خطاب

حضرت علي رضي الله عنـه خلافت جي مسند سنڀالڻ کان

---

(۱) الڪامل في التاريخ ص۱۹۰ـ جلد ۳ (۲) سيرالصحابـــة ص۲۶۸ـ جلد۱ البدايہ والنهايہ ص۲۲۵ـ جزء ۷ (۳)ساڳيا حوالا (۴) تهذيب التهذيب ص۳۳۸ـ جلد ۷

پوءِ پهريون پهريون خطاب هي ڪيو هو. حمد ۽ ثنا ڪانپوءِ فرمايائين تہ:

الله هدايت ڪندڙ ڪتاب نازل فرمائي ان ۾ ڀلائي ۽ برائي بيان ڪئي آهي. ڀلائي کي وٺو ۽ برائي کي ڇڏيو فرض، فرض آهن انهن کي الله جل شانہ جي دربار ۾ ادا ڪري موڪليو تہ اهو اوهان کي جنت ڏيندو الله حرام ڪيل شيون ڄاڻايون آهن اهي لڪل ناهن ۽ مسلمانن جي عزت سڀني عزت وارين شين کان وڌيڪ ڪئي اٿس ۽ اخلاص ۽ توحيد سان مسلمانن جا حق سخت ڪيا اٿس مسلمان اهو آهي جو حق کان سواءِ ان جي زبان ۽ هٿ کان مسلمان سلامت رهن وجوبي حق کان سواءِ مسلمان جو رت هارڻ ڪنهن جي لاءِ بہ حلال ناهي موت کان اڳي عام ۽ خاص جي حق کي جلد ادا ڪري وٺو الله کان ان جي شهرن ۽ ٻانهن جي معاملي ۾ ڊڄو اوهان کان ميدانن ۽ چوپاين جي باري ۾ پڇاڻو ڪيو ويندو الله جي اطاعت ڪيو بي فرماني نہ ڪيو ڀلائي ڏسو تہ وٺو براين کان بچوَ انتهيٰ ملخصا. (١)

## مسند خلافت سنڀالڻ کان پوءِ

سيدنا علي المرتضيٰ رضي الله عنـــه جي طرفان خلافت جي مسند سنڀالڻ کان پوءِ پهريون ڪم سيدنا حضرت عثمان رضي الله عنـــه جي قاتلن کي هٿ ڪري سزا ڏيڻ هو پر رڪاوٽ هيءَ هئي تہ شهادت جي وقت حضرت عثمان جي صرف اهليہ نائلـــة

(١) ساڳيو حوالو

بنت القرافصہ موجود هئي جيكا ان كان سواءِ ڪجھہ نہ ٻڌائي سگھي تہ محمد بن ابي بکر ٻن ماڻھن سان گڏ جن کي اها سڃاڻندي نہ هئي اندر آيو. حضرت علي رضي الله عنہ محمد بن ابوبڪر کي گرفتار ڪرايو تہ اهو قسم کڻي جان ڇڏائي ويو تہ مان قتل جي ارادي سان داخل ضرور ٿيو هوس پر مون قتل نہ ڪيو هو البت ساڻس داخل ٿيندڙ ٻن ڄڻن اهو ڪم ڪيو جن کي اهو بہ سڃاڻندو نہ هو تہ ڪير هئا.

حضرت بيبي نائلہ بہ ان ڳالھہ جي تصديق ڪئي تہ محمد بن ابوبڪر قتل ۾ شريڪ نہ هو مقصد تہ قاتلن جي تعين لاءِ ڪو شرعي قطعي ثبوت نہ ملڻ جي ڪري حضرت علي رضي الله عنہ کا بہ ڪاروائي ڪري نہ سگھيو.

## اهم عهديدارن کي هٽائڻ

حضرت علي فورًا حضرت عثمان رضي الله عنہ جي دور ۾ مقرر ڪيل اهم عهديدارن کي هٽائي پنهنجي طرفان ٻيا عهديدار رکيا عمارة بن حسان کي ڪوفي جو، عثمان بن حنيف کي بصره جو، حضرت عبدالله بن عباس کي يمن جو حاڪم مقرر ڪيو هيائين سهل کي شام جي حڪمرانيءَ جو آرڊر مليو هو پر اهو جڏهن تبوڪ جي ويجهو پهتو تہ حضرت معاويہ رضي الله عنہ جي حمايت ڪندڙن ان کي مجبور ڪري مدينہ منوره ڏانهن واپس ڪيو. (١)

---

(١) سيرالصحابہ ص٢٦٩ـ جلد ١

## باهمي اختلاف ۽ جنگيون

حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه تہ مذكوره سبب جي كري سيدنا عثمان رضي الله عنه جي قاتلن كي سزا ڏئي نہ سگهيو پر كيترن ماڻهن ان كي غلط رنگ ڏئي چيو تہ حضرت علي رضي الله عنه عمدًا ائين كري رهيو آهي انهن اصحاب كرام ۾ شديد اختلاف پيدا كيا جن جي كري حضرت علي، حضرت معاويہ ۽ ام المؤمنين سيده عائشہ رضي الله عنها و عنهما ۾ جنگيون ٿيون جن جو تفصيل وڏن كتابن ۾ ڏسي سگهجي ٿو والله الهادي.

## كار ناما

سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه پنهنجي خلافت جي دور ۾ حضور پرنور عليه الصلواة والسلام جي پاك زندگي ۽ ٽن راشد خليفن سيدنا حضرت ابوبكر صديق، سيدنا حضرت امير عمر، سيدنا حضرت عثمان غني رضي الله عنهم جي سهڻي طريقي كي نہ وساريو هو. ان وقت مسلمانن ۾ سيدنا عثمان غني رضي الله عنه جي شهادت جي افسوس ۽ ارمان گهڻن اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جي دلين كي سخت صدمو پهچايو هو ۽ كيترن اندر جي كوٽن ابن سباجي ٽولي وارن سيدنا علي رضي الله عنه كان اهڙن كمن وٺڻ جي كوشش كئي جيكي خلفاءِ ثلاثہ رضي الله عنهم تي طعن جو سبب بنجن پر پاڻ نهايت تدبرَ ۽ اعلىٰ صلاحيتن كان كم وٺندي

انهن جي غلط خواهشن کي پورو نہ ڪيائون. سندن خلافت جاڪجهہ ڪارنامہ هن ڪتاب جي پڙهندڙن لاءِ لکجن ٿا.

(١) **ملڪي نظم و نسق:** حضرت علي ڪرم الله وجهہ مملڪت جي انتظام ۾ سيدنا عمر رضي الله عنہ جي نقشِ قدم تي هلڻ کي اهميت ڏيندو هو. ۽ ان جي قائم ڪيل انتظامات ۾ڪنهن بہ قسم جو تغير ڪرڻ پسند نہ ڪندو هو هڪ ڀيري نجران جي يهودين (جن کي حضرت عمر رضي الله عنہ حجاز مان جلا وطن ڪري نجران ۾ آباد ڪرايو) نهايت عاجزي ۽ چاپلوسي ڪندي سيدنا علي رضي الله عنہ کي درخواست ڏني تہ کين وري سندن قديم وطن ۾ واپس اچڻ جي اجازت ڏني وڃي تہ پاڻ سختيءَ سان انڪار ڪندي فرمايائين تہ (اهو عمر جو فيصلو هو ۽) عمر کان وڌيڪ ڪنهن جي راءِ صحيح هوندي؟ (١)

(٢) **ڪامورن جي نگراني:** ملڪي انتظام ۾ سڀ کان اهم ڪم ڪامورن جي نگراني هوندي آهي سيدنا حضرت علي رضي الله عنہ ان ڳالهہ جو خاص اهتمام رکيو هو پاڻ انهن کي مفيد نصيحتن سان نوازيندو هو هر وقت انهن جي طرز عمل تي تحقيق ڪرائيندو هو. پاڻ هڪ ڀيري ڪعب بن مالڪ رضي الله عنہ کي ان خدمت تي مقرر ڪيائين تہ ڪيس هنن لفظن سان هدايت ڪيائين "تون پنهنجن ساٿين مان ڪجهہ ماڻهو وٺي وڃ ۽ هر جاءِ تي اتي جي عهديدارن جي چڱيءَ طرح جاچ ڪر تہ سندن سيرت ۽ ڪردار ڪهڙو آهي؟" پاڻ

(١) سيرالصحابہ ص۳۰۴۔ جلد ١

عهديدارن جي فضول خرچن ۽ غلط روين تي سخت نوٽيس وٺندو هو. پنهنجن مٽن مائٽن کي بہ انهن معاملن ۾ رعايت نہ ڏيندو هو.

## عدل ۽ انصاف

حضرت علي رضي الله عنـــہ، هڪ نصرانيءَ وٽ پنهنجي زرهہ ڏٺي ۽ پاڻ وقت جي قاضي (مجسٽريٽ) شريح وٽ دعوىٰ داخل ڪيائين پاڻ فيصلي واري ڏينهن قاضي صاحب جي پر ۾ اچي ويٺو ۽ فرمايائين تہ جيڪڏهن جوابدار مسلمان هجي ها تہ مان بہ ان سان گڏ ويهان ها پوءِ پنهنجو بيان ڪندي فرمايائين تہ "هيءَ زرهہ منهنجي آهي" نصرانيءَ چيو تہ "هيءَ زرهہ تہ منهنجي آهي" اميرالمؤمنين (معاذالله) ڇو ٿو ڪوڙ ڳالهائيءَ قاضي شريح حضرت علي رضي الله عنـــہ کي چيو تہ: اوهان جا شاهد آهن؟ تہ پاڻ کلندي فرمايائين تہ نہ. فيصلو نصرانيءَ جي حق ۾ ٿيو ۽ اهو زرهہ کڻي روانو ٿيو ٿورڙو اڳتي وڃي موٽيو ۽ چيائين تہ "مان شاهدي ڏيان ٿو تہ هي انبياءَ" (عليهم الصلواة والسلام) جا فيصلا آهن اميرالمؤمنين مون کي قاضي جي اڳيان پيش ڪيو آهي ۽ سندس رکيل قاضي سندس خلاف فيصلو ڏني رهيو آهي پوءِ مسلمان ٿي مڃيائين تہ زرهہ حضرت علي رضي الله عنـــہ جي آهي جيڪا صفين واري جنگ ۾ سندس هٿان ڪري پئي هئي. حضرت علي رضي الله عنـــہ ان جي مسلمان ٿيڻ جي ڪري گهڻو خوش ٿيو ۽ ان کي اها زرهہ ۽ هڪ گهوڙو بہ عطا فرمايائين. (١)

(١) الكامل في التاريخ صـ ٤٠٠ـ جلد ٣

# تواضع ۽ انڪساري

سيدنا علي رضي الله عنه جن جي مزاج ۾ ايتري هيٺاهين هئي جو مغربي آفريڪا کان وٺي سمر قند تائين سرزمين جي حاڪم هجڻ جي باوجود ڪوفه جي بازار ۾ پاڻ پيادل هلندا هئا ۽ جيڪي مسڪين ۽ غريب ڪجهه عرض ڪرڻ گهرندا هئا ته هلندي ڪندا ويندا هئا ۽ اڳيان هلڻ وارن ماڻهن کي پيا سڏي چوندا هئا ته رستو ڏيو پري ٿيو اميرالمؤمنين تشريف وٺي وڃي رهيو آهي. (١)

# علم

حضرت علي رضي الله عنه ابتدا کان ئي علم ۽ فضل جي مرڪز حضور پر نور عليه الصلواة والسلام کان تعليم ۽ تربيت حاصل ڪئي هئي ۽ لکڻ، پڙهڻ ته پاڻ ننڍي هوندي کان ئي سکيل هو. (٢)

پاڻ ڪاتبِ وحي به رهيو حديبيه جو صلح نامو به پاڻ لکيو هيائين امام احمد مناقب ۾ آندو آهي ته پاڻ قرآن ڪريم جو بهترين قاري، وڏو فقيه بهادر ۽ سخاوت جو صاحب هو پاڻ ئي فرمايو هيائين "سَلُوْنِيْ" (جيڪي وڻيو) مون کان پڇو (٣) هڪ پيري نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جي خدمت ۾ عرض ڪيائين ته "يارسول الله! مون کي ڪجهه ارشاد فرمايو" پاڻ ارشاد

(١) اوراق غم ص-٢١٣ـــ (٢) فتوح البلدان للبلاذري صـــ
(٣) الرياض النضرة مختلف صفحات جلد٢

فرمايائون تـ "قُلْ رَّبِيَ اللهُ ثُمَّ اسْتَقِمْ" (چوءِ تـ منهنجو رب الله آهي ان کان بعد (ان تي) استقامت سان (رهـ) اهو ٻڌي مون هي الفاظ چيا "اَللهُ رَبِّيْ وَمَا تَوْفِيْقِيْ اِلاَّ بِاللهِ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَاِلَيْهِ اُنِيْبُ" (منهنجو رب الله آهي ۽ منهنجي توفيق الله سان آهي ان تي ئي توڪل ڪئي اٿم ۽ ان ڏانهن ئي رجوع ڪيان ٿو) پاڻ اهو ٻڌي فرمايائون تـ "اي حسن جا پيءُ! توکي علم جي مبارڪ آهي تو علم کي ڍوءُ ڪري پيتو آهي." (١)

## تفسير ۽ علوم القرآن

اسلامي علوم ۽ معارف جو اصل سرچشمو قرآن پاڪ آهي حضرت علي رضي الله عنه ان سرچشمي مان پوري طرح ڍوءُ ڪيل ۽ انهن اصحابن رضي الله عنهم مان هو جن حضرت حبيب عليه الصلواة والسلام کان نـ صرف پورو قرآن ڪريم زباني ياد ڪيو هو. بلڪ ان جي هڪ هڪ آيت جي معنيٰ ۽ شان نزول کان واقف هو ابوالطفيل کان روايت آهي تـ حضرت علي رضي الله عنه فرمائيندو هو تـ "مون کان پڇو مان هر آيت جي متعلق ڄاڻان ٿو تـ رات جو لٿي آهي يا ڏينهن جو" (٢) ابن سعد جي روايت آهي تـ پاڻ فرمايائين: مان هر هڪ آيت جي لاءِ ٻڌائي سگهان ٿو تـ ڪٿي. ڇو ۽ ڪنهن جي حق ۾ نازل ٿي آهي. مفسرن پلارن سندس روايت تي ڪيترين آيتن جو تفسير لکيو آهي. ڏسو تفسير ابن جرير، تفسير ابن ابي حاتم، تفسير ابن ڪثير وغيره.

(١) ساڳيو حوالو (٢) الاصابة صـ٥٠٦ـ جلد ٢

قرآن ڪريم مان اجتهاد ۽ مسائل جي استنباط ۾ سندس وڏو ملڪو هو. ناسخ ۽ منسوخ جي ڄاڻ ۾ ڪيس وڏو ڪمال هو ڪوفي جي مسجد ۾ جيڪڏهن ڪو وعظ نصحيت ڪرڻ گهرندو هو تہ پاڻ ان کان ناسخ منسوخ آيتن جو پڇندا هئا جيڪڏهن نفي ۾ جواب ڏيندو تہ پاڻ ان کي تنبيہ ڪندي وعظ جي اجازت نہ ڏيندا هئا.

آيتن جي تفسير ۽ تاويل جي متعلق ڪانئس ايتريون گهڻيون روايتون آيل آهن جو جيڪڏهن انهن کي جمع ڪيو وڃي تہ هڪ ٿلهو ڪتاب تيار ٿي وڃي. (١)

## حديث پاڪ جو علم

حضرت علي رضي الله عنہ تنيڻ کان وٺي نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جي ظاهري رحلت تائين زندگيءَ جا پورا ٽيهہ سال حضور صلى الله عليہ وسلم جي خدمت ۽ رفاقت ۾ گذاريا هئا ان جي ڪري اسلام جي احڪام، فرائض ۽ نوافل ۽ نبوي ارشادات علىٰ قائلها الصلوات والتسليمات جو ڪيس ڪافي علم هو. حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي ظاهري انتقال کان بعد بہ پاڻ ٽيهہ سال ارشادات ۽ افادات جي مسند تي جلوي افروز رهيو ان جي ڪري ٻين راشد خليفن رضي الله عنهم کان ڪيس حديث جي روايت جو وڌيڪ وقت مليو پر پاڻ ان سلسلي ۾ نهايت محتاط رهيو ان جي ڪري سندس روايت ڪيل حديثن جو تعداد پنج سوء ڇهاسي (٥٨٦) آهي ويهن

(١) سير الصحابہ صـ ٣١٠ـ جلد ١

حديثن تي بخاري ۽ مسلم متفق آهن نو (٩) حديثون صرف بخاريءَ ۾ آهن مسلم ۾ناهن ڏهہ (١٠) حديثون صرف مسلم ۾ آهن بخاريءَ ۾ ناهن الغرض تہ صحيحين ۾ سندس روايت ڪيل اوڻيتاليهہ (٣٩) حديثون آهن (١)

پاڻ هيٺ لکيل اصحابن رضي الله عنهم کان بہ حديثون روايت ڪيون اٿس ١ حضرت ابوبکر صديق ٢ حضرت عمر بن خطاب ٣ حضرت مقد ادبن اسود ۴ سيده فاطمہ زهراءَ ۽ حضرت علي رضي الله عنـه کان حديثون روايت ڪندڙ ڪجهہ هي آهن ١ ابراهيم بن عبدالله بن حنين ٢ ابراهيم بن عبدالله بن عبدالقاري ٣ ابراهيم بن محمد سندن اولاد مان هو ۴ حنيف بن قيس تميمي ۵ اسماءَ بن حڪم فزاري ٦ اسود بن يزيد نخعي ٧ اسيد بن صفوان ٨ صبغ بن نباتہ حنظلي ٩ اوس بن ابي اوس ثقفي ١٠ برلوبن عازب انصاري ١١ بريد بن اصرم ١٢ بشر بن سحيم غفاري ١٣ بلال بن يحيیٰ عبسي ١۴ ثعلبة بن يزيد جماني ١۵ جابر بن سمرة ١٦ جابربن عبدالله ١٧ جاريہ بن قدامـة ١٨ جرير ضبي ١٩ سندن پاڻيجو جعده بن هبيره ٢٠ حارث بن سويد تيمي ٢١ حارث بن عبدالله همداني ٢٢ حارث هي سليمان بن عبدالله جو ڏاڏو هو (٢٣) حارثہ بن مضرب ڪوفي ٢۴ وجبة بن جوين العرني وغيرهم. (٢)

سندن خاندان مان هنن شخصيتن کانئس حديثون روايت ڪيون آهن.

١ حضرت امام حسن ٢ حضرت امام حسين ٣ حضرت محمد بن حنفيـہ ۴ حضرت عمر سندن فرزند ۵ حضرت فاطمہ

(١) تهذيب الڪمال صـ٢۵٧ـ جلد ۵ (٢) تهذيب الڪمال صـ٢۵٧ـ جلد ۵

سندن نياڻي ٦_ محمد بن عمر بن علي ٧_ علي بن حسين بن علي سندن پوٽن ٨_ عبدالله بن جعفر بن ابي طالب پائڻئي وغيرهم. (١)

## ڪجهہ روايت ڪيل حديثون

(١) حرث حضرت علي رضي الله عنه ڪان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن ڪنهن مريض تي ڦيٽو وجهندا هئا تہ هي الفاظ چوندا هئا "اَذْهِبِ الْبَاسَ رَبَّ النَّاسِ اِشْفِ اَنْتَ الشَّافِي لَا شِفَاءَ اِلَّا شِفَاؤُكَ شِفَاءً لَا يُغَادِرُ سَقَمًا" اي ماڻهن جا پالڻهار! تڪليف لاهي ڇڏ، شفا ڏي تون ئي شفا ڏيندڙ آهين تنهنجي شفا ڪان سواءِ ڪا بہ شفا ناهي اهڙي شفا (ڏي) جيڪا ڪا بہ بيماري نہ ڇڏي.

(٢) ابو اسحاق حارثة ڪان ان حضرت علي رضي الله عنه ڪان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن ۽ سندن گهر وارا (پاڻيءَ جي) هڪ ئي ٿانو مان غسل ڪندا هئا.

(٣) حضرت امام حسين پنهنجي والد حضرت علي رضي الله عنهما ڪان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن حسن ۽ حسين جي هٿ مان وٺي فرمايو "مَنْ اَحَبَّنِيْ وَاَحَبَّ هٰذَيْنِ وَاَبَاهُمَا وَاُمَّهُمَا كَانَ مَعِيَ فِي دَرَجَتِيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ"(٢) جنهن مون سان ۽ هنن ٻن سان ۽ هنن جي پيءُ ۽ ماءَ سان محبت رکي اهو قيامت جي ڏينهن مون واري درجي ۾ مون سان گڏ هوندو.

---

(١) سيرالصحابة ص٣١٣_ جلد١ (٢)مسند علي للسيوطي ص٢٨_

(۴) ثعلبة حضرت علي رضي الله عنه كان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلي الله عيله وسلم جن فرمايو "مَنْ كَذَبَ عَلَيَّ مُتَعَمِّدًا فَلْيَتَبَوَّا مَقْعَدَهُ مِنَ النَّارِ" جنهن ڄاڻي واڻي مون تي كوڙ هنيو اهو پنهنجي جاءِ جهنم جي باهہ ۾ تيار كري.

(۵) ام موسىٰ حضرت علي رضي الله عنه كان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو آخري ارشاد هي هو "اَلصَّلَوٰةَ، اَلصَّلواةَ، اِتَّقُواللهَ فِيْمَا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ" نماز،نماز،الله كان پنهنجن (خريد كيلن ) ٻانهن جي معاملي ۾ ڊڄو.

(٦) حضرت محمد بن علي رضي الله عنهما پنهنجي والد حضرت علي كان روايت آندي آهي ان حضرت ابن عباس رضي الله عنهما كان ٻڌو تہ رسول الله صلى الله عيله وسلم جن خيبر جي جنگ وقت متعہ واري نكاح ۽ گهرو گڏهن جي گوشت كائڻ كان روكيو هو.

(٧) حضرت امام حسن پنهنجي پيءُ حضرت علي رضي الله عنهما كان روايت آندي آهي تہ مان رسول الله صلى الله عيله وسلم جن جي خدمت ۾ ويٺو هوس تہ (حضرت) ابوبكر ۽ (حضرت) عمر (رضي الله عنهما) سامهون آيا پاڻ فرمايائون تہ "يَاعَلِيُّ! هٰذَانِ سَيِّدَ اكُهُوْلِ اَهْلِ الْجَنَّةِ وَشَبَابِهَا بَعْدَ النَّبِيِّيْنَ وَالْمُرْسَلِيْنَ" (١) اي علي! هي ٻئي نبين ۽ مرسلن (عليهم الصلواة والسلام) كان پوءِ جنتي كَرڙ وڏن ۽ جوانن جا سردار آهن.

(١) سمجهاڻي: هي سڀ روايتون مسند امام احمد بن حنبل ص٧٥ـ كان ص٨٨ـ تائين مختلف صفحات مان لكيون ويون آهن

(٨) ابو رافع پنهنجي پيءُ کان ان حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "جيڪڏهن مان پنهنجي امت تي ڏکيائي نہ سمجهان ها تہ انهن کي هر نماز (جي لاءِ وضو ڪرڻ ) وقت ڏندڻ جو امر ڪيان ها."

(٩) حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلمجن منع فرمايو تہ "ڪو ماڻهو رڪوع ڪندي يا سجدو ڪندي قرآن پڙهي"

(١٠) حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليهوسلم جن فرمايو "جنهن گهر ۾ تڙوارو انسان،تصوير(مجسم)ء ڪتو آهي ان ۾ ملائڪ نہ تاداخل ٿين"

(١١) حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن نماز عشاء کان اڳي ۽ پوءِ وڏي آواز سان قرآن پاڪ پڙهڻ کان ان جي ڪري روڪيو هو تہ ماڻهو نماز ۾ پلجي نہ پون.

(١٢) سيدنا علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن وياج کارائيندڙ، کائيندڙ، لکندڙ ۽ ان جي شاهدن تي لعنت ڪئي آهي

(١٣) حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن وضوءَ ۾ هر عضوو ٿي ٿي پيرا ڌوئڻ فرمايو. مگر مٿي جي مسح هڪ پيرو ڪيائون (١)

---

(١) مسند علي ابن طالب ص-٣- (٢) ساڳيو حوالو ص-٧-

(۱۴) حضرت علي رضي الله عنـــــه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليـــه وسلم جن اسان وٽ تشريف فرما ٿيا ۽ رات بہ اسان وٽ رهي پيا حسن ۽ حسين ننڊ ۾ هئا. حسن ننڊ مان اٿي پاڻي گهريو تہ رسول الله صلی الله عليـــه وسلم جن پاڻ اٿي اسان جي پاڻي لاءِ رکيل کليءَ مان پاڻي ڪڍيو ۽ هڪ قول مطابق هڪ ٻنا کير جي ٻڪريءَ مان کير ڏهڻ لڳا تہ ان مان کير وهي آيو ان کان بعد اهو کڻي (حضرت) حسن کي پيارڻ آيا تہ (حضرت) حسين بہ پاڻي گهريو پاڻ ان کي نہ ڏيندي (حضرت) حسن کي پيارڻ لڳا اهو ڏسي سيده فاطمہ (رضي الله عنها وعنهم) عرض ڪيو تہ يارسول الله! (صلی الله عليـــــه وسلم) شايد حسن اوهان کي وڌيڪ پيارو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ "نہ پر حسن اڳ ۾ پاڻي گهريو هو" ان کان پوءِ پاڻ (سيده) فاطمہ کي فرمايائون تہ "اِنِّيْ وَاِيَّاكَ وَهٰذَانِ وَهٰذَا الرَّاقِدُ يعني عَلِيًّا يَوْمَ الْقِيٰمَـــةِ فِيْ مَكَانٍ وَاحِدٍ" (۱) مان "تون" هي ٻئي ۽ هي ستل (يعني حضرت علي) قيامت جي ڏينهن (بهشت جي) هڪ مقام ۾ هوندا سين.

(۱۵) حضرت امام حسين رضي الله عنـــــه کان روايت آهي تہ (سيدنا) علي (رضي الله عنــــه) وضوءَ لاءِ پاڻي گهرايو جڏهن آندو ويو تہ پاڻ ٽي ڀيرا هٿ ڌوتائون ٽي ڀيرا گرڙيون ڪيائون ٽي ڀيرا نڪ کي پاڻيءَ سان صاف ڪيائون ٽي ڀيرا منهن ڌوتائون ٽي ڀيرا سڄي ٻانهن ٺونٺ سميت ٽي ڀيرا کٻي ٻانهن ٺونٺ سميت ڌوتائون ان کان پوءِ هڪ ڀيرو مٿي جي مک

(۱) ساڳيو حوالو ص۷ـ

ڪيائون ان کان پوءِ سڄو پير ڳرڻ سميت ٽي پيرا ڌوتائون ۽ وري اهڙي طرح ڪٻو پير بہ ڌوتائون ان کان بعد اٿي بيهي وضوءَ جي پاڻيءَ مان بچيل پاڻي پيتائون. اهو ڏسي مون کي عجب لڳو تہ پاڻ فرمايائون "عجب ۾ نہ پؤ مون تنهنجي بابي نبي (ڪريم) (عليـــه الصلواة والسلام) جن کي هيئن (وضو) ڪندي ڏٺو جيئن مون ڪيو ۽ پاڻ بہ ائين وضوءَ جي بچيل پاڻيءَ مان پاڻي پيتائون جيئن مون پيتو" (١)

## وضاحت

هن حديث مان واضح ٿيو تہ حضرت علي رضي الله عنـه بہ ائين وضو ڪندا هئا جيئن اسين اهل السنت والجماعت وارا ڪندا آهيون ۽ اهوئي حق ۽ صحيح آهي.

(١٦) حضرت علي رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن (حضرت) جعفر طيار (رضي الله عنــه) کي فرمايو "اَشْبَهْتَ خَلْقِيْ وَ خُلُقِيْ" (٢) تون مون سان خِلقت ۽ اخلاق ۾ مشابہ آهين

(١٧) حضرت عبدالله بن عباس (رضي الله عنهما) کان روايت آهي تہ جڏهن حضرت عمر (رضي الله عنـه) کي شهادت کان پوءِ چادر سان ڍڪي رکيو ويو تہ حضرت علي رضي الله عنـــه ان جي مٿان اچي بيٺو ۽ فرمايائين تہ "اني لارجو ان يجمعڪ الله مع صاحبيك لاني كنت اسمع رسول الله صلى الله عليـه وسلم يقول "ذَهَبْتُ اَنَا وَ اَبُوْبَكْرٍ وَعُمَرُ وَ فَعَلْتُ اَنَا وَاَبُوْبَكْرٍ وَعُمَرُ"(٣) مان ۽ ابوبڪر ۽ عمر وياسين ۽ مون، ابوبڪر ۽ عمر هيئن ڪيو.

(١) مسند علي ص-٩- (٢) مسند علي ص-١١- (٣) البحرالزخار ص-١٠٢- جلد ٢

## وضاحت

حضرت علي رضي الله عنـــه جي هن ارشاد مبارڪ مان واضح ٿيو تہ پاڻ حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما سان پيار رکندا هئا ۽ سندن جنتي هجڻ جا پاڻ شاهد آهن.

(١٨) حضرت ابن عباس رضي الله عنهما حضرت علي رضي الله عنـــه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليــه وسلم جن فرمايو: "قَدِّمُوْاقُرَيْشًا وَّلَا تَتَقَدَّمُوْهَا فَلَوْلَا تَبْطَرَ قُرَيْشٌ لَاَخْبَرْتُهَا بِمَا لَهَا عِنْدَاللهِ عَزَّوَجَلَّ" (١) قريشين کي اڳواڻ بنايو انهن کان اڳي نہ ٿيو جيڪڏهن قريشي غرور نہ ڪن ها تہ مان انهن کي ٻڌايان ها تہ سندن الله وٽ ڪهڙو قدر آهي؟

(١٩) حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضرت علي حضرت عبدالرحمٰن بن عوف کي فرمايو تہ: مون رسول الله صلی الله عليـــه وسلم جن کان تنهنجي لاءِ ٻڌو: تہ "اِنَّکَ اَمِيْنٌ فِي السَّمَآءِ اَمِيْنٌ فِی الْاَرْضِ" (٢)

"يقينن تون آسمان ۾ بہ امين (جي لقب سان مشهور) آهين تہ زمين ۾ بہ امين آهين."

## وضاحت

هن روايت مان حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنہ جو شان ظاهر ٿي رهيو آهي.

(٢٠) حضرت علي جي فرزند عمر رضي الله عنـه پنهنجي پيءُ حضرت علي کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلی الله

(١) البحر الزخار صـ١١٢ـ جلد ٢ (٢) البحر الزخار صـ١١٣ـ جلد ٢

عليه وسلم جن فرمايو "اِنَّ فِي الْجُمُعَةِ لَسَاعَةً لَّايَوَا فِقُهَا مُسْلِمٌ يَسْأَلُ اللهَ فِيْهَا اِلاَّ اَعْطَاهُ اِيَّاهُ" (١) يقيناً جمعہ جي ڏينهن ۾ هڪ اهڙي گهڙي آهي جنهن سان موافق ٿي ڪو بہ مسلمان ڪا دعا گهرندو تہ الله ان کي اها عطا ڪندو.

## وضاحت

هن روايت ۾ دعا مستجاب ٿيڻ واري گهڙي کي نہ مقرر ڪرڻ مان مقصد اهو هو تہ هر مومن جمعہ ڏينهن جي هر گهڙيءَ کي سعادت سمجهي ان ۾ الله جل شانہ جي عبادت ڪري ۽ الله جل شانہ کي راضي ڪري.

(٢١) حضرت علي رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ "ڪان اَلنَّبِيَّ صَلی الله عليــه وسلم يُوتِرُ بِثَلاثٍ" (٢) نبي ڪريم عليــه الصلواة والسلام جن وترجون ٽي (٣) رڪعتون پڙهندا هئا.

## وضاحت

هن روايت مان واضح ٿيو تہ اسان حنفين جو (٣) ٽي رڪعتون وتر پڙهڻ صحيح آهي دليل سان آهي.

(٢٢) ابن ابي ليلیٰ حضرت علي رضي الله عنـــــه کان روايت آندي آهي تہ (سيده) فاطمہ (رضي الله عنها) کي گهر ۾ جنڊ هلائڻ جي ڪري هٿن (مبارڪن) ۾ تڪليف ٿي پئي ۽ نبي پاڪ عليـــه الصلواة والسلام جن وٽ غلام آيا هئا. فاطمہ (زهراءَ رضي الله عنها) نبي پاڪ عليــــــه الصلواة والسلام

(٢) ساڳيو ص٢٥٧ـ جلد ٢ (٢) مسند علي للسيوطي ص٢٩ـ

جن جي خدمت ۾ غلام لاءِ عرض ڪرڻ وئي پر پاڻ ان وقت گهر ۾ تشريف فرمانہ هئا ان جي ڪري (سيده) عائشہ (رضي الله عنها) کي ٻڌائي آئي. پوءِ پاڻ ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن اسان جي گهر ان وقت تشريف فرما ٿيا جنهن وقت اسان بسترن تي سمهي رهيا هياسين اسان ڪين ڏسي اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر پاڻ اسان کي اٿڻ کان روڪيندي اسان جي وچ ۾ اهڙي نموني تشريف فرما ٿيا جو سندن پيرن (مبارڪن) جي ٿڌڪار مون پنهنجي سيني تي محسوس ڪئي. پاڻ اسان کي فرمايائون تہ "مان اوهان کي غلام ڏيڻ کان وڌيڪ شيءِ ٻڌايان؟ جڏهن اوهان بسترن تي سمهڻ جو ارادو ڪيو تہ ٣٤ پيرا الله اڪبر ٣٣ پيرا سبحان الله ٣٣ پيرا الحمدلله چوندا ڪيو" (اهو اوهان جي لاءِ غلام کان ڀلو آهي) (١)

(٢٣) حضرت علي رضي الله عنـــہ کان روايت آهي تہ: مون کي رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن يمن ڏانهن قاضي ٿي وڃڻ لاءِ ارشاد فرمايو. مون ڪين عرض ڪيو تہ يارسول الله! مون کان وڏي عمر وارن ڏانهن قاضي ڪري ٿا موڪليو مان تہ **اجان** ننڍي عمر وارو آهيان؟ مان قضاءَ مان **ڇا ڄاڻان؟ پاڻ منهنجي** سيني تي هٿ (مبارڪ) رکي دعا جا هي **الفاظ فرمايائون** "اَللّٰهُمَّ ثَبِّتْ لِسَانَہٗ وَاهْدِ قَلْبَہٗ" ياالله! هن جي زبان ثابت رک ۽ **هن جي دل** کي هدايت سان نواز اي علي! جڏهن تو وٽ ٻہ ڌريون فيصلي لاءِ وهن تہ تيستائين انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪو فيصلو نہ ڏي جيستائين ٻنهي کي نہ ٻڌين جڏهن ائين ڪندين تہ تنهنجي لاءِ

(١) مسند علي للسيوطي ص٢٢۔

فيصلو كلي بيهندو. حضرت علي رضي الله عنـــه فرمايو تہ "ان
كان پوءِ مون لاءِ فيصلو كرڻ كڏهن بہ ڏكيو نہ رهيو" (١)
(٢۴) حضرت علي رضي الله عنـــه كان روايت آهي تہ
(حضرت) ابوبكر (رضي الله عنـــه) جو صديق لقب رسول الله
صلى الله عليـــه وسلم جن جي (پاڪ) زبان تي الله تعالىٰ پاڻ
ركيو هو. (٢)

## وضاحت

هن روايت مان واضح ٿيو تہ حضرت علي رضي الله عنـــه
جي دل ۾ حضرت ابوبكر صديق (رضي الله عنـــه) جي لاءِ
نهايت محبت ۽ عزت هئي ۽ پاڻ ان جي صداقت كي دل سان
تسليم كري سندس شان بيان كندو رهيو.

(٢۵) محمد بن عقيل كان روايت آهي تہ: حضرت علي
رضي الله عنـه اسان سان مخاطب ٿي فرمايو: اي (سامهون ويٺل)
انسانو! مون كي ٻڌايو تہ ماڻهن مان وڌيڪ بهادر كير آهي؟ ماڻهن
عرض كيو تہ: اي اميرالمؤمنين! اوهان وڌيڪ بهادر آهيو پاڻ
فرمايائون تہ "مون جنهن سان بہ جنگ كئي آهي ان كي يا قتل يا
مٺو ست كيو اٿم پر مون كي ٻڌايو تہ سيني كان
وڌيڪ بهادر كير آهي؟" عرض كيائون تہ اسين نہ ٿا ڄاڻون تہ
وڌيڪ بهادر كير آهي پاڻ فرمايائون تہ "ابوبكر" (رضي الله
عنـــه) جڏهن بدر جي جنگ ٿي هئي ۽ اسان رسول الله صلى الله
عليـــه وسلم جي لاءِ هڪ ڇپر ٺاهيو ۽ (پاڻ ۾) چيوسين تہ
"رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن جي چوكيداري لاءِ

(١) ساڳيو حوالو ص٢۵- (٢) مسند علي ص٧-

ڪير هتي حاضر رهندو؟ دشمنن جو حملي ڪرڻ وارو زور بہ اتي رهندو تہ الله جو قسم آهي ان وقت ٻيو ڪير بہ نہ بيٺو صرف (حضرت) ابوبڪر صديق رضي الله عنـــہ ئي هو جيڪو تلوار کڻي بيهي رهيو ڪو بہ دشمن ويجهو آيو ٿي تہ پاڻ ان کي ڊوڙائي رهيو هو. پوءِ ماڻهن مان وڌيڪ بهادر اهو ئي آهي ۽ مون (مڪہ مڪرمہ ۾) ڏٺو تہ مڪہ مڪرمہ جا قريشي ڪافر رسول الله صلى الله عليـــہ وسلم جن سان وڙهي چئي رهيا هئا تہ: تون اهو آهين جنهن هڪ الله جي عبادت لاءِ سڏڻ شروع ڪيو آهي. الله جو قسم آهي تہ پوءِ ڪير بہ سندن ذات عالي صفات کي ڇڏائڻ ۽ دشمنـن کي هٽائڻ جـي لاءِ (حضـرت) ابوبڪر (رضي الله عنـــہ) کان سواءِ ويجهو نہ ٿي ويو اهو ئي هڪ شخص هو جيڪو انهن دشمنن کي ڌڪ هڻي هٽائي چئي رهيو هو تہ: ڇا اوهان ان هستيءَ کي شهيد ڪيو ٿا جيڪو چوي ٿو تہ "منهنجو رب هڪ الله آهي" ان کان بعد حضرت علي پنهنجي مٿان ڍڪيل چادر کڻي ايترو رنو جو سندس ڏاڙهي مبارڪ آلي ٿي وئي ۽ فرمايائين تہ "مان اوهان کي الله جو قسم ٿو ڏيان ٻڌايو تہ" فرعون جي دور ۾ (حضرت) موسىٰ (علىٰ نبينا وعليـــہ الصلواة والسلام) تي ايمان آڻڻ وارو ڀلو هو يا (حضـرت) ابوبڪـر؟ سـامهون ويٺـل خـاموش رهيـا تـہ "پـاڻ فرمايائين" جواب ڇو نہ ٿا ڏيو؟ الله جو قسم آهي تہ حضرت موسىٰ (علىٰ نبينا وعليـہ الصلواة والسلام) تي فرعون جي دور ۾ ايمان آڻيندڙ جهڙن سان جيڪڏهن ساري زمين ڀرجي وڃي تہ انهن سيني کان (حضرت) ابوبڪر(صديق رضي الله عنـــہ)

جي هڪ گهڙي پلي آهي ان پنهنجو ايمان لڪل رکيو ۽ هن پنهنجي ايمان جو کليل اعلان ڪيو (١)

(٢٦) حضرت حسن بن علي رضي الله عنهما جي طبيعت ناساز ٿي پئي تہ ابو موسىٰ ان کان طبع پرسيءَ لاءِ آيو حضرت علي رضي الله عنہ پڇيس تہ پڇڻ آيو آهين يا ملڻ؟ مون رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ "مَامِنْ مُسْلِمٍ يَعُود مُسْلما اذا اصبح الا صلي عَليہِ سَبْعُوْنَ اَلْفَ مَلَكٍ حَتّى يُمْسِي وَجُعِلَ لَہٗ خَرِيْفٌ مِنَ الْجَنَّۃِ الْحَدِيْثَ" (٢) يعني ڪو بہ مسلمان ڪنهن مسلمان کان صبح جو طبع پرسي ڪرڻ وڃي ٿو تہ ان تي شام تائين ستر هزار (٧٠٠٠٠) ملائڪ درود موڪليندا رهن ٿا ۽ الله ان جي لاءِ بهشت ۾ پلو باغ مقرر فرمائي ٿو ۽ جيڪو شام جو طبع پرسي ڪرڻ وڃي ٿو تہ ٻئي ڏينهن جي صبح تائين ملائڪ ان تي ستر هزار (٧٠٠٠٠) پيرا درود موڪليندا رهندا ۽ الله ان جي لاءِ بهشت ۾ (فصل) باغ مقرر ڪرڻ فرمائيندو.

## هديا قبول ڪرڻ سنت آهي

(٢٧) سيدنا علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جي خدمت ۾ ڪسرىٰ (ايران جي بادشاهہ) قيصر، (روم جي بادشاهہ) ۽ ٻين بادشاهن جا تحفا قبول ڪرڻ فرمايا (٣) علامہ سيوطي عليہ الرحمۃ بہ هي روايت مختلف ڪتابن جي حوالن سان آندي آهي. (٤)

(١) البحرالزخار ص١٥_ جلد ٣ (٢) ساڳيو حوالو ص٢٨_(٣) البحرالزخار ص٢٩_ جلد ٣ (٤) مسند علي ص٦٢_

(٢٨) خنش حضرت علي رضي الله عنه كان روايت آندي آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه هڪ دنبو حضور صلى الله عليه وسلم جن جي طرفان ۽ هڪ دنبو پنهنجي طرفان اضحيہ كندو هو اسان پڇين تہ: حضور عليه الصلواة والسلام جن جي بہ اضحيه كيو ٿا؟ پاڻ فرمايائون تہ: مون کي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن اهو امر پاڻ فرمايو هو ان جي ڪري مان هميشہ سندن طرفان اضحيہ كندو رهندس." (١)

## حضرت عثمان جو شان

(٢٩) نزال بن سبرة كان روايت آهي تہ: اسان حضرت علي كان حضرت عثمان رضي الله عنهما جي متعلق پڇيو تہ پاڻ فرمايائون "ذَاكَ امرءٌ يدعى في الملاالاعلىٰ ذَالنّورَين خَتَنُ رَسُول الله صلى الله عليه وسلم عَلي ابنَتَيہ ضمن لـہ رسول الله صلى الله عليه وسلم الجنـة "(٢) اِهو اُهو مڙس آهي جيكو ملا اعلىٰ (ملائكن) ۾ ذوالنورين سڏيو. وڃي ٿو ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو ٻن نياڻين جي ملڻ جي ڪري نياٽو آهي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سندس جنت ۾ وڃڻ جا ضامن آهن.

(٣٠) حضرت علي رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "اَلَا اَسْتَحْيِيْ مِمَّنْ تَسْتَحْيِيْ مِنْـهُ اَلْمَلَائِكَـةُ" (٣) ڇا مان ان كان حياء نہ ركان جنهن كان ملائك بہ حياءَ كن ٿا.

(١) ساڳيو حوالو (٢)ساڳيو حوالو ص٧١ـ (٣) ساڳيو حوالو ص١٠٣ـ

# پلو ڪير آهي؟

(٣١) عبد خير کان روايت آهي تہ حضرت علي منبر تي خطبہ ڏيندي ارشاد فرمايو: "اِنَّ اَفۡضَلَ النَّاس بَعۡدَ النبِي صلى الله عليه وسلم ابوبكر وافضلهم بَعۡدَ اَبِي بكرٍ عمر"

بلاشڪ نبي صلى الله عليہ وسلم کان پوءِ ماڻهن مان پلو ابوبڪر آهي ان کان پوءِ عمر پلو آهي رضي الله عنهما.

(٣٢) سيدنا علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن (حضرت عثمان رضي الله عنہ جي لاءِ) فرمايو: "اَلَا اَسۡتَحۡيِيۡ مِمَّنۡ تَسۡتَحۡيِيۡ مِنۡہُ الۡمَلائِکَۃُ" ڇا مان ان کان حياء نہ ڪيان جنهن کان ملائڪ بہ حياءُ ڪن ٿا.

(٣٣) حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ "الله تعالىٰ ئي رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن جي زبان (مبارڪ) تي (حضرت) ابوبڪر جو نالو صديق رکيو."

(٣٤) ابويحيىٰ کان روايت آهي تہ مون حضرت علي رضي الله عنہ کان ٻڌو پاڻ الله جو قسم کڻي فرمايائون تہ "حضرت ابوبڪر جو نالو صديق آسمان کان نازل ٿيو هو."(١)

(٣٥) ابو سعيد حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو "يَخۡرُجُ قَوۡمٌ يَقۡرَؤُنَ الۡقُرۡآنَ ولايجاوزُ تراقيهم يَمۡرُقُوۡنَ مِنَ الدين كما يمرق السَّهۡمُ مِنَ الرَمِيۃِ"(٢) اهڙي قوم (وارا) نڪرندا جيڪي قرآن (ڪريم) پڙهندا پر انهن جي نرگهٽن کان هيٺ نہ لنگهندو دين مان ائين نڪري ويندا جيئن تير ڪمان مان نڪري ويندوآهي.

(١) مسند علي ص٧٠، ٧١ (٢) البحرالزخار ص١٢٥۔ جلد ٢

## جنن جي شر کان بچاءَ جو رستو

(٣٦) ابوجحيفـة حضرت علي رضي الله عنـه کان روايت آندي آهي تہ ”مون رسول الله صلى الله عليـه وسلم جن کان ہ کلما ياد ڪيا هئا ۽ مان چاهيان ٿو تہ اهي اوهان مون کان ياد ڪري وٺو“ بلاشڪ رسول الله صلى الله عليـه وسلم جن فرمايو ”سِتْرُ مَابَيْنَكُمْ وَبَيْنَ الجن اَنْ تَقُوْلَ ”بِسْمِ اللهِ“ اوهان ۽ جنن جي وچ ۾ پردو ڪرڻ واري شي هيءَ آهي جو چوين ”بسم الله“ (١)

## اسلام ڇڏيندڙ

(٣٧) حضرت حسن مثنىٰ بن امام حسن پنهنجي والد کان ان حضرت علي رضي الله عنـه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليـه وسلم جن فرمايو: ”يَكُوْنُ قَوم فِيْ آخِرِالزَّمَانِ يُسَمَّوْنَ الرَافضتہ يرفُضُوْنَ الْاِسْلَامَ“ آخري زماني ۾ هڪ قوم هوندي جيڪي رافضي سڏيا ويندا. اسلام کي ڇڏي ڏيندا.

## بهشتي باغن مان باغ

(٣٨) حضرت علي ۽ حضرت ابوهريرة رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليـه وسلم جن فرمايو ”مَابَيْنَ قَبْرِيْ ومِنبرِيْ اوقال بَيْتِيْ وَمِنْبَرِيْ روضـة من رِّيَاضِ الْجَنَّـةِ“ (٢) جيڪي منهنجي منبر ۽ مزار يا (فرمايائون تہ) منهنجي گهر ۽ منبر جي وچ ۾ آهي اهو بهشتي باغن مان هڪ باغ آهي.

---

(١) البحرالزخار صـ١٢٧ـ جلد ٢ (٢) ترمذي باب المناقب باب ماجاءَ في فضل المدينـة

## نبين عليهم الصلواة والسلام جو ورثو نہ هلندو آهي.

(٣٩) هڪ ڀيري حضرت طلحہ، حضرت زبير، حضرت عبدالرحمٰن ۽ ٻيا ماڻهو ويٺا هئا تہ حضرت عمر رضي الله عنهم حضرت عباس ۽ حضرت علي رضي الله عنهما کي فرمايو "اوهان اها ڳالهہ ڄاڻو ٿا تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو "لَانورث مَاتَرَكْنَا صَدَقَةٌ" (اسين ڪنهن ڪي مالي وارث نہ ٿا بڻايون جيڪو ڇڏيو سين اهو صدقو آهي) تہ سيني چيو هائو ۽ حضرت علي رضي الله عنہ بہ فرمايو ها."(١)

## وضاحت

هن مان ثابت ٿيو تہ نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن جو مال ملڪيت جو ڪو بہ وارث ناهي ۽ ان جي ڪري فدڪ جو باغ بہ ورثو نہ هو. انهيءَ روايت جي حضرت علي رضي الله عنہ پاڻ تصديق ڪئي.

## پاڪ محبوب عليہ الصلواة والسلام

(٤٠) سعيد بن مسيب حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن جي ظاهري رحلت کان پوءِ غسل ڏيندي مون ڏٺو تہ سندن وجود (پاڪ)مان ڪا شيءِ نڪتي تہ ناهي پر ڪا بہ شيءِ مون نہ ڏٺي پوءِ مون چيو تہ "اوهان(ظاهري) زندگيءَ ۾ بہ پاڪ هئا رحلت کانپوءِ بہ پاڪ آهيو." (١)

(١) البحرالزخار ص١٥٣ـ جلد ٢(١) دار قطني في العلل البحرالزخار ص١٥٣ـ جلد ٢

## گناهن ڌوئڻ وارا ڪم

(۴۱) سعيد بن مسيب حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو "اَلَا اَدُلُّكُمْ عَلَى مَايُكَفِّرُاللهُ بِهِ الخطايا اسباغ الوضوء واعمال الاقد ام اِلَي الْمَسَاجِدِ وَانْتِظَارَ الصَّلواةِ بَعْدَ الصَّلواةِ يَغسلُ الخطايا غسلاً" (۲) يعني ڇا اوهان کي اُهو ڪم نه ٻڌايان جنهن سان الله خطائون بخشي، وضو ڪامل ڪرڻ، پيرن جو مسجدن ڏانهن پنڌ ۾ استعمال ڪرڻ، ۽ نماز کان بعد نماز جو انتظار ڪرڻ گناهن کي صفا ڌوئي ٿو ڇڏي.

## اڻ وڻندڙ شيءِ ڏسي ڇا چئجي ۽ وڻندر شيءِ ڏسي ڇا؟

(۴۲) ابو رافع حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جڏهن اڻ وڻندڙ شيءِ ڏسندا هئا ته "اَلْحَمْدُلِلّٰهِ عَلىٰ كُلِّ حَالٍ" (هر حال ۾ الله جو حمد آهي) چوندا هئا ۽ جڏهن ڪا خوشي ڏيندڙ شيءِ ڏسندا هئا ته "اَلْحَمْدُلِلّٰهِ الَّذِيْ بنعمته تتمُ الصَّالِحٰتُ" (سڀ ساراهه ان الله جي لاءِ ثابت آهي جنهن جي نعمت سان نيڪ ڪم پورا پورا ٿين ٿا) فرمائيندا هئا. (۱)

(۲) مسندعلي ص۴۸۸_ جلد ۱ (۱) البحرالزخار ص۱۶۶_ جلد ۲

## عاشوره جي ڏينهن جو روزو

(۴۳) عبدالرحمٰن حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن عاشوره (ڏهين محرم) جي ڏينهن جو روزو رکندا هئا. (۱)

## سيدنا علي المرتضىٰ جا ارشادات

(۱) زيد بن وهب کان روايت آهي ته: مون حضرت علي رضي الله عنه کان منبر تي تشريف فرما هوندي ٻڌو پاڻ فرمايائون ته: "اَنَا عَبْدُاللهِ وَاَخُو رسول الله صلي الله عليه وسلم لَمْ يَقُلْهَا اَحَدٌ قَبْلِي وَلاَ يَقُولُهَا اَحَدٌ بَعْدِي اِلاَّ كَذَّابٌ مُفْتَرٍ" (۲) مان الله جو ٻانهو ۽ ان جي رسول صلى الله عليه وسلم جو ڀاءُ آهيان اها ڳالهه نه مون کان اڳي ڪنهن چئي آهي ۽ ڪوڙي، افترا ٻڌندڙ کان سواءِ مون کان پوءِ به ڪير اها ڳالهه نه چوندو."

(۲)ابي السوار عدوي کان روايت آهي ته: حضرت علي فرمايو "ڪٿرا ماڻهو مون سان حد کان وڌيڪ محبت رکڻ جي ڪري جهنم ۾ ويندا ۽ ٻيا دشمني رکڻ جي ڪري جهنم ۾ ويندا" (۳)

(۳) هڪ پيري بصري وارن جو هڪ وفد سندن خدمت ۾ آيو انهن سان گڏ خارجين (حضرت علي جي مخالفن) جي اڳواڻن مان هڪ شخص هو جنهن کي بهجه سڏيندا هئا ان سندن خدمت ۾ ڳالهائيندي چيو ته: اي علي! الله کان ڊڄ نيٺ

(۱) ساڳيو حوالو ص۲۱۳. (۲) مصنف ابن ابي شيبه ص۳۶۷. جلد ۲ (۳) ساڳيو حوالو ص۳۷۴.

مري ويندين توکي محسن يعني حضرت عمر رضي الله عنه جي رستي جي خبر آهي؟ وري ٻيو پيرو اهي ساڳيا الفاظ ورايائين ته حضرت علي رضي الله عنه کيس فرمايو "هرگز نه، مان الله جي واٽ ۾ شهيد ٿيندس اهو قضا جو فيصلو ۽ مون سان عهد ٿيل آهي ۽ جنهن بهتان هنيو اهو تباهه ٿي ويو" وري کيس سادي لباس ڏکڻ تي ڪجهه چيائين پاڻ فرمايائونس ته: "اوهان جو منهنجي لباس سان ڪهڙو واسطو؟ مان اهو سادو لباس ان جي ڪري ڏکيان ٿو جو ان ۾ وڏائي ناهي ۽ ان لاءِ ته مسلمان منهنجي تابعداري ڪن" (١)

(٤) حبه عرني کان روايت آهي ته حضرت علي رضي الله عنه وٽ کائڻ لاءِ فالوده آندو ويو ۽ جڏهن سندن اڳيان رکيو ويو ته پاڻ ان سان مخاطب ٿي فرمايائون "تون خوشبودار، رنگ جو سهڻو، کائڻ ۾ مزيدار آهين پر مان پنهنجي نفس کي اها عادت نه ٿو ڏيان جنهن جو اهو عادي ناهي" (٢)

## نحو جي علم جي ايجاد

علم نحو جو خاص بنياد به سندس هٿ مبارڪ جو رکيل آهي. هڪ ڀيري هڪ شخص کان قرآن پاڪ غلط پڙهندي ٻڌي خيال آين ته ڪو اهڙو قاعدو ٺاهيو وڃي جنهن جي سمجهڻ ۽ پڙهڻ سان اعراب ۾ غلطي واقع نه ٿئي، پوءِ پاڻ ابوالاسود دئلي کي ڪجهه ڪليا قاعدا ٻڌائي ان ڪم تي مقرر ڪيائون ته هن فن کي تدوين ڪري (٣)

(١) فضائل الصحابه ص-٥٤٣- جلد ١ (١) ساڳيو حوالو ص-٥٤٣- جلد ١ (٣) ساڳيو حوالو ص-٥٤٣- جلد ١

## فقہ ۽ اجتهاد

سيدنا علي المرتضیٰ رضي الله عنه کي فقہ ۽ اجتهاد ۾ ڪامل دسترس هئي سيده عائشہ صديقہ ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما سيدنا علّي رضي الله عنه جي علمي، فقهي ۽ اجتهاد جي مقام جي تعريف ڪندا هئا فقہ ۽ اجتهاد جي لاءِ جلد فهمي، دقيقہ سنجي ۽ ذهن جي تيزيءَ جي وڏي ضرورت هوندي آهي حضرت علي المرتضیٰ کي هي صلاحيتون ڪمال جي حد تائين حاصل هيون سندس دور رس نگاهہ نهايت مشڪل مسائل جي تہ تائين آسانيءَ سان پهچندي هئي.

## قضا ۽ فيصلا

حضرت علي المرتضیٰ رضي الله عنه مذڪوره صلاحيتن جي ڪري قضا ۽ فيصلن جي معاملن طئي ڪرڻ جي لاءِ نهايت موزون هو نبي اڪرم عليه الصلواة والسلام جن ڪيس فيصلي ڪرڻ جا ڪجهہ اهم اصول سيکاريا هئا. هڪ ڀيري پاڻ عليه الصلواة والسلام جن ڪيس فرمايو تہ "جڏهن تون ٻن ماڻهن جو فيصلو نبيرڻ لڳين تہ صرف هڪ ماڻهوءَ جي ڳالهہ ٻڌي فيصلو نہ ڏي فيصلو روڪي ٻئي ماڻهوءَ جي بہ ڳالهہ ٻڌ پوءِ فيصلو ڏي پاڻ فيصلي ۾ شاهدي ڏيندڙن جي بہ حالات معلوم ڪري پوءِ انهن کان شاهدي وٺندو هو سندس فيصلن جا بہ واقعا پڙهندڙن جي محظوظ ٿيڻ لاءِ لکجن ٿا.

(١) هڪ ڀيري هڪ عورت سندس عدالت ۾ پنهنجي زنا

جو اقرار ڪيو پاڻ ان کان مسلسل سوال ڪندا رهيا جڏهن اها پڇاڙيءَ تائين پنهنجي بيان تي قائم رهي تڏهن ان کي سزا ڏيڻ جو حڪم صادر فرمايائون.

(٢) هڪ ڀيري ماڻهن هڪ چور کي گرفتار ڪري سندس خدمت ۾ پيش ڪيو ۽ ان تي ٻه شاهد به پيش ڪيائون. پاڻ انهن شاهدن کي ڌمڪي ڏيندي فرمايائون ته: ”سوچي سمجهي، سچي ۽ صحيح شاهدي ڏيو جيڪڏهن اوهان جي شاهدي ڪوڙي ثابت ٿي ته اوهان کي هيءَ سخت سزا ڏيندس“ وغيره وغيره ان چوڻ کان پوءِ پاڻ ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مصروف ٿي ويا ۽ اتاهين فارغ ٿي ڏنائون ته ٻئي شاهد وجهه وٺي هليا ويا ۽ پاڻ ملزم کي بي قصور سمجهي ڇڏي ڏنائون (١)

## تصوف

تصوف جيڪو شرِيعت جو روح، مذهب جي جان ۽ خاصان امت جو حصو آهي سيدنا حضرت علي رضي الله عنه ان جا حقائق ۽ معارف نهايت خوبيءَ سان بيان ڪيا آهن تصوف جا ڪيترا سلسلا سندس پاڪ سيني کان هليل آهن حضرت جنيد بغدادي عليه الرحمة جو قول آهي ته اصول آزمائش ۽ امتحان ۾ اسان جو شيخ الشيوخ حضرت علي رضي الله عنه آهي. شاه ولي الله محدث دهلوي عليه الرحمة جو فرمان آهي ته ”خلافت جي ذميدارين کان اول حضرت علي رضي الله عنه کي ان ۾ بي حد دلچسپي هئي مگر خلافت کا پوءِ ان جي

(١) سير الصحابه ص٣١٨ـ جلد ١

مصروفيت ان کي فن تصوف جي تفصيل بيان ڪرڻ جي فرصت نہ ڏني. (١)

## تقرير ۽ خطابت

حضرت علي رضي الله عنـــه کي ان فن ۾ نهايت عظيم ملڪو حاصل هو ۽ ڏکين ڏکين موضوعن تي وڏن وڏن اجتماعن ۾ پاڻ في البديهہ تقرير ڪندا هئا سندس تقريرون نهايت مدلل ۽ موٽر هونديون هيون شريف رضي سيدنا علي المرتضیٰ رضي الله عنـــه جي تقريرن کي "نهج البلاغہ" نالي ڪتاب ۾ گڏ ڪري لکيو آهي پر محقق علماء وٽ اهي سڀ خطاب حضرت علي جا ناهن ڪي تہ اهڙا بيان آهن جيڪي سندس طرف منسوب ڪرڻ صحيح نہ ٿا لڳن. (٢)

## شاعري

پاڻ نهايت اعلیٰ پايہ جا شاعر بہ هئا سندن هڪ بہ شعر خيبر جي جنگ واري بيان ۾ لکي آيا آهيون سندن شعرن جو مجموعـــه "ديوان علي" نالي سان ڇپيل بہ آهي علامہ صاوي لکيو آهي تہ: ڪان ابوبڪر يقول الشعر وڪان عمر يقول الشعر وڪان عثمان يقول الشعر وڪان علي اشعر الثلاثـــة (٣) يعني حضرت ابوبڪر، حضرت عمر، حضرت عثمان شعر چوندا هئا ۽ حضرت علي ٽنهي کان وڌيڪ شاعر هو (رضي الله عنهم).

(١) ساڳيو حوالو (٢) ساڳيو حوالو(١) صاوي ص١٧٣ـ جزء ٣ جلد ٢

ان جي ڪري سندس سيرت لکندي سندس ذات عالي صفات جاڪجهه اشعار پڙهندڙن جي پيش خدمت آهن.

(١) الله تعالىٰ جي دربار ۾ دعا گهرندي هي شعر چيائين

يَارَبِّ ثَبِّتْ لِيْ قَدمِيْ وَقَلْبِيْ
سُبْحَانَكَ اللّٰهُمَّ اَنْتَ حَسْبِيْ

يعني اي منهنجا پالڻهار! منهنجي دل ۽ پيرن کي ثابت رک اي الله تنهنجي پاڪائي آهي تون مون لاءِ ڪافي آهين.

(٢) حضور پر نور عليــه الصلواة والسلام جن جي رحلت کان پوءِ فرمايائين

وَكُنَّا بِمَرْآكُمْ نرى النّور وَالْهُدٰى
صَبَاحَ، مَسَاءَ، رَاحَ فِينَا اَوِ اغْتَدٰى

يعني اسين صبح ۽ شام اوهان جي ڏسڻ سان نور ۽ هدايت ڏسندا هئاسون اسان ۾ رهيو يا هليو ويو.

لَقَدْ غَشِيَنَا ظُلْمَتٌ بَعَدَ فرقكم
نَهَارًا وَّقَدْ زَادَتْ عَلٰى ظُلْمَةِ الدُّجٰى

يعني اوهان جي ظاهري رحلت کان پوءِ اسان کي ڏينهن جو به اهڙي انڌيري ڍڪي ڇڏيو آهي جيڪو رات جي انڌيري کان وڌيڪ آهي.

سيده فاطمہ رضي الله عنها جي رحلت کان پوءِ سندس مزار مبارڪ تي بيهي فرمايائين.

مَالِيْ وَقَفْتُ على القبور مُسَلِّمًا
قَبرَالْحَبِيْبِ فَلَمْ يَرُدَّ جَوَابِي

يعني مونكي ڇا ٿيو آهي؟ جو مان قبرن تي سلام پڙهندي بيهان ٿو. يعني پنهنجي پياريءَ جي قبر تي پر من کي جواب نہ ڏنائين مطلب تہ اهڙو جواب جيڪو ٻاهر ٻڌڻ ۾ اچي نہ تہ ميت سلام جو جواب ڏيندو آهي جيئن ڪتاب الروح ۾ ابن القيم شرح الصدور ۾ سيوطي ۽ التذڪره ۾ علامہ قرطبي ڪيتريون حديثون لکيون آهن.

أَحَبِيْبُ! مَالَكَ لَاتَرُدُّ جَوَابَنَا
أَنَسِيْتَ بَعْدِي خُلَّةَ الْأَحْبَابِ

يعني اي پيارا! توکي ڇا ٿيو آهي؟ جو اسان کي جواب نہ ٿو ڏين ڇا پيارن جي پيار کي وساري ڇڏيو اٿئي.

قَالَ الْحَبِيْبُ كَيْفَ لِي بِجَوَابِكُمْ
وَأَنَارَهِيْنُ جَنَادِلٍ وَتُرَابِ (١)

يعني پياري فرمايو تہ: آءُ اوهان کي ڪهڙي طرح جواب ڏيان حال هي آهي تہ مان مٽيءَ ۾ گهہ رکيل آهيان.

علم جي فضيلت بيان ڪندي فرمايائين

لَا فَضْلَ اِلَّا لِاَ هْلِ الْعِلْمِ اِنَّهُمْ
عَلَى الْهُدٰى لِمَنِ اسْتَهْدٰى ادلاءُ

شان صرف علم وارن جو آهي بلا شڪ اهي ان لاءِ جنهن هدايت حاصل ڪرڻ جي خواهش ڪئي هدايت جا دليل آهن.

وَقِيْمَةُ الْمَرْءِ مَاقَدْ كَانَ يُحْسِنُهُ
وَالْجَاهِلُوْنَ لِاَهْلِ الْعِلْمِ اَعْدَاءُ

۽ مرد جي قيمت اها آهي جيڪا ان کي سهڻو بنائي ۽ جاهل اهل علم جا دشمن آهن.

(١) ديوان الامام علي ص٣١ـ صـ١٠ـ صـ٣٠ـ بيروت

فَقُمْ بِعِلْمٍ وَّلَا تَبْغِي لَـهٗ بَدَلًا
فَالنَّاسُ مَوْتیٰ وَاَهْلُ الْعِلْمِ اَحْيَاءٌ (١)

اتي علم حاصل ڪر ۽ ان جي لاءِ عوض طلب نہ ڪر ٻيا ماڻهو مئل آهن ۽ علم وارا جيئرا آهن.

## (٣) آمدنيءَ جي ذريعن ۾ واڌارو

سيدنا حضرت علي رضي الله عنـــه ملڪي آمدنيءَ جي ذريعن ۾ واڌاري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ان کان اڳي ٻيلن ۽ جهنگلن مان ملڪي فائدو نہ ورتو ويندو هو سندس دور ۾ ٻيلن کي بہ ملڪي آمدنيءَ ۾ شامل ڪيو ويو برس نالي ٻيلي تي چار هزار درهم مقرر ڪيا ويا هئا.

## (٤) رعيت سان شفقت

سهڻي شير خدا ڪرم الله وجهــه الڪريم جو وجود رعيت جي لاءِ نهايت رحمت هو سندس انتظام تحت بيت المال جا دروازا غريبن ۽ مسڪينن جي لاءِ ڪليل هئا ۽ ان ۾ جمع ٿيندڙ رقم کي نهايت فياضيءَ سان مستحقين ۾ تقسيم ڪيو ويندو هو اسلامي مملڪت جي حدود ۾ رهندڙ زير اطاعت ذمين (غير مسلمانن) سان بہ شفقت ڀريو برتاءُ هوندو هو.

(١) ديوان الامام علي ص-٢- مبطع مجيدي ڪانپور انديا

## (٥) فوجي انتظامات

سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنـــه نهايت تجربيڪار، جنگي ماهر هو ۽ جنگي امور ۾ ڪيس پوري بصيرت حاصل هئي ان جي ڪري ان سلسلي ۾ سندس طرفان نهايت بهترين اپاءَ ورتل هئا. پاڻ ڪيترين جاين تي مستحڪم قلعا قائم ڪيا هيائين، جيڪي سندس جنگ جي فن ۾ اعلىٰ سوچ رکڻ جو ثبوت هئا.

## (٦) ٻيون مذهبي خدمتون

مٿي ذڪر ڪيل ڪم بہ مذهبي آهن پر ان ڪان علاوه پاڻ نبوي عهد ڪان ئي اسلام جي اشاعت، تبليغ، تلقين ۽ تعليم ڏانهن متوجہ هو سندس خدمتن سان ڪيترين جاين تي اسلام جو نور پکڙيو هو سورة برائـــة (توبہ) نازل ٿي تہ ان کي پڙهي ٻڌائڻ جي لاءِ ڪيس ئي موڪليو ويو هو خلافت جي مسند تي وهڻ ڪان پوءِ بہ پاڻ انهن خدمتن ڪان بي توجهہ نہ رهيو هو ايران ۽ آرمينيا ۾ ڪي نوان مسلمان عيسائي مرتد ٿيا تہ پاڻ نهايت سختيءَ سان انهن جي سرڪوبي ڪيائون ۽ انهن مان گهڻا توبہ ڪري وري اسلام ۾ داخل ٿيا. خارجي ٽولي ۽ ابن سباجي پوئلڳن جن ڪيس الله سڏڻ شروع ڪيو هو (معاذ الله ثم معاذالله) پاڻ انهن کي نهايت سختيءَ سان سزائون ڏنائون پاڻ مسلمانن جي اخلاقي نگراني جو گهڻو خيال ڪندا هئا مجرمن کي سخت سزائون ڏنائون جرم جي لحاظ سان اهڙيون نيون سزائون تجويز فرمايائون جيڪي اڳي اسلام ۾ رائج نہ

هيون مثلاً ڪنهن کي زنده باهہ ۾ اڇلائڻ، ڪنهن جو گهر صفا ڊاهي ميدان ڪرڻ، چوريءَ کان سواءِ ٻئي گناهہ ۾ هٿ وڍڻ وغيره پر ان جو مطلب اهو ناهي تہ پاڻ حدود کي جاري ڪرڻ ۾ ڪنهن اصول جا پائبند نہ هئا زندهہ ساڙڻ جي سزا صرف ڪجهہ زنديقن (اندر جي ڪافرن) کي ڏني هيائون پر جڏهن ڪيس سندس سوٽ حضرت عبدالله بن عباس ٻڌايو تہ سيدنا رسول الله صلی الله عليہ وسلم جن ان سزا کان روڪيو هو تہ پاڻ ان سزا ڏيڻ تي پشيمان ٿيو هو (١) شراب نوشيءَ جي سزا پاڻ اسي ديڙا مقرر ڪئي هيائين ۽ ديڙن هڻڻ واري کي هدايت ڪئي هيائين تہ منهن ۽ شرمگاهہ کان سواءِ باقي جسم تي ديڙا هڻي سگهي ٿو ۽ ديڙن لڳڻ واري جي پوري جسم کي اهڙي طرح ڪپڙي ۾ ڍڪي ڇڏجي جو ان جو ڪو بہ عضوو ظاهر نہ رهي اهڙيءَ طرح سنگسار ٿيڻ واري جي جسم کي ڌُنَ تائين زمين ۾ پورڻ گهرجي. (٢)

## اخلاق، عادات ۽ ذاتي حالات

سيدنا علي المرتضیٰ رضي الله عنہ ننڍڙي هوندي کان ئي سرورڪائنات صلی الله عليہ وسلم جي شفقت ۽ مهربانيءَ واري دامن سان وابستہ رهيو هو ان جي ڪري اهو اتنديئي سهڻي تربيت ۽ سهڻن اخلاقن جو مظهر هو سندس ذهن ۽ زبان مبارڪ ڪڏهن بہ شرڪ ڪفر سان آلوده نہ رهيا ۽ نہ سندس پيشاني الله جل شانہ کان سواءِ ڪنهن جي اڳيان جهڪي هئي

(١) سيرالصحابہ ص٣٠٤، ٣٠٨ ـ جلد ١

پاڻ جاهليت جي هر قسم جي گناهہ ۽ برائيءَ کان محفوظ ۽ مبرا رهيو شراب جو ذائقو جيڪو غالبًا عرب جي ماڻهن جي جڻ تہ بچپني واري غذا رهيو حضرت علي رضي الله عنـــه ان کان بہ مڪمل پاڪ صاف رهيو.

## (١) امانت ۽ ديانتداري

پاڻ الحضرت الحبيب الامين الصادق، عليــــه الصلواة والسلام جو تربيت يافتہ هجڻ جي ڪري انتهائي امين هو حضرت نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن وٽ قريشين جون امانتون رکيل هونديون هيون جڏهن پاڻ هجرت ڪيائون تہ انهن جي واپسيءَ جي خدمت حضرت علي رضي الله عنـــه جي سپرد فرمائي هيائون. (١)

پنهنجي خلافت جي عهد ۾ پاڻ مسلمانن جي امانت بيت المال جي امانت جي حيثيت سان سنڀال ڪيائون ان جو اندازو هن روايت مان لڳي سگهي ٿو تہ: حضرت امام حسين رضي الله عنـــه هڪ نارنگي کنئين تہ پاڻ اها انهن کان کسي ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيائون. (٢)

غنيمت جو مال ورهائيندو هو تہ هڪ جيترا حصا ڪرڻ کان پوءِ بہ ڪٽو وجهندو هو تہ جيڪڏهن ڪا گهٽ وڌ ٿائي ٿي وئي هجي تہ پاڻ ان جي ذمي کان آزاد رهي. هڪ ڀيري اصفهان کان مال آيو ان ۾ هڪ ماني بہ هئي حضرت علي رضي الله

(١) اسد الغابتہ ص١٩ـ جلد ۴ (٢) ازالتہ الخفا صـــ جلد ٢

عنه سموري مال سان گڏ ان مانيءَ جا ست ٽڪرا ڪري ڪٺو وجهي تقسيم ڪئي هڪ پيري بيت المال جو سمورو مال ورهائي ٻهارو ڏياري ٻه رڪعتون نفل پڙهيائين تانت ان جي امانت ۽ ديانت جي شاهدي رهي (١)

## (٢) زهد

سهڻي شير خدا "ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ الْڪَرِيْمَ" جي ذات عالي صفات زهد في الدنيا جو نمونو هئي بلڪ حق هي آهي ته سندس ذات ڪان پوءِ اهڙو نه مليو. سندس ذهن مبارڪ دنياوي ٺٺ ڀاءِ هون ڪان هر طرح پاڪ هو ڪوفي ۾ تشريف فرما ٿيو ته دارالامارة جي بجاءِ هڪ ميدان ۾ لڏو لاٿائين ۽ فرمايائين ته: عمر بن خطاب رضي الله عنه هميشه انهن عالي شان محلات کي حقارت جي نگاهه سان ڏٺو هو مون کي به انهن جي حاجت ناهي مون لاءِ هي ميدان ڪافي آهي.

خليفي هجڻ جي باوجود سادو پائڻ ۽ سادو کائڻ سندس معمول رهيو سندس دولت خانه جي دروازي تي نه ڪو چوڪيدار هو نه دربان نه اميرن وارو ماحول هو ڪيس هڪ غريب وانگر نهايت سادي زندگي گذارڻ پسند هئي. هڪ ڀيري منبر تي تشريف فرما ٿي فرمايائين ته منهنجي تلوار جو ڪو خريدار آهي؟ الله جو قسم جيڪڏهن مون وٽ هڪ گوڏ جي ڪپڙي خريد ڪرڻ جيترا پئسا هجن ها ته به مان هي تلوار نه

(١) ساڳيو حوالو الڪامل في التاريخ ص ٣٩٩ ـ جلد ٣

وڪٽان ها سندس گهر ۾ ڪا خادم نہ هئي.

عمر بن عبدالعزيز فرمايو تہ: علي وڏو زاهد هو (١)

هڪ ڀيري روئندي فرمايائين تہ: اي دنيا ڇو منهنجي پٺيان پئي آهين پري ٿي پري ٿي ڪنهن ٻئي ڪي وڃي ٺڳ مون توکي ٣ طلاقون ڏنيون آهن تنهنجي عمر ٿوري ۽ تنهنجو عيش ڪمزور ۽ تنهنجو خطرو وڏو آهي هڪ ڀيري ڪيس ڇتيون لڳل چادر ڏسي پڇيو ويو تہ هي ڇو ٿا ڍڪيو؟ پاڻ فرمايائين تہ: "مومن منهنجي اقتدا ڪندو ۽ انجي دل ۾ نوڙت پيدا ٿيندي." (٢)

## (٣) عبادت

پاڻ رب العزة جل شانہ جو نهايت عبادت گذار ٻانهو هو سيده عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ: جيترو مان ڄاڻان ٿي اهو هي آهي تہ: "حضرت علي رضي الله عنہ نهايت گهڻا روزا رکندڙ عبادت ۾ گهڻو بيهندڙ هو." (٣)

زبير بن سعيد قريشي جو قول آهي تہ: مون اهڙو ڪو بہ هاشمي عبادت گذار نہ ڏٺو جيڪو حضرت علي رضي الله عنہ کان وڌيڪ عبادت گذار هجي. پاڻ عبادت ۾ جيڪا شئ مقرر ڪندو هو ان تي هميشگي ڪندو هو. هڪ ڀيري رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن ڪيس ۽ سيده فاطمہ زهراءَ رضي الله

---

(١) الڪامل في التاريخ ص٤٠١ـ جلد ٣ (٢) صفة الصفوة ص١٦٦ـ جزء جلد ١ (٢) ترمذي ڪتاب المناقب ماجاءَ في فضل فاطمہ ص٢٢٧ـ جلد ٢

عنها کي فرمايو تہ "اوهان هر نماز کان پوءِ ڏهہ ڀيرا سبحان الله، ڏهہ ڀيرا الحمدلله، ڏهہ ڀيرا الله اکبر پڙهندا ڪيو ۽ جڏهن سمهو تہ (٣٣) ڀيرا سبحان الله (٣٣) ڀيرا الحمدلله (٣۴) الله اکبر پڙهندا ڪيو حضرت علي كَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ فرمايو تہ "جڏهن کان رسول الله صلی الله عليه وسلم جن اهو ارشاد فرمايو تڏهن کان مون اهو عمل ڪڏهن بہ نہ ڇڏيو آهي." ابن ڪواء نالي شخص پڇيس تہ جنگ صفين ۾ بہ ڪو نہ ڇڏيوَ؟ فرمايائين تہ "صفينِ ۾ بہ نہ ڇڏيو هيم" (١)

## (۴) في سبيل الله خيرات ڏيڻ

سهڻو شير خدا دل غني هستي هو سندس دروازي تان ڪڏهن بہ ڪو سائل خالي نہ ويو هڪ ڀيري سڄي رات مزدوري ڪري ان جي عوض مليل ٿورا جوَ ڪٽي گهر آيو ان جو ٽيون حصو رڌرائي تيار ڪيائين تہ هڪ مسڪين دروازي تي آيو اهو ان کي ڏنائين ٻيو حصو ٻئي ڏينهن تيار ڪيائون تہ هڪ يتيم آيو اهو ان کي ڏنائين ٽئين ڏينهن ٽيو حصو رڌي تيار ڪيائون تہ هڪ قيدي آيو اهو ان کي ڏنائين. الله جل شانہ کي سندن اهو ايثار ايترو پسند آيو جو اُن متعلق هي آيت "وَيُطْعِمُوْنَ الطَّعَامَ عَلٰى حُبِّهٖ مِسْكِينًا وَّيَتِيْمًا وَّاَسِيْرًا" نازل ٿي (٢) (۽ ان (طعام) جي اشتها هوندي مسڪين ۽ يتيم ۽ قيديءَ کي کاڌو کارائين ٿا)

---

(١) مسند امام احمد بن حنبل ص١٠٧ـ جلد ١ ابوداؤد ڪتاب الادب (٢) سورة الدهر آيت (٨)

## (٥) تواضع

سيد نا علي المرتضىٰ رضي الله عنـــه ۾ سادگي ۽ هيٺاهين بہ علىٰ وجهہ الكمال موجود هيون پنهنجي هٿ سان محنت مزدوري ڪرڻ ۾ ڪو عار نہ سمجهندو هو ماڻهو مسئلا پڇڻ لاءِ ايندا هئا تہ ڪيس ڪڏهن اٺ چاريندي تہ ڪڏهن ڪنهن ٻئي ڪم ۾ مشغول ڏسندا هئا مزاج مبارڪ ۾ ايتري بي تڪلفي هوندي هئي جو مٽيءَ تي تڪلف ڪان سواءِ سمهي رهندو هو ۽ ان حالت ۾ پٺيءَ مبارڪ ڪان چادر ڪسڪي ويندي هئي تہ بہ برو نہ سمجهندو هو ۽ ان جي ڪري ئي حضور عليـــه الصلواة والسلام جن ڪيس "ابو تراب" سڏيو هو ان ڪُنيت کي پاڻ نهايت پسند ڪندو هو (١) ڪيس خلافت جي ڏينهن ۾ بہ اها ئي سادگي پسند هوندي هئي ننڍي دامن ۽ مٿي ٻانهن وارو ڪڙتو پائيندو هو معمولي ڪپڙي جي گوڏ ٻڌندو هو بازار ۾ بلاتڪلف هلندو هو جيڪڏهن ڪو سندس پويان هلندو هو تہ ان کي منع ڪندي چوندو هو تہ "ان ۾ ولي جي لاءِ فتنو ۽ مومن جي لاءِ ذلت آهي" (٢)

## (٦) شجاعت

شجاعت ۽ دليري حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي مخصوص وصف هئي جنهن ۾ نهايت منفرد مقام جو مالڪ هو پاڻ هر ميدان ۾ شجاعت جا جوهر ڏيکاريائين ۽ پاڻ ان ڪمال

(١) سيرالصحابہ ص—٣٣٣— جلد ١ (٢) سيرالصحابہ ص—٤٣٣— جلد ١

قوت جي هوندي انتها بردبار حليم ۽ عفو ۽ درگذر ڪرڻ وارو
بہ هوندو هو هن ڪتاب ۾ بہ سندس شجاعت جا ڪجھہ واقعا
لکي آيا آهيون وڌيڪ وڏن ڪتابن ۾ ڏسي سگھجن ٿا.

## (٧) مضبوط ۽ صحيح راءِ جو مالڪ

پاڻ جيڪا راءِ ڏيندو هو اها نهايت صحيح هوندي هئي
ڪيس سيني اهم امور جي لاءِ صلاح مشوري ۾ وهاريو ويندو
هو خلافت راشدہ جي زماني ۾ پاڻ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت
عمر رضي الله عنهما جو مشير رهيو حضرت ابوبڪر صديق
رضي الله عنہ جيڪا مجلس شوريٰ قائم ڪئي هئي حضرت
علي رضي الله عنہ ان جو رڪن هو حضرت عمر ڪڏهن
ڪڏهن پنهنجي راءِ تي حضرت علي رضي الله عنهما جي راءِ کي
ترجيح ڏيندو هو حضرت عثمان رضي الله عنہ بہ ڪيترا ڀيرا
ڪانئس مشورا ورتا هئا. جيڪڏهن ڪو فيصلو پاڻ ڪندو هو ۽
بعد ۾ اهو فيصلو حضور پرنور عليہ الصلواة والسلام جي
خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو هو تہ پاڻ سندس فيصلي کي برقرار
رکندي فرمائيندا هئا. "مَا اَجِدُ فِيهَا اِلاَّ مَاقَالَ عَلِيٌّ" مون وٽ بہ
اهو فيصلو ائين آهي جيئن علي چيو آهي. حضرت علي رضي
الله عنہ جي هڪ فيصلي جو رسول الله صلي الله عليہ وسلم
جن سان ذڪر ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون "اَلْحَمْدُلِلهِ الَّذِيْ جَعَلَ
فِيْنَا الْحِكْمَةَ اَهلِ الْبَيْتِ" (١)

(١) ازالتہ الخفا صہ جلد ٢

ان الله جي لاءِ هر حمد آهي جنهن اسان اهل بيتن ۾ حڪمت رکي آهي.

## گهرو زندگي

پياري علي المرتضیٰ رضي الله عنــه جي خانداني زندگيءَ جي شروعات ان وقت ٿي جڏهن شادي ڪري سيده فاطمہ زهراءَ رضي الله عنها سان جدا گهر ۾ گڏ رهڻ لڳو ان ڪان اڳي حضرت حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام سان گڏ رهڻ جي ڪري معاشي جدو جهد جي ڪيس ضرورت محسوس نہ ٿي هئي جدا گهر ۾ رهڻ سان ڪيس سڀ ذميداريون سامهون آيون جڏهن تہ شروع ڪان شاديءَ جي وقت تائين سندس زندگي مجاهدانہ گذري هئي ان جي ڪري ڪو مال ملڪيت گڏ نہ ڪري سگهيو هو سندس گذر محنت مزدوري ۽ جهاد مان هٿ آيل غنيمت جي مال مان ملندڙ حصي تي هو (۱) هڪ پيري هڪ درهم جي ورتل ڪجور چپي ۾ پاڻ ڪنيو ٿي ويو ٻين عرض ڪيو تہ اسين ڪڻائي هلون؟ فرمايائين تہ "نہ گهر ڌڻي ڪي ئي کڻڻ گهرجي." (۲)

## گهرواريون ۽ اولاد

سيدنا علي المرتضیٰ رضي الله عنــــه شاديون گهڻيون ڪيون هيون، جن جو تفصيل هن طرح آهي:

(۱) سيرالصحابہ ص ۳۴۵۔ جلد ۱ (۲) تهذيب الكمال ص ۴ جلد ۳

(١) فاطمہ بنت سيدنا رسول الله صلی الله عليـــه وسلم هن سيده مان کيس ٽي پٽ (١) حضرت امام حسن (٢) حضرت امام حسين (٣) حضرت محسن (هي سائين ننڍيءَ عمر ۾ رحلت فرمائي ويو هو) ۽ بہ نياڻيون (١) زينب الکبریٰ ۽ ام کلثوم (هي حضرت عمر رضي الله عنـــہ کي شادي ڪري ڏني هيائين) ڄايون هيون (٢) جيستائين سيده فاطمہ زهراءَ دنيوي حياتي ۾ هئي تيستائين حضرت علي رضي الله عنـــہ کي ٻي شاديءَ جي اجازت نہ هئي ان جي رحلت کان پوءِ ٻيون هي شاديون ڪيون هيائين. (١)

(٢) **ام البنين:** هن مان عباس، جعفر، عبدالله ۽ عثمان ڄاوا ۽ اهي پنهنجي ڀاءُ حضرت حسين رضي الله عنهم سان ڪربلا ۾ شهيد ٿي ويا هئا حضرت عباس کان سواءِ ٻين جو اولاد نہ بچيو هو.

(٣) **ليلیٰ بنت مسعود:** هن مان عبدالله ۽ ابوبڪر ڄاوا هشام بن الکلبي جي قول مطابق اهي بہ ڪربلا ۾ شهيد ٿيا هئا.

(٤) **اسماءَ بنت عميس:** هن مان بہ هڪ قول مطابق يحيیٰ ۽ محمد اصغر ڄاوا هئا.

(٥) **ام حبيبـــہ صهباءَ:** هي ام ولد هئي هن مان هڪ پٽ عمر ڄائو هو جنهن ٣٥ يا ٨٥ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي هئي ۽ هڪ نياڻي رقيہ ڄائي هئي.

(٦) **ام سعيد بنت عروة بن مسعود:** هن مان بہ نياڻيون ام الحسن ۽ رملتہ الکبریٰ ڄايون هيون.

---

(١) البدايتہ والنهايتہ صہ٣٣٢۔ جزء ٧

(٧) **امرءَالقيس بن عدي جي ڌيءَ:** هن مان ڪيس هڪ ڌيءَ ڄائي هئي جيڪا پنهنجي پيءَ حضرت علي رضي الله عنه سان گڏ مسجد ڏانهن به نڪري ايندي هئي.

(٨) **سيده امامة بنت ابوالعاص بن الربيع:** هي سائڻ حضرت ابوالعاص کي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي نياڻيءَ سيده زينب رضي الله عنها مان ڄائي هئي حبيب عليه الصلواة والسلام جن کي تمام گهڻو پياري هئي پاڻ ان کي نماز ۾ ڪلهي مبارڪ تي کڻندا هئا جڏهن اٿندا هئا يا سجدو ڪندا هئا ته انکي لاهي وهاريندا هئا. حضرت علي رضي الله عنه کي هن سائڻ مان محمد اوسط پٽ ڄائو هو.

(٩) **خولہ بنت جعفر:** هي سائڻ بني حنيفه قبيلي مان هئي سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي خلافت ۾ حضرت خالد رضي الله عنه جي هٿان قيدياڻي تي پهتي هئي ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه اها حضرت علي المرتضىٰ عنه کي ڏني هئي ان مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو محمد رکيو ويو ۽ ان امان سائڻ جي نسبت سان محمد بن حنفيہ سڏيو ويندو آهي، شير خدا رضي الله عنه جو هي پيارو پٽ به انتهائي عظمت ۽ شان وارو هو. حضرت علي رضي الله عنه کي ٻيو به گهڻو اولاد ام ولد ٻانهين مان هو جڏهن شهيد ٿيو ته ان وقت به چار گهرواريون ۽ اوڻويهہ ٻانهيون ڇڏي ويو هو. سندس ڪجهہ اولاد هي آهي جن جي مائرن جا نالا معلوم ناهن. (١) ام هاني (٢)ميمونته (٣) زينب صغريٰ (۴) رملته الڪبرىٰ (۵)ام ڪلثوم صغرىٰ (٦) فاطمه (٧) امامته (٨)

خديجہ (٩) ام الکرام (١٠) ام جعفر (١١) ام سلمہ (١٢) جمانہ (١٣) نفيس اِبن جرير جو قول آهي تہ حضرت علي رضي الله عنـــه کي ١۴ پٽ ۽ ١٧ نياڻيون هيون واقدي جو قول آهي تہ سندس اولاد ۽ نسل پنجن ڄڻن مان هليو (١)حسن مان (٢) حسين مان (٣) محمد بن حنفيہ مان (۴) عباس مان (۵) عمر مان (رضي الله عنهم) (١) ۽ علامہ ابن الجوزي لکيو آهي تہ: نياڻيون اوڻويهہ هيون (٢) ۽ علامہ ابن حجر ۽ جمال الدين يوسف مزي ايکيهہ پٽ ۽ ارڙهن نياڻيون لکيون آهن (٣) والله اعلم.

## حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه

## جا فضائل

سيدنا حضرت علي رضي الله عنـــه جو شان، عظمت ۽ عزت قرآن ڪريم جي آيتن ۽ نبوي حديثن ۾ گهڻو آيل آهي هتي اول قرآن ڪريم مان ۽ پوءِ نبوي حديثن مان سندس ڪجهہ فضائل لکجن ٿا.

---

(١) البدايہ والنهايہ ص٢٣٢،٢٣٣ـ جزء ٧ الکامل لابن الاثير ص٣٩٧،٣٩٨ـ جلد ٣ (٢) صفـــة الصفوة ص١٦٢ـ جزء ١ (٣) تهذيب الکمال ص٢٥٩ـ جلد ۵ تهذيب التهذيب ص٣٣۵ـ جلد ٧

## قرآن ڪريم مان فضائل

آيت ع١ـ "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا" (١) اي اهليبيتؤ الله رڳو هي ارادو ٿو فرمائي تہ اوهان کان پليدي پري رکي ۽ اوهان کي خوب پاڪ صاف رکي.

## تشريح

هن آيت ۾ مذڪوره اهل البيت ۾ سيدنا علي المرتضيٰ رضي الله عنہ بہ شامل آهي.ابن مردويہ ام المومنين سيده ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ هي آيت منهنجي گهر ۾ نازل ٿي هئي ان وقت منهنجي گهر ۾ جبريل، ميڪائيل عليهما السلام علي، فاطمہ، حسن ۽ حسين (رضي الله عنهم) موجود هئا ۽ طبراني جي روايت ۾ آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن سيده فاطمہ رضي الله عنها کي فرمايو تہ "پنهنجي مڙس ۽ ٻنهي فرزندن کي وٺي آ" جڏهن وٺي آئي تہ پاڻ انهن چئني تي پنهنجي چادر وجهي فرمايائون "اَللّٰهُمَّ هٰؤُلاءِ اَهْلُ مُحَمَّدٍ" اي الله! هي محمد (عليہ الصلواة والسلام) جو اهل آهن ابن مردويہ ۽ خطيب حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت ۾ آندو آهي تہ: رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو "اَللّٰهُمَّ هٰؤُلاَ اَهْلُ بَيْتِيْ" ياالله! هي منهنجا اهل بيت آهن انهن کان پليدي پري رک ۽ انهن کي خوب پاڪ صاف بناءِ (١) ترمذي ۽ حاڪم حديث کي صحيح چيو آهي ابن

(١) سورة الا حزاب آيت ع٣٣ـ (١) الدرالمنثور ع٦٠٤ـ جلد ٦

جرير، ابن المنذر ۽ السنن ۾ بيهقي بہ اها حديث روايت ڪئي آهي (١)

آيت ع٢ـ:" فَمَنْ حَاجَّكَ فِيهِ مِنْ بَعْدِ مَاجَاءَكَ مِنَ الْعِلْمِ فَقُلْ تَعَالَوْا نَدْعُ أَبْنَاءَنَا وَأَبْنَاءَكُمْ وَنِسَاءَنَا وَنِسَاءَكُمْ وَأَنْفُسَنَا وَأَنْفُسَكُمْ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَلْ لَعْنَتَ اللهِ عَلَى الْكٰذِبِيْنَ" (٢)

پوءِ جيڪو بہ اوهان سان ان ڳالهہ ۾ دليل بازي ڪري ان ڪان پوءِ جو اوهان وٽ علم آيو آهي تہ اوهان فرمايو اچو تہ پنهنجن پٽن ۽ اوهان جي پٽن ۽ پنهنجين عورتن ۽ اوهان جي عورتن ۽ پنهنجن سرن ۽ اوهان جي سرن کي سڏيون ان ڪان پوءِ زاري ڪندي دعا گهري ڪوڙن تي لعنت ڪيون

## تشريح

مفسرن سڀورن لکيو آهي تہ نجران جا نصاریٰ حضور پرنور عليـــه الصلواة والسلام سان بحث ڪرڻ آيا هئا پاڻ انهن کي گهڻوئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ فرمايائون پر اهي نہ پيا سمجهن پوءِ الله جل شانہ پنهنجي حبيب عليـــه الصلواة والسلام جن کي فرمايو تہ "اهي اجان بہ دليل بازي ڪن ٿا تہ پوءِ انهن سان مباهلو ڪيو." يعني انهن کي فرمايو تہ اهي پنهنجا پٽ، عورتون گڏ وٺي اچن ۽ اوهان بہ پٽ ۽ عورتون وٺي اچو ۽ زاري ڪندي دعا گهرو تہ ڪوڙا تباهہ ٿين ۽ انهن تي الله جي لعنت ڪيو. ان حڪم نازل ٿيڻ ڪان پوءِ نبي اڪرم صلی الله عليـــه

(١) روح المعاني صـ١۴ـ جزء ٢٢ جلد ٨ (٢) سورة آلعمران آيت ع٦١ـ

وسلم جن پاڻ سان گڏ سيده فاطمہ، حضرت علي، حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله عنهم کي وٺي ميدان ۾ تشريف فرما ٿيا پر حضرت حبيب ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن سان گڏ حضرت علي، حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله عنهم کي ڏسي نصارن جي مذهبي اڳواڻ حارثہ پنهنجن پوئلڳن کي سڏي چيو تہ اي نصاري! مان اهڙا منهن (مبارڪ) ڏسان ٿو جو جيڪڏهن اهي دعا گهرندا تہ الله جل شانہ انهن جي دعا سان جبل بہ پٽي ڇڏيندو. ان جي ڪري مباهلو نہ ڪيو نہ تہ سڀ جا سڀ نصاري هلاڪ ٿي ويندؤ ۽ ڪو بہ نصارو دنيا تي نہ رهندو پوءِ انهن مباهلو نہ ڪيو (١) ان اهم ميدان ۾ سيدنا علي رضي الله عنـــه کي وٺي اچڻ مان سندس مقام ، مرتبو ۽ دعا جي مقبوليت جو شان ظاهر آهي.

آيت ع٣ـ "وَقِفُوهُمْ اِنَّهُمْ مَسْئُولُوْنَ" (٢) ۽ انهن کي بيهاريو بلاشڪ اهي پڇا ڪيل آهن.

## تشريح

هن آيت کي ذڪر ڪندي علامہ ابن حجر مڪي عليـــہ الرحمـــة لکبو آهي تہ ان پڇا مان مراد آهي تہ انهن کان حضرت علي رضي الله عنـہ جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو تہ اوهان ان کي الله جو ولي سمجهي ان جي ولايت جا مڃيندڙ هيئو؟ ۽ هڪ قول مطابق حضرت علي رضي الله عنـہ ۽ ٻين اهلبيتن جي محبت جي متعلق سوال ڪيو ويندو. (٣)

---

(١) روح البيان صـ٤٥ـ جلد ٢ (٢) سورة الصفت آيت ع٢٤ـ
(٣) الصواعق المحرقة صـ١٤٩ـ نورالعرفان صـ٧١٣ـ

آيت ء۴ـ "ويطعمون الطعام على حُبِّهٖ مِسْكِينًا وَّ يَتِيمًا وَّاسِيرًا"(١) ۽ ان جي محبت ۾ مسڪين ۽ يتيم ۽ قيديءَ کي کاڌو کارائين ٿا.

## تشريح

مفسرن سڳورن لکيو آهي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن حضرت علي رضي الله عنه جي گهر تشريف فرما ٿيا ته حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهما طبيعت ۾ ناچاڪ هئا. پاڻ حضرت علي ۽ سيده فاطمه رضي الله عنهما کي فرمايائون ته باس باسيو ته الله جل شانه انهن کي صحت عطا ڪري. انهن ٻنهي ٻارن تن ڏينهن جي روزي رکڻ جي باس باسي الله جل شانه ٻنهي پيارن کي شفا ڏني ۽ انهن روزا شروع ڪيا حضرت علي رضي الله عنه مزدوري يا قرض تي ڪجهه جوَ وٺي آيو اهي پيهي ماني پچائي وئي جڏهن روزي کولڻ جو وقت ٿيو ته هڪ مسڪين دروازي تي اچي عرض ڪيو ته مسڪين آهيان مون کي کاڌو کارايو ته الله تعالىٰ اوهان کي بهشتي کاڌا نصيب ڪندو. حضرت علي رضي الله عنه اها ماني کڻي ان کي ڏني ۽ ٻيا سڀ گهر جا ڀاتي به متفق رهيا ۽ خالص پاڻيءَ تي روزو کوليائون اهڙي طرح ٻئي ڏينهن يتيم کي ۽ ٽئين ڏينهن قيديءَ کي مانيون ڏنائون. الله جل شانه انهن جي شان ۾ هي آيتون نازل فرمايون. (٢)

(١) سورة الدهر آيت ء٨ـ (٢) تفسير حسيني فارسي ص٩٢٨ـ نورالعرفان ص٩٢۴ـ حاشيه ء٢.

آيت ع٥ـ "يَا اَيُّهَاالَّذِيْنَ اٰمَنُوْ اِذَا نَاجيتُمْ الرسولَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَى نَجْوَا كُمْ صدقَـــةً" (١) اي ايمان وارا! جڏهن رسول کي آهستي عرض ڪرڻ گهرو تہ پنهنجي آهستي عرض ڪرڻ کان اڳي صدقو ڏيو.

## تشريح

مفسرن لکيو آهي تہ نبي پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن سان منافق اجايو وقت وٺندي سندس ڪن مبارڪ ۾ بي فائده ڳالهيون ڪندا هئا ۽ ايترو وقت ضايع ڪندا هئا جو سچا مسلمان فائدي وٺڻ کان رهجي ويندا هئا ان وقت الله جل شانہ حڪم فرمايو تہ: جيڪو ڪن ۾ ڳالهائڻ گهري اهو اڳ ۾ ڪجهہ صدقو ڏي. ان مان خاص اهو فائدو هو تہ منافق پڌرا ٿي پوندا مفسر زاهد جو فرمان آهي تہ: ان آيت جي لهڻ کان پوءِ صدقو ڏئي ڪن ۾ ڳالهائڻ جيَ سعادت صرف حضرت علي رضي الله عنــه کي حاصل ٿي ۽ هڪدم اهو حڪم منسوخ ٿي ويو (٢) علامہ اسماعيل حقي عليـــه الرحمـــة لکيو آهي تہ حضرت علي رضي الله عنــه ان معاملي ۾ ڏهہ درهم خرچ ڪيا هئا. پر انجو مطلب اهو ناهي تہ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عثمان رضي الله عنهما ڪو خرچ نہ ڪيو هو انهن تہ هزارين دينار ۽ درهم قربان ڪيا هئا. (٣)

آيت ع٦ـ "اِنَّمَا اَنْتَ مُنْذِرٌ وَّلِكُلِّ قَوْمٍ هَادٍ" (۴) بلاشڪ اوهان ڊيڄاريندڙ آهيو ۽ هر قوم جي لاءِ هدايت ڪندڙ هوندو آهي (١) هن آيت جي وضاحت ۾ علامہ ابوالحسنات محمد احمد

(١) سورة المجادلة آيت ع١٢ـ (٢) حاشيہ عثمانيہ وتفسير حسيني فارسي صـ٨٧٢ـ (٣) روح البيان صـ٤٠٥ـ جلد ٩ (۴) سورة آيت

قادري عليه الرحمة لکيو آهي تہ نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن فرمايو "مان منذر آهيان ۽ علي هادي آهي" (١)

آيت ع٧ـ "أُولَٰئِكَ هُمُ الصِّدِّيقُونَ وَالشُّهَدَاءُ عِنْدَ رَبِّهِمْ لَهُمْ أَجْرُهُمْ وَنُورُهُمْ" (٢) اهيئي سچا ۽ پنهنجي رب وٽ شهيد آهن انهن جي لاءِ انهن جو اجر ۽ انهن جو نور آهي. مسند امام احمد بن حنبل ۽ تفسير ثعلبي ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ: هي آيت حضرت علي رضي الله عنه جي شان ۾ نازل ٿي هئي. (٣)

آيت ع٨ـ "أَفَمَنْ كَانَ مُؤْمِنًا كَمَنْ كَانَ فَاسِقًا" (۴) ڇا جيڪو مومن آهي اهو ان جهڙو هوندو جيڪو فاسق آهي.

علامہ زمخشري لکيو آهي تہ هن آيت ۾ مومن مان مراد سيدنا علي ۽ فاسق مان مراد وليد بن عتبہ آهي. (٥)

آيت ع٩ـ "مِنَ الْمُؤْمِنِينَ رِجَالٌ صَدَقُوا مَا عَاهَدُوا اللَّهَ عَلَيْهِ فَمِنْهُمْ مَنْ قَضَىٰ نَحْبَهُ وَمِنْهُمْ مَنْ يَنْتَظِرُ" (٦)

ترجمو: علامہ ابن حجر مکي صواعق محرقہ ۾ آندو آهي تہ حضرت علي المرتضیٰ ڪرم الله وجهه فرمايو تہ: هيءَ آيت منهنجي چاچي (حضرت) حمزه سيدالشهداءِ ۽ منهنجي سوٽ عبيده بن حارث رضي الله عنهما جي شان ۾ نازل ٿي. عبيده بدر جي جنگ ۾ ۽ حمزه احد جي جنگ ۾ شهيد ٿي ويا ۽ مان هن امت مان نهايت بدبخت جو منتظر آهيان ان کان بعد پاڻ پنهنجي سهڻي ڏاڙهي مبارڪ تي هٿ ڦيرائي فرمايائون تہ "مون کي نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو هو تہ "هي تنهنجي شهادت جي رت سان رنگجي ويندي" (٧)

(١) اورراق غم ص٢١٥ـ (٢) سورت آيت (٣) اوراق غم ص٢١٥ـ (۴) سورت آيت (٥) (٦) سورت آيت (٧) اوراق غم ص٢١٦ـ

## نبوي حديثن علىٰ قائلها الصلوات والتسليمات مان فضائل

## حضرت علي (رضي الله عنه) علم جي شهر جو دروازو آهي

ع۱ـ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو "انا مدينـة الْعِلْمَ وَعَلِيٌّ بَابُهَا فَمَنْ اَرَادَالْعِلْمَ فَلْيَاتِ بَابَـهٗ" مان علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي پوءِ جيڪو علم جو ارادو ڪري اهو ان جي دراوزي تي اچي.

## حضرت علي (رضي الله عنـه) سينگاريل آهي

ع۲ـ حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ: مون رسول الله صلی الله عليـــه وسلم جن کان ٻڌو پاڻ حضرت علي رضي الله عنـه کي فرمايائون تہ "اي علي الله توکي اهڙي زينت سان مُزَيَنُ بنايو آهي جو (ٻين) ٻانهن کي ان کان وڌيڪ سينگار سان نہ نوازيو اٿس. ان مان (هڪ) دنيا ڏانهن بي رغبتي آهي توکي اهڙو بنايو اٿئين جو نہ تون ٿو دنيا کي حاصل ڪرين نہ دنيا کي توکان ڪجهہ پلئہ پوي ٿو توکي مسڪينن سان محبت ڏني اٿس اهي تنهنجي اڳواڻ هجڻ تي راضي آهن ۽ تون انهن جي تابع هجڻ تي راضي آهين ان لاءِ بشارت آهي جنهن توسان محبت رکي تنهنجي تصديق ڪئي ۽ ان جي لاءِ ويل آهي جنهن توسان بغض رکي تنهنجي تڪذيب ڪئي جن توسان محبت رکي تنهنجي تصديق ڪئي اهي توسان تنهنجي دار (بهشت) ۾ پاڙيسري ۽ (بهشت واري) تنهنجي محل

۾ تنهنجا رفيق هوندا ۽ جن توسان بغض رکي توتي ڪوڙ هنيا الله تي حق آهي تہ انهن کي (قيامت جي ڏينهن) ڪوڙن جي جاءِ تي بيهاري." (١)

## حضرت علي (رضي الله عنـه) ڏسي پوءِ رحلت ڪيان

ع٣ـ امر عطيـــة کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليــه وسلم جن جنگ جي هڪ لشڪر ۾ حضرت علي رضي الله عنــه کي موڪليو! پوءِ مون ٻڌو تہ پاڻ هي الفاظ پيا چون "اَللّٰهُمَّ لَاتُمِتْنِي حَتّٰى تُرِيَنِيْ عِلِيًا" (٢) اي منهنجا الله! مون کي تيستائين رحلت نہ ڪرائجان جيستائين مون کي علي ڏيکارين.

## حضرت علي (رضي الله عنـه) مون مان آهي ۽ مان علي مان آهيان

ع٤ـ عمران بن حصين کان طويل روايت ۾ آهي تہ رسول الله صلی الله عليــه وسلم جن فرمايو "اِنَّ عَلِيًّا مِّنِّيَ وَاَنَا مِنْ عَلِيِّ وَهُوَ وَلِيُّ كُلِّ مُؤْمِنٍ بَعْدِيْ" بلاشڪ علي مون مان آهي ۽ مان علي مان آهيان ۽ اهو مون کان بعد هر مومن جو ولي (مددگار) آهي.

## وضاحت

هتي ولي مان مراد خليفو ناهي بلڪ دوست ۽ مددگار آهي الله جل شانـه جو فرمان آهي "اِنَّمَا وَلِيُّكُمُ اللهُ وَرَسُوْلُهٗ" (٣) تہ هتي بہ مراد مددگار آهي خليفو ناهي.

(١) اسدالغابـه صـ٢٢،٢٣ـ جلد ٤ (٢) ساڳيو حوالو صـ٢٦ـ تهذيب الكمال صـ٢٦٠ـ جلد ٥ (٣) سورة المائدة آيت ع٥٥ـ

## دنيا ۽ آخرت ۾ ڀاءُ

ع٥۔ حضرت ابن عمر رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليـــه وسلم جن حضرت علي رضي الله عنـــه کي فرمايو "اَنت اَخِي فی الدُنيا والآخرَةِ" تون منهنجو دنيا ۽ آخرت ۾ ڀاءُ آهين.

### وضاحت

جڏهن سرور ڪائنات عليـــه الصلواة والسلام جن مدينـــه منورلا ۾ تشريف فرما ٿيا تہ پاڻ پنهنجن اصحابن مان مهاجرن کي انصارن جو ڀاءُ قرار ڏيندي هڪ کي ٻئي جو ڀاءُ بنايائون جڏهن حضرت علي رضي الله عنـــه کي ڪنهن جو ڀاءُ نہ سڏيائون تہ ان عرض ڪري پڇيو تڏهن پاڻ مٿيون ارشاد فرمايائون پر ان جو مطلب اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ نبي ڪريم عليـــه الصلواة والسلام جن عام ڀائرن وانگر ڀاءُ آهن جيئن ڪي گستاخ ڪين وڏي ڀاءُ وانگر سمجهندا آهن پاڻ تہ ان فرمان سان حضرت علي رضي الله عنـــه جي دل کي خوش رکيائون ۽ اهو خوش بہ ٿيو. پر ان ڪڏهن بہ حضور عليـــه الصلواة والسلام کي ادا يا ڀاءُ ڪري نہ سڏيو.

## الله جل شانه کي گهڻو پيارو

ع٦۔ حضرت انس رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليـــــه وسلم جن جي خدمت ۾ پکيءُ (جو گوشت) آندو ويو تہ پاڻ دعا گهريائون "اَللّٰهُمَّ أ ئِتني بِاَحَبِّ خَلقِكَ اِلَيكَ يَاكُلُ مَعِيَ هٰذَالطَّيرَ" ياالله مون وٽ اهو ماڻهو آڻ

جيڪو تو وٽ گهڻو پيارو آهي تہ (مون سان گڏ کائي) تہ علي آيو ۽ ان گڏجي ويهي کاڌو. (١)

## وضاحت

هن روايت جي لفظ "بِاَحَبِّ خَلْقِكَ" ۾ من تبعيضيہ آهي يعني جيڪي ماڻهو توکي وڌيڪ پيارا آهن انهن مان هڪ کي موڪل ۽ واقعي حضرت علي رضي الله عنہ ان جماعت مان هو. ان جو مطلب اهو ناهي تہ حضرت علي رضي الله عنہ کين ساري مخلوق مان وڌيڪ پيارو هو پيا نہ هئا پوءِ تہ سيدہ فاطمہ حضرات حسنين ڪريمين رضي الله عنهما لاءِ ڇا چيو ويندو؟ خيال ۾ رکڻ کپي تہ محبوبيت گهڻا قسم آهي ازواج مطهرات جي محبوبيت هڪ قسم جي آهي تہ اولاد اطهار جي محبت ٻئي قسم جي حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر ۽ حضرت عثمان ۽ ٻين اصحابن، امامن، اولياءَ ڪرام بلڪ هر امتيءَ سان بہ حضور عليہ الصلواة والسلام جن جي محبت آهي ان جي ڪري مختلف حديثن ۾ مختلف شخصيتن سان محبت جو بيان سمورو برحق آهي ڪنهن جو بہ انڪار نہ ڪيو ويندو (٢) علامہ علي قاري لکيو آهي تہ مخلوق ۾ تہ حضور عليہ الصلواة السلام بہ آهي ڇا حضرت علي رضي الله عنہ ان کان بہ خدا کي وڌيڪ محبوب آهي؟ هرگز نہ ان جي ڪري وضاحت ضروري آهي. (٣)

---

(١) ساڳيو حوالو ص٢٧ـ صحيح ابن حبان ص٤٢ـ جزء ٩ ترمذي ص٢١٣ـ جزء ٢ (٢) مراة شرح مشڪواة ص٤١٩ـ جلد ٨ (٣) مرقاة ص٥٦٩ـ جلد ٥

## عربن جو سردار

ع۷۔ حضرت امام حسن بن علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله وسلم جن حضرت علي رضي الله عنه جي لاءِ فرمايو "اُدعوُالِی سَیِّدَالعَرب"(١) عرب جي سردار کي مون وٽ سڏي اچو. ام المومنين عائشه رضي الله عنها عرض ڪري پڇيو تہ ڇا اوهان عرب جا سردار ناهيو؟ پاڻ فرمايائون تہ "مان اولاد آدم جو سردار آهيان ۽ علي عرب جو سردار آهي جڏهن (حضرت) علي رضي الله عنه آيو تہ ان کي انصارن ڏانهن موڪليائون اهي آيا تہ پاڻ انهن کي فرمايائون "اي انصارن جي جماعت! ڇا مان اوهان کي اهو نہ ڏسيان جو جيڪڏهن اوهان ان کي مضبوطيءَ سان وٺندؤ تہ ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندؤ. عرض ڪيائون تہ يارسول الله! هائو"پاڻ فرمايائون تہ "هي علي آهي ان سان منهنجي محبت جي ڪري محبت رکو ۽ منهنجي عزت ڏيڻ جي ڪري ان جي عزت ڪيو جيڪو مون اوهان کي چيو آهي ان جو مون کي جبريل الله جي طرفان امر پهچايو آهي؛ (٢)

## حڪمت جو دروازو

ع۸۔ علامہ صنابحي حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ سيدنا رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "اَنَادَارُ الحِکمَةِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا" (٣) مان حڪمت جي دار آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي.

(١) حلية الاولياءَ ص۶۳۔ جزءِ ١ (٢) المستدرک ص۱۲۴۔ جلد ٣
(٣) الرياض النضرة ص۲۵۵۔ جلد ٢ حلية الاولياء ص۶۴۔ جزء ١

# وضاحت

هن حديث جي وضاحت ڪندي علامہ مفتي احمد يار خان عليہ الرحمة لکيو آهي يعني جيئن ڪنهن گهر مان ڪا شيءِ ان جي دروازي ڪان ملندي آهي تہ تيئن حڪمت جيڪڏهن ڪنهن کي ملندي تہ حضرت علي رضي الله عنہ جي دروازي کان.وڌيڪ وضاحت ڪندي علامہ مذڪور لکيو آهي تہ نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جا علوم تمام گهڻا آهن ڪنهن تي ڪهڙي مهرباني فرمايائون تہ ڪنهن تي ڪهڙي حضرت علي رضي الله عنہ کي قضا ۽ ولايت جو علم عطا فرمايائون. "وَاَقْضَاهُمْ عَلِيٌّ" حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنہ کي قرآن ڪريم جي تجويد جو علم "اَقْرَءَكُمْ" حضرت زيد بن ثابت کي ورثي جو علم "اِنَّهٗ اَفْرَضُكُمْ" حضرت معاذ بن جبل کي حلال ۽ حرام جو علم "اَعْلَمُكُمْ بِالْحَلَالِ وَالْحَرَامِ" نبي اڪرم صلى الله عليہ وسلم کي عطا ڪيل علوم جنت کان وسيع آهن جڏهن جنت جا دروازا اٺ تہ حضور پرنور عليہ الصلواة والسلام جي علوم جا ڪيترا دروازا هوندا؟ هر صحابي حضور عليہ الصلواة والسلام جي ڪنهن نہ ڪنهن فيض ۽ مهرباني ملڻ جو دروازو آهي سندن فرمان آهي "اَصْحَابِي كَالنُّجُوْمِ بَايِهِمْ اَقْتَدَيْتُمْ اِهْتَدَيْتُمْ" منهنجا اصحاب (آسمان جي) تارن وانگر آهن جنهن جي بہ اقتداء ڪندؤ تہ هدايت وارا ٿيندؤ (١) ۽ ان ڳالهہ جو اهو بہ دليل آهي تہ تابعين عظام مختلف اصحابن رضي الله عنهم کان مختلف علوم حاصل ڪيا هئا. (٢)

---

(١)مرآة المناجيح ص۴۲۰ـ جلد ٨(٢)مرقاة المفاتيح ص٥٧١ـ جلد ٥

## سنن خوبين جو صاحب

ع۹۔ حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنــه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم عليــه الصلواة والسلام جن (حضرت علي رضي الله عنــه) جي ٻن ڪلهن جي وچ تي هٿ (مبارڪ) هڻي فرمايو "تو ۾ ست خوبيون اهڙيون آهن جو انهن ۾ قيامت جي ڏينهن توسان ڪير بہ حجت ڪري نہ سگهندو ١: تون (ننڍين) مومنن مان ايمان ۾ اول ٢: الله جي عهد کي چڱيءَ طرح وفا ڪندڙ ٣: الله جي امر کي چڱيءَ طرح قائم ڪندڙ ۴: رعيت تي وڏي نرمي ڪندڙ ۵: برابري رکندڙ ٦: قضا جي علم جو وڏو عالم ٧: قيامت جي ڏينهن عظمت وارو آهين؟ (١)

## امت ۾ وڏيڪ قضا جو علم رکندڙ

ع١٠۔ حضرت انس رضي الله عنــه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليــه وسلم جن فرمايو "اَقْضَي اُمَّتِيْ عَلِيٌّ" (٢) منهنجي امت ۾ قضا جو وڏيڪ علم رکندڙ علي آهي.

## هادي، مهدي

ع١١۔ امام احمد جيدسند سان حضرت علي رضي الله عنـه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليــه وسلم جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ويو تہ يارسول الله! اوهان کان پوءِ ڪنهن کي امير بنايون؟ پاڻ فرمايائون تہ "جيڪڏهن ابوبڪر

(١) ساڳيو حوالو ص٦٦۔ جزء ١ (٢) الرياض النضرة ص٢٦٢۔ جلد ٢

كي امير ڪندؤ تہ ان كي امانت وارو، دنيا كان بي رغبت ۽ آخرت ۾ رغبت رکندڙ لهندؤ ۽ جيڪڏهن عمر كي امير ڪندؤ تہ ان كي قوي، امين لهندؤ جيڪو الله جي دين جي معاملي ۾ ڪنهن ملامت ڪندڙ جي ملامت كان نہ ڊڄندو ۽ جيڪڏهن علي كي امير ڪندؤ ۽ مان نہ ٿو ڏسان تہ ڪندؤ. تہ ان كي هادي مهدي لهندؤ اوهان كي صراط مستقيم وترائيندو" (١)

## حضرت علي ۽ قرآن گڏ آهن

ع١٢ـ طبراني اوسط ۾ حضرت ام المومنين ام سلمہ رضي الله عنهما كان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو "عَلِيٌّ مَعَ الْقُرْآنِ وَالْقُرْآنُ مَعَ عَلِيٍ لاَ يُفْتَرِقَانِ حتّٰى يَرِدَا عَلَيَّ الْحَوْضَ" (٢) "علي قرآن سان گڏ آهي ۽ قرآن علي سان گڏ آهي. هڪ ٻئي كان جدا نہ ٿيندا تانجو مون وٽ حوض (ڪوثر) تي ايندا."

## نبوي نسل حضرت علي جي پٺيءَ مان هلندو

ع١٣ـ طبراني جابر كان ۽ خطيب ابن عباس رضي الله عنهم كان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو "اِنَّ اللهَ جَعَلَ ذُرِّيَّةَ كُلِّ نَبِيٍّ فِي صُلْبِه وَجَعَلَ ذُرِّيَّتِيْ فِيْ صُلْبِ عَلِيِّ ابْنِ اَبِيْ طَالِبِ" (٣) الله هر نبي جو اولاد ان جي پٺيءَ ۾ رکيو آهي ۽ منهنجو اولاد علي بن ابي طالب جي پٺيءَ ۾ رکيو آهي.

(١) الاصابة صـ٥١٠ـ جلد٢ (٢) الصواعق المحرقة صـ١٢٤ـ
(٣) ساڳيو حوالو

## پلو ڀاءُ

ع١۴۔ ديلمي ام المومنين سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "خَيْرُ اِخْوَتِيْ عَلِيٌّ وَخَيْرُ اَعْمَامِيْ حَمْزَةُ" (١) منهنجي ڀائرن مان پلو علي آهي ۽ منهنجن چاچن مان پلو حمزه آهي.

## بهشتي تارو

ع١۵۔ بيهقي ۽ ديلميءَ حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "عَلِيٌّ يَزْهُو فِي الْجَنَّةِ كَكَوْ كَبِ الصُّبْحِ لِاَهْلِ الدُّنْيَا" (٢) علي جنت ۾ ايئن چمڪندو جيئن دنيا وارن لاءِ صبح جو تارو چمڪندو آهي.

## چئن سان محبت

ع١٦۔ نبي پاڪ عليه الصلواة والسلام جن فرمايو "اَرْبَعَةٌ لَايَجْتَمِعُ حُبُّهُمْ فِيْ قَلْبِ مُنَافِقٍ وَلَايُحِبُّهُمْ اِلَّا مُؤْمِنٌ اَبُوْبَكْرٍ وَّعُمَرُ وَ عُثْمَانُ وَعَلِيٌّ" (٣) يعني چئن ڄڻن جي محبت منافق جي دل ۾ نہ هوندي ۽ انهن سان محبت صرف مومن رکندو ١: ابوبڪر ٢: عمر ٣: عثمان ۴: علي.!

(١) ساڳيو حوالو (٢) ساڳيو حوالو (٣) تهذيب الڪمال ص٢٦٠۔ جلد ۵

## دنيا ۽ آخرت ۾ سردار

ع١٧ـ نبي پاڪ عليـــه الصلواة والسلام جن جڏهن پنهنجيءَ نياڻيءَ سيده فاطمـــه رضي الله عنها جي حضرت علي رضي الله عنـــه سان شادي ڪرائي تہ فرمايائون: اي فاطمـــه! "زَوَّجْتُكَ سَيِّدًا فِى الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَاِنَّـــهٗ لَاَوَّلُ اَصْحَابِي سِلْمًا وَاَكْثَرُهُمْ عِلْمًا وَاَعْظَمُهُمْ حِلْمًا" (١) مون تنهنجي شادي دنيا ۽ آخرت جي سردار سان ڪرائي آهي ۽ اهو منهنجن (ننڍي عمر وارن) اصحابن مان اول مسلمان ۽ انهن ڪان علم ۾ گهڻو ۽ بردباريءَ ۾ وڏو آهي.

## جنهن جو مان مولا آهيان علي بہ ان جو مولا آهي

ع١٨ـ بريده، ابوهريرة، جابر، براءَ بن عازب ۽ زيدبن ارقم رضي الله عنهم سيني روايت ڪئي آهي تہ خُمِّ غَدِيْرَ واري ڏينهن رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن فرمايو "مَنْ كُنْتُ مَوْلَاهُ فَعَلِيٌّ مَوْلَاهُ اَللّٰهُمَّ وَالِ مَنْ وَالَاهُ وَعَادِ مَنْ عَادَاهُ" جنهن جو مان مددگار آهيان علي بہ ان جو مددگار آهي مولا جيڪو ان سان محبت رکي تون بہ ان سان محبت رک ۽ جيڪو ان سان عداوت رکي تون بہ ان سان عداوت رک اهڙو ارشاد پاڻ بريده اسلمي کي بہ يمن کان موٽڻ کان پوءِ فرمايو هيائون (٢) هيءَ حديث ٽيهن اصحابن روايت ڪئي آهي. (٣)

(١) ساڳيو حوالو تهذيب الكمال ص٢٦٠ـ جلد ٥ (٢)ساڳيو حوالو المستدرک للحاكم ص١١٠ـ جلد ٣ (٣) طبقات ابن سعد ص٢٢ـ جلد٣ الصواعق المحرقة ص١٢٢ـ صحيح ابن حبان ص٤٢ـ جزء ٩

## وضاحت

علماءِ اعلام لکيو آهي تہ رسول الله صلی الله عليـــه وسلم جن حجـــة الوداع کان واپس ايندي غدير خم نالي مقام تي تشريف فرما ٿيا. حضرت علي رضي الله عنـــه کي هٿ مان وٺي فرمايائون تہ ڇا اوهان نہ ٿا ڄاڻو تہ: "مان مومنن کي سندن سرن کان وڌيڪ آهيان" سيني عرض کيو تہ "هائو" پاڻ فرمايائون تہ ڇا اوهان نہ ٿا ڄاڻو تہ مان هر مومن جو سندن سر کان (وڌيڪ) والي آهيان؟ عرض ڪيائون تہ هائو. پاڻ فرمايائون تہ "اي الله! جنهن جو مان مولا آهيان علي بہ ان جو مولا آهي ياالله! جيڪو ان سان محبت ڪري تون بہ ان سان محبت ڪر جيڪو ان سان عداوت رکي ان سان تون بہ عداوت رک. ان کان پوءِ حضرت عمر حضرت علي رضي الله عنهما کي مليو ۽ چيائينس تہ اي علي! مبارڪ اٿئي تون هر مومن ۽ مومنياڻيءَ جو صبح ۽ شام مولا آهين" (۱) هن روايت ۾ آيل لفظ مولا جي معنیٰ دوست ۽ مددگار آهي خليفو ناهي ڇو تہ حضور عليـــه الصلواۃ والسلام جن پنهنجي لاءِ بہ مولا آندو ۽ پاڻ ڪنهن جا خليفا ناهن الله جل شانــــه پنهنجي شان ۾ آندو "اَنْتَ مَوْلَانَا"(۲) الله ڪنهن جو خليفو ناهي ان جي ڪري ان کي خلافت بلافصل جو دليل بنائي نہ ٿو سگهجي.

---

(۱)مشڪواۃ صـ۴۲۵،۴۲۶ـ (۲) سورة البقرة آيت صـ۲۸٦ـ

## تون منهنجو ڀاءُ آهين

حضرت علي جي پٽ عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ: جڏهن رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن اصحابن کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بنايو تہ حضرت علي جي ڪلهي تي هٿ رکي فرمايائون "اَنْتَ اَخِيْ تَرِثُنِيْ وَاَرِثُكَ فَلَمَّا نَزَلَتْ آيَةُ الْمِيْرَاثِ قَطَعَتْ ذَاكَ (١) تون منهنجو ڀاءُ آهين تون منهنجو وارث مان تنهنجو پوءِ جڏهن ورثي جي آيت لٿي تہ دنياوي ورثو نہ رهيو.

## وضاحت

مذڪوره روايت جي الفاظ مان مراد علم ۽ فيض جو ورثو آهي دنيا جو ورثو ناهي ڇو تہ انبياءَ عظام عليهم الصلواة والسلام مالي ورثو نہ ڇڏيو ۽ نہ انهن جو ڪو مالي وارث ٿيندو.

## جنهن علي کي گهٽ وڌ ڳالهايو ان مون کي گهٽ وڌ ڳالهايو

ع٢٠ـ ام المومنين ام سلمة رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ "مَنْ سَبَّ عَلِيًا فَقَدْ سَبَنِي" (٢) جنهن علي کي گهٽ وڌ ڳالهايو ان مون کي گهٽ وڌ ڳالهايو.

---

(١) ترمذي صـ٢١٣ـ جزء ٢ (٢) المستدرڪ صـ١٢١ـ جلد ٣

## وضاحت

مطلب تہ جنهن حضرت علي کي نسب جي لحاظ سان گار ڏني ان مون مصطفیٰ عليہ الصلواة والسلام کي گار ڏني جيکو اها گار حلال سمجهي ڏي ٿو تہ اهو ڪافر آهي ۽ نبي پاڪ عليـــہ الصلواة والسلام جن تہ پين اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جي گار ڏيڻ کان بہ سختيءَ سان روڪيو آهي جيئن سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ "مَنْ سَبَّ اَصْحَابِيْ فَعَلَيْـہِ لَعْنَـةُ اللهِ وَالْمَلاَئِكَـةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ" (١) جنهن منهنجي اصحابن سڳورن کي گار ڏني ان تي الله ۽ ملائڪن ۽ سڀني ماڻهن جي لعنت آهي هڪ ڀيري ڪنهن شخص حضرت عمر رضي الله عنـــہ جي اڳيان حضرت علي لاءِ ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪيو تہ پاڻ (ان کي سختيءَ سان روڪيندي) نبي پاڪ عليـــہ الصلواة والسلام جي مزار پر انوار ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ "تون هن مزار ۾ رهندڙ کي سڃاڻين ٿو؟ (حضرت) علي رضي الله عنـــہ جو ذڪر ڪرين تہ سهڻو ذڪر ڪر جيڪڏهن ان جي شان جي توهين ڪيئي تہ رسول الله صلى الله عليـہ وسلم جن کي ايذائيئي. (٢)

## علي جي اطاعت منهنجي اطاعت آهي

ع۲۱ـ حضرت ابوذر رضي الله عنـــہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليـہ وسلم فرمايو "مَنْ اَطَاعَنِيْ فَقَدْاَطَاعَ اللهَ

(١) مرقاة صـ٥٧٦ـ جلد (٢) مرآة صـ٤٢٣ـ جلد ٨

وَمَنْ عَصانِي فَقَدْ عصى الله ومن اطاع عليا فَقَدْ اَطَاعَنِيْ وَمَنْ عَصَا عَلِيًّا فَقَدْ عصانِيْ" (١) جنهن منهنجي اطاعت ڪئي ان الله جي اطاعت ڪئي ۽ جنهن منهنجي بي فرماني ڪئي ان الله جي بي فرماني ڪئي ۽ جنهن علي جي اطاعت ڪئي ان منهنجي اطاعت ڪئي ۽ جنهن علي جي بي فرماني ڪئي ان منهنجي بي فرماني ڪئي.

## جنهن علي کي ايذايو ان مون کي ايذايو

ع٢٢ـ عمرو اسلمي کان ڏگهي روايت ۾ آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو "مَنْ آذیٰ عَلِيًّا فَقَدْ آذَانِي" (٢) جنهن علي کي ايذايو ان مون کي ايذايو.

## حضرت عيسىٰ علىٰ نبينا وعليہ الصلواة والسلام سان مشابهہ

ع٢٣ـ ربيعة بن ناجد کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن علي کي سڏي فرمايو "تہ تو ۾ (حضرت) عيسىٰ جو مثال موجود آهي يهودين ان سان دشمني رکي ان جي ماءُ تي بهتان هنيو ۽ نصارن ان کي محبت جي دعوىٰ ۾ ان منزل تي پهچايو (الله سڏيو) جنهن جو اهو اهل ناهي." رواي ء جو قول آهي تہ حضرت علي رضي الله عنہ پاڻ فرمايو تہ "منهنجي معاملي ۾ اهو هلاڪ ٿيندو جيڪو محبت ۾

(١) المستدرڪ صـ١٢١ـ جلد ٣ (٢) المستدرڪ صـ١٢٢ـ جلد٣ صحيح ابن حبان صـ٣٩ـ جزء ٩

مبالغو ڪري مون لاءِ اهي ڳالهيون چوي جيڪي مون ۾ ناهن ۽ (اهو بہ هلاڪ ٿيندو جيڪو مون سان) بغض رکنديءَ مون تي بهتان ٻڌندو خبردار: مان نبي ناهيان ۽ نہ مون ڏانهن وحي ڪيو ٿو وڃي ۽ پر جيترو تي سگهي ٿو مان الله جي ڪتاب ۽ ان جي رسول عليہ الصلواة والسلام جي سنت تي عمل ڪيان ٿو پوءِ جيڪو مان اوهان کي الله جي اطاعت جو امر ڪيان تہ ان جو مڃڻ پوءِ اهو پسند ڪيو يا نہ ڪيو اوهان تي حق آهي ۽ مان يا ڪو ٻيو جيڪڏهن اوهان کي الله جي بي فرمانيءَ جو امر ڪري تہ ڪنهن جي بہ الله جي بي فرمانيءَ ۾ فرمانبرداري ڪرڻي ناهي فرمانبرداري صرف الله جي اطاعت ۾ آهي.

## وضاحت

هن روايت جو مفهوم هاڻي ظاهر ٿي رهيو آهي جيئن حضور عليہ الصلواة والسلام ٻڌايو تيئن ڏسي رهيا آهيون شيعا حضرت علي رضي الله عنـــہ جي محبت جي دعوىٰ ڪندي الائي ڪٿي وڃي پهتا ۽ خارجي ان سان دشمنيءَ جي ڪري تباهہ ٿي ويا بعضي شيعا سڏائيندڙ حضرت علي کي نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام کان مٿي چوڻ لڳا هڪ شيعي شاعر جو شعر آهي.

علی کو مصطفیٰ سے میں تو افضل کہہ نہیں سکتا
مگر اپنے سے بہتر دیکھ کر داماد کرتے ہیں۔

يعني حضرت علي کي نبي کريم عليه الصلواة والسلام جن پاڻ کان پلو ڏسي نياڻي ڏني هئي (معاذ الله ثم معاذالله) شيعا سڏائڻ وارن مان نصيري فرقي وارن هن طرح چيو آهي.

دکھادو یاعلی جلوہ نصیری کے خدا تم ہو
یہ آنکھیں طالب دیدار ہیں حاجت روا تم ہو.

مذکوره روايت ۾ حضرت علي سان محبت جي نفي ناهي ان جي محبت تہ عين ايمان آهي صرف غلط عقيدي رکڻ کان روکيو ويو آهي ۽ علي سائين سان بغض رکڻ قطعي حرام آهي بلڪ بسا اوقات کفر کي پهچندو آهي. (١)

## بهشت ۾ کاڻ

ع۲۴ـ سلمة بن ابي الطفيل پنهنجي پيءُ کان ان حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کيس مخاطب ٿي فرمايو "يَاعَلِيُّ! لَكَ كَنْزٌ فِي الْجَنَّةِ" (٢) اي علي تنهنجي لاءِ بهشت ۾ کاڻ آهي.

## جتي علي اتي حق

ع۲۵ـ ابو حيان تيمي پنهنجي پيءُ کان ان حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "رَحِمَ اللهُ عَلِيًا اللّٰهُمَّ اَدِرِ الْحَقَّ مَعَهٗ حَيْثُ دَارَ"

(١) مرآة المناجيح ص۴۲۴ـ جلد ٨ (٢) المستدرک ص۱۲۳ـ جلد۳ الصواعق المحرقة ص۱۲۳ـ مصنف ابن ابي شيبه ص۳٦٧ـ جلد ٩

الله علي تي رحمت ڪري يا الله جتي بہ علي وڃي حق کي ان سان گڏ رک.

## علي جي محبت منهنجي محبت آهي

ع٢٦ـ عوف ابي عثمان روايت آندي آهي تہ هڪ شخص (حضرت) سلمان (فارسي رضي الله عنـــه) کي چيو تہ تنهنجي حضرت علي سان گهڻي محبت ڇو آهي؟ ان فرمايو تہ ان جي ڪري جو رسول الله صلى الله عليـه وسلم جن فرمايو آهي "مَنْ اَحَبَّ عَلِيًّا فَقَدْ اَحَبَّنِي وَمَنْ اَبْغَضَ عَلِيًّا فَقَدْ اَبْغَضَنِيْ" جنهن علي سان محبت رکي ان مون سان محبت رکي ۽ جنهن علي سان بغض رکيو ان مون سان بغض رکيو.

## جنگ ۾ فرشتن جو ساٿ

ع٢٧ـ ابو صالح حضرت علي رضي الله عنـــه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن مون کي ۽ (حضرت) ابوبڪر رضي الله عنهما کي بدر جي جنگ ۾ فرمايو "اوهان مان هرهڪ سان سڄي پاسي کان جبريل ۽ ٻئي پاسي کان ميڪائيل ۽ اسرافيل آهن" (١)

## ڇئن جي محبت

ع٢٨ـ ترمذي ۽ حاڪم بريدة رضي الله عنـــه کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن فرمايو "اِنَّ

(١) ساڳيو حوالو ص١٣٤ـ جلد ٣

اللهَ اَمَرَنِيْ بِحُبِّ اَرْبَعَــةٍ وَاَخْبَرَنِيْ اَنَّــهُ يُحِبُّهُمْ قِيْلَ يَارَسُوْلَ اللهِ! سَمِّهِمْ لَنَا قَالَ عَلِيٌّ مِّنْهُمْ (يَقُوْلُ ذَالِكَ ثَلَاثًا) وَاَبُوْذَرٍّ وَالْمِقْدَادُ وَسَلْمَانُ (١) الله (جل شانــه) مون کي چئن چئن سان محبت رکڻ جو امر کيو آهي انهن مان علي آهي (اهو ٽي ڀيرا فرمايائون) ۽ ابوذر ۽ مقداد ۽ سلمان (رضي الله عنهم).

## علي سان مومن محبت رکندو

ع٢٩ـ مسلم شريف حضرت علي رضي الله عنــــه کان روايت آندي آهي ان فرمايو تہ "ان الله جو قسم آهي جنهن داڻي کي چيريو ۽ سلو ڄمايو" تہ بلاشڪ نبيَ اُمِيَ مون سان عهد فرمايو تہ مون سان محبت صرف مومن رکندو ۽ منافق بغض رکندو ۽ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنــــه فرمايو تہ "منافقن کي ان نموني سڃاڻندا هياسين تہ اهي حضرت علي رضي الله عنــــه سان بغض رکندا هئا" (٢) مطلب تہ منافق حضرت علي رضي الله عنـہ جي محبت کان خالي هوندو.

## وضاحت

هن حديث ۾ سيدنا علي رضي الله عنـــہ سان محبت رکڻ جي اهميت ۽ ڀلائي بيان ڪيل آهي پر ان محبت مان مراد سچي محبت آهي نہ صرف دعوىٰ واري محبت بفضلــــه تعالىٰ سچي محبت اهل السنـــة والجماعـــة کي حاصل آهي سچي

(١) الصواعق المحر قة ص١٢٢ـ (٢) ساڳيو حوالو ص١٢٣ـ

محبت وارو سيدنا علي كَرَّمَ اللهُ وَجْهَــهُ جي نقش قدم تي هلندو ان جي اعمال صالحــه وانگر صالح عمل ڪندو ان جي ساري آل سان محبت رکندي انهن جو ادب ۽ احترام به رکندو ائين نه ته هڪڙن کي مڃي ٻين کي گاريون ڏئي لعنتون ڪري انهن جي نسل جو ئي انڪار ڪري ويهندو. جيئن هن دور ۾ ڪيترا سيدنا عبدالقادر جيلاني عليــه الرحمــة جي آل رسول عليــه الصلواة والسلام ۽ آل علي رضي الله عنــه هجڻ جا منڪر آهن.

## هڪ وڻ مان آهيون

ع٣٠ـ طبراني اوسط ۾ ضعيف سند سان حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنــه کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلي الله عليــه وسلم جن فرمايو "اَلنَّاسُ مِنْ شَجَرٍ شَتَّي وَاَنَا وَعَلِيٌّ مِنْ شَجَرَةٍ وَاحِدَةٍ" (١) ماڻهو مختلف وڻن مان آهن ۽ مان ۽ علي هڪ وڻ مان آهيون.

## علي ڏانهن نهارڻ عبادت آهي

ع٣١ـ طبراني ۽ حاڪم حضرت ابن مسعود رضي الله عنــه کان روايت آندي آهي ته نبي پاڪ عليــه الصلواة والسلام جن فرمايو "اَلنَّظَرُ اِلىٰ عَلِيٍّ عِبَادَةٌ" (٢) (حضرت) علي ڏانهن نهارڻ عبادت آهي.

(١) ساڳيو حوالو ص١٢٣ـ (٢) صحيح ابن احبان ص٤٠ـ جزء ٩

## مغفرت حاصل ڪرڻ واري دعا جي تعليم

ع٣٢ـ حضرت علي رضي الله عنـــه ڪان روايت آهي تہ: مون کي رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن فرمايو تہ: توکي اهڙا ڪلما سيڪاريان؟ جو اهي پڙهين تہ الله توکي (وڏيڪ) مغفرت نصيب ڪري جيتوڻيڪ تون مغفرت مليل آهين (اهي ڪلما هي آهن) "لَآاِلٰـهَ اِلاَّ اللهُ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمُ. لَآاِلٰـهَ اِلاَّاللهُ الْحَلِيْمُ الْكَرِيْمُ سُبْحَانَ اللهِ رَبِّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبِّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ وَالْحَمْدُلِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ" (١)

## علي کي شفا ڏي

ع٣٣ـ حضرت علي ڪان روايت آهي تہ: مان طبيعت ۾ ناچاڪ هوس ۽ نبي ڪريم صلى الله عليـــه وسلم جن مون ڪان طبع پرسيءَ لاءِ آيا تہ مون چيو ياالله! جيڪڏهن منهنجو اجل حاضر ٿيو آهي تہ مون کي دنيا جي تڪليفن ڪان ڇڏائي) راحت عطا ڪر ۽ جيڪڏهن دير آهي تہ مون کي ڪٽي وٺ ۽ جيڪڏهن آزمائش آهي تہ مون کي صبر نصيب ڪر" رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن مون کي فرمايو تہ "ڇا پيو چوين" مون وري چئي ٻڌايو تہ پاڻ مون کي پنهنجو پير مبارڪ هڻي دعا جا هي الفاظ فرمايائون "ياالله هن کي تندرستي ڏي ان ڪان پوءِ مون ڪڏهن بہ اها تڪليف محسوس نہ ڪئي" (٢)

(١) صحيح ابن احبان صـ٤١ـ جزء ٩ (٢)ساڳيو حوالو صـ٤٧ـ

## بهشت ۾ سهڻو باغ

ع٣۴ـ حضرت انس کان روايت آهي تہ: مان ۽ علي رسول الله صلى الله عليہ وسلم سان گڏ (مدينہ منورہ) جي هڪ باغ ۾ وياسون ۽ اتي هڪ باغيچو ڏسي (حضرت) علي فرمايو هي باغيچو ڪيڏو سهڻو آهي؟ تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو ”جنت ۾ تنهنجو باغيچو ان کان وڌيڪ سهڻو آهي.“

## علي منهنجو وزير بڻاءِ

ع٣۵ـ اسماءَ بنت عميس رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن کان هي دعا جا الفاظ ٻڌا. ”اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَقُوْلُ كَمَا قَالَ اَخِيْ مُوْسىٰ اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ لِيْ وَزِيْرًا مِّنْ اَهْلِيْ اَخِيْ عَلِيًّا اُشْدُدْبِهٖ اَزْرِي وَاَشْرِكْهُ فِيْ اَمْرِيْ كَيْ نُسَبِّحَكَ كَثِيْرً اوَنَذْكُرُكَ كَثِيْرًا اِنَكَ كُنْتَ بِنَابَصِيْرًا “اخرجه احمد في المناقب“ (١) اي منهنجا الله! مان ائين تو چوان جيئن منهنجي ڀاءُ موسىٰ چيو هو. اي منهنجا الله! منهنجي لاءِ منهنجي اهل مان منهنجي ڀاءُ علي کي وزير بڻاءِ ان سان منهنجي چيلهہ مضبوط ڪر ان کي منهنجي ديني ڪمن ۾ شريڪ ڪر تانت تنهنجي تسبيح گهڻي پڙهون ۽ تنهنجو ذڪر گهڻو ڪيون بلاشڪ تون اسان کي ڏسندڙ آهين. (هيءَ روايت امام احمد مناقب ۾ آندي آهي)

---

(١) مرقاة صـ۵٦۴ـ جلد ۵

## حضرت علي مٿي جي برابر آهي

ع٣٦ـ خطيب حضرت براء کان ۽ مسندالفردوس ۾ ديلمي حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ جن فرمايو "عَلِيٌّ مِّنِّيْ بِمَنْزِلَةِ رَاسِيْ مِنْ بَدَنِيْ" علي مون لاءِ ائين آهي جيئن منهنجو مٿو (مبارڪ) منهنجي بدن لاءِ آهي.

## حضرت علي سان محبت جي فرمائش

ع٣٧ـ امام احمد مناقب ۾ مطلب بن عبدالله کان ان پنهنجي پيءُ کان روايت آندي آهي تہ: رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن فرمايو "يَاأَيُّهَا النَّاسُ أوصيكم بذي قرابتي اخي وَابْنِ عَمِّيْ عَلِي ابْنِ اَبِيْ طَالِبٍ فَاِنَّهُ لَايُحِبُّهُ اِلَامُؤْمِنٌ وَّلَايُبْغِضُهُ اِلَا مُنَافِقٌ مَنْ اَحَبَّهُ فَقَدْاَحَبَّنِيْ وَمَنْ اَبْغَضَهُ فَقَدْاَ بْغَضَنِيْ" (١) اي انسانو! مان اوهان کي پنهنجي قرابت جي صاحب، پنهنجي ڀاءُ ۽ سوٽ علي بن ابي طالب لاءِ وصيت ٿو فرمايان بلاشڪ ان سان محبت صرف مومن رکندو ۽ ان سان بغض صرف منافق رکندو جنهن ان سان محبت رکي ان مون سان محبت رکي جنهن ان سان بغض رکيو ان مون سان بغض رکيو.

## نهايت نيڪ بخت

ع٣٨ـ امام احمد سيده فاطمہ زهراءَ رضي الله عنها کان

(١) ساڳيو حوالو

روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليہ وسلم جن فرمايو "اِنَّ السَّعِيدَ كل السَّعِيدِ حق السَّعِيدِ مَن احَبَّ عَلِيًا فِيَ حَيَاتِہٖ وَبَعْدَ مَوْتِہٖ" (١) بلاشڪ نيڪ بخت سڄو نيڪ بخت جيئن نيڪ بختيءَ (جو حق هوندو آهي تيئن) نيڪ بخت اهو آهي جنهن علي سان ان جي حياتيءَ ۾ ۽ ان جي وفات کان پوءِ بہ محبت رکي.

## جبريل بہ انهن مان آهي

ع٣٩ـ ابو رافع کان روايت آهي تہ: جڏهن حضرت علي اُحُدَ جي جنگ ۾ ڪافرن کي قتل ڪيو تہ نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جي خدمت ۾ جبريل عرض ڪيو هي دين سان غمخواري آهي پاڻ جبريل کي فرمايائون. اهو منهنجو آهي ۽ مان ان جو آهيان تہ جبريل عرض ڪيو "وَاَنَا مِنْكُمَا يَارَسُولَ اللهِ!" ۽ مان بہ اوهان ٻنهي جو آهيان. (٢)

## علي سان مومن محبت رکندو

ع٤٠ـ ام المونين ام سلمہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليہ وسلم جن فرمايو "لَايُحِبُّ عِلِياً مُنَافِقٌ وَلَايُبْغِضُہٗ مُؤمِنٌ (٣) منافق علي سان محبت نہ رکندو مومن ان سان بغض نہ رکندو مطلب تہ حضرت علي رضي الله عنہ ايمان جي پرک آهي.

(١) مرقاة ص٥٦٥ـ ص٥٦٨ـ جلد ٥(٢) ترمذي ص٢١٣ـ جزء ٢(٣) ساڳيو حوالو

## حضرت علي ادا ڪندو

ع۱۴- حُبشي بن جناده کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليـــه وسلم جن فرمايو "علي مون مان آهي مان علي مان آهيان ۽ منهنجي طرفان ادائيگي صرف علي ڪندو"(١)

## وضاحت

محدثن ڀلارن لکيو آهي تہ عرب جو رواج هوندو هو تہ جيڪڏهن ڪنهن سان ڪيل عهد ۽ انجام ٽوڙيندا هئا تہ اهو عهد ڪندڙ پاڻ يا ان جو ويجهو مٽ مائٽ اعلان ڪندو هو تہ هاڻي عهد ختم آهي جنهن سال نبي ڪريم عليـــه الصلواة والسلام جن حضرت ابوبڪر رضي الله عنـه ڪي ماڻهن ڪي حج پڙهائڻ لاءِ امير ڪري موڪليو تہ پٺيان سورة براءة (توبـــه) ڪافرن سان عهد ختم ڪرڻ لاءِ نازل ٿي ۽ پاڻ حضرت علي رضي الله عنـه ڪي ڪافرن سان ڪيل عهد ڪي ختم ڪرڻ جي اعلان لاءِ موڪليائون. جڏهن حضرت علي رضي الله عنـــه حضرت ابوبڪر رضي الله عنـــه وٽ پهتو تہ پاڻ پڇيائونس امير ٿي آيو آهين يا مامور ٿي؟ ٻڌايائين تہ مامور (امر مڃڻ وارو) ٿي آيو آهيان (عهد ٽوڙڻ واري حڪم جو اعلان ڪرڻ آيو آهيان) ان جي وضاحت لاءِ نبي پاڪ عليـه الصلواة والسلام جن فرمايو هو تہ "منهنجي طرفان حڪم جي ادائيگي صرف علي ڪندو" ڇو تہ اهو ويجهو مائٽ هو (٢)

---

(١) مشڪواة ص-۵٦۴- (٢) مرآة ص-۴١٧- جلد ٨

## حضرت علي سان شروعات

ع۴۲۔ حضرت علي رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ:
"كُنْتُ اِذَاسَئِلْتُ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله عليـــه وسلم اَعْطَانِيْ وَاِذَا سَكَتُّ اِبْتَدَانِيْ" (١) مان جڏهن رسول الله صلى الله عليـــــه وسلم جن کان سوال ڪندو هوس تہ مونکي عطا ڪندا هئا ۽ جڏهن چپ ڪندو هوس تہ شروعات ئي مون کان ڪندا هئا.

## وضاحت

جيڪڏهن سوال مان مراد ڪجهہ پڇڻ آهي تہ عطا مان مراد جواب ڏيڻ آهي ۽ جيڪڏهن سوال مان مراد ڪجهہ گهرڻ آهي تہ عطا مان مراد عطا ڪرڻ ۽ ڏيڻ آهي. ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ عام ماڻهن کان ڪجهہ گهرڻ شرمساري آهي پر حضور صلى الله عليـــه وسلم کان گهرڻ قابل افتخار آهي.

## الله حڪم ڏنو

ع۴۳۔ حضرت جابر رضي الله عنـــه کان روايت آهي تہ طائف فتح ڪرڻ واري ڏينهن رسول الله صلى الله عليـــه وسلم جن (حضرت) علي (رضي الله عنـــه) کي سڏي ان سان گهڻو وقت آهستي آهستي ڳالهايو تہ ماڻهن چيو "پنهنجي سوٽ سان گهڻو وقت آهستي پيا ڳالهائڻ فرمائن" پاڻ اهو ٻڌي فرمايائون تہ مون (پنهنجي خيال سان ايترو وقت) ان سان آهستي، نہ ڳالهايو آهي پر الله اهو حڪم فرمايو هو" (٢)

(١) ترمذي شريف ص۲۱۳۔ جزء ٢ (٢) ترمذي شريف ص۲۱۳۔ جزء ٢

# ڪرامتون

ء۱ـ هڪ شخص ڪي پاڻ هڪ حديث ٻڌايائون تہ ان ڪين ڪوڙو چيو پاڻ فرمايائونس تہ: جيڪڏهن تون ڪوڙو آهين تہ مان توکي بد دعا ڪيان؟

چيائين تہ "ڀلي بددعا ڪيو" پاڻ ان کي بددعا ڪيائون تہ اتي جو اتي انڌو ٿي ويو (۱)

ء۲ـ بيهقي سعيد بن مسيب کان روايت آندي آهي ان فرمايو تہ اسين حضرت علي رضي الله عنـــه سان گڏ مدينـــه منوره جي قبرستان ۾ وياسون. حضرت علي رضي الله عنـــه قبرستان وارن سان مخاطب ٿي فرمايو تہ: اي قبرن وارا: السلام عليڪم ورحمـــة الله! اوهان پنهنجون خبرون ٻڌائيندؤ يا اسين ٻڌايون؟ سندس ان فرمان کان پوءِ اسان هڪ آواز ٻڌو! اي اميرالمومنين! وعليڪ السلام ورحمـــة الله وبرڪاتـــه اوهان ٻڌايو تہ اسان کان پوءِ ڇا ٿيو؟ پاڻ فرمايائون تہ: اوهان جون زالون ٻيا مڙس ڪري ويٺيون، اوهان جا مال تقسيم ٿي ويا. اوهان جو اولاد يتيم بنجي ويو اوهان جا گهر ٻين وسايا. اسان وٽ اوهان جون خبرون اهي آهن اوهان پنهنجون خبرون ٻڌايو تہ اتي دفن ٿيل هڪ ميت ڳالهائي عرض ڪيو "اسان جا ڪفن سڙي ويا اسان جاوار ڇڻي ويا بدن جي کل ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي، اکين جا اندريان حصا ٽڙي ڳلن تي اچي پيا نڪ مان پونءِ ۽ بدبودار پاڻي وهي وهي سڪي ويو جيڪي عمل ڪري موڪليا

(۱) الصواعق المحرقة ص۱۲۹ـ فضائل الصحابـه ص۵۴۰ـ جلد۱

هئاسون اهي لڏا اٿئون جيڪو پوئتي ڇڏي آيا آهيون اهو نقصان ڪيوسون هتي ائين پيا آهيون جيئن ڪاشيءَ ڳهه رکيل هجي" (١)

ء٣ـ روايت آهي تہ: هڪ ڀيري حضرت علي، حضرت امام حسن، حضرت امام حسين رضي الله عنهم آڌيءَ رات هڪ چوندڙ ڪان ٻڌو تہ هي شعر پڙهي رهيو هو.

يَامَنْ يُّجِيْبُ دُعَا الْمُضْطَرِّفِي الظُّلَمِ
يَاكَاشِفَ الضُّرِّوَالْبَلْوىٰ مَعَ السَّقَمِ

يعني انڌيرن ۾ گهڙندڙ پريشان ٻانهي جي دعا قبول ڪرڻ وارا! بيماريءَ سان گڏ مصيبت ۽ تڪليف لاهڻ وارا!

قَدْنَامَ وَفدُكَ حَوْلَ الْبَيْتِ وَانْتَبَهُوْا
وَاَنْتَ يَاحَيُّ يَاقَيُّوْمُ لَمْ تَنَمِ

بيت الله جي چوڌاري تنهنجي دروازي تي اچڻ وارا ننڊ ڪري جاڳيا بہ آهن ۽ تو اي حي قيوم! ننڊ نہ ڪئي آهي.

هَبْ لِيْ بِجُوْدِكَ فَضْلَ الْعَفْوِعَنْ زُلَلِي
يَامَنْ اِلَيْـهِ رِجَاءُ الْخَلْقِ فِى الْحَرَمِ

پنهنجي سخا سان مون کي منهنجي غلطين جي معافيءَ عطا ڪر حرم ۾ (حاضر ٿيندڙ) مخلوق تنهنجي (ذات پاڪ) ۾ اميدوار آهي.

اِنْ كَانَ عَفْوُكَ لَايَرْجُوْهُ ذُوخَطَاٍ
فَمَنْ يَّجُوْدُ عَلَى الْعَاصِيْنَ بِالنِّعَمِ

جيڪڏهن تنهنجي معافيءَ ۾ گنهگار اميد نہ رکي تہ گنهگارن تي نعمتن ڏيڻ سان ڪير سخاوت ڪندو؟

(١) جامع ڪرامات الاولياء صـ١٥۴ـ جلد ١

حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنـــــه اهو ٻڌي هڪ شخص کي فرمايو تہ انهيءَ کي وٺي آ ان اڇي مذڪور شعرن چوندڙ کي چيو تہ "توکي اميرالمومنين" سڏي رهيو آهي اهو شخص بدن جو هڪ حصو گهليندو حضرت علي رضي الله عنــه جي اڳيان اچي بيٺو پاڻ فرمايائونس تہ "مون تنهنجا شعر ٻڌا آهن ٻڌاءِ تہ تنهنجو واقعو ڪيئن آهي؟ ان بيان ڪيو تہ" مان گناهن ۽ عياشين سان مشغول رهندو هوس منهنجو پيءُ مون کي روڪيندو هو تہ اهي گناهہ نہ ڪر الله جل شانــہ جي قوت ۽ انتقام وڏو آهي ۽ اهو ظالمن کان پري ناهي جڏهن ان نصيحت تي زور ڏنو تہ مون ان کي ڌڪ هنيا ان قسم کنيو تہ مان بيت الله شريف ۾ وڃي الله تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ توتي فرياد ڪندس ان ائين ڪيو اجان ان جي مون تي دانهن پوري نہ ٿي تہ منهنجو سڄو پاسو سُڪي پيو ۽ مان پنهنجي ڪردار تي پشيمان ٿيس ۽ مون ان کي عرض منٿون ڪري راضي ڪيو تہ ان فرمايو ٺيڪ آهي مون جتي تنهنجي خلاف فرياد ڪيو هو اتي ئي تنهنجي معافي وٺڻ لاءِ دعا گهرندس مون ان کي ڏاچيءَ تي وهاريو ۽ مڪــه مڪرمـــه ڏانهن وٺي روانو ٿيس تہ واٽ تي ڏاچيءَ ٿاهہ کاڌو ۽ پاڻ هيٺ هڪ پٿر تي ڪريو تہ ساهہ نڪري ويس. (هاڻي پريشان ٿي الله جلَ شانـــه جي بارگاهہ عاليجاه ۾ ٻاڏائي رهيو آهيان) سيدنا علي رضي الله عنـــــه فرمايس تہ "پڪ تنهنجو پيءُ توسان راضي ٿيو هو؟ عرض ڪيائين تہ الله جو قسم آهي تہ راضي ٿيو هو. حضرت علي رضي الله عنــه اُٿي ڪجهہ نفل پڙهي آهستي دعائون گهريون ۽

فرمايائين تہ اي برڪت وارا اتي بيهہ" تہ اهو ڇڱو ڀلو ٿي اٿي بيٺو ۽ اهڙو ڀڄجي ويو جيئن اڳي هو پوءِ پاڻ فرمايائونس تہ "جيڪڏهن تون اهو قسم نہ کڻي ها تہ پنهنجي پيءُ کي راضي ڪيو هيئي تہ مان تنهنجي حق ۾ دعا نہ گهران ها" (١)

٤٦- هڪ شخص رنگ جو ڪارو، حضرت علي رضي الله عنــــہ سان محبت رکندو هو ان چوري ڪئي تہ ڪيس سيدنا علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَـــهٗ جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو پاڻ پڇيائونس تہ تو چوري ڪئي آهي؟ عرض ڪيائين تہ "هائو" پوءِ شرعي حد لڳائيندي پاڻ ان جو هٿ وڍايائون. اهو جڏهن دربار عاليــہ مان ٻاهر نڪتو تہ ڪيس واٽ ۾ حضرت سلمان فارسي رضي الله عنـــہ ۽ ابن الکواءَ مليا ابن الکواءَ پڇيس تہ: تنهنجو هٿ ڪنهن وڍيو آهي؟ ٻڌايائين تہ: مومنن جي امير، مسلمانن جي اڳواڻ، يعسوب، رسول الله صلى الله عليــــہ وسلم جي نياڻي، بتول جي مڙس (رضي الله عنهما) ابن الکواءَ چيس تہ ان تنهنجو هٿ وڍايو آهي ۽ تون وري ان جي تعريف ڪري رهيو آهين؟ ان چيو تہ "مان سندس تعريف ڇو نہ ڪيان ان تہ منهنجو هٿ وڍي مون کي جهنم جي باهہ کان ڇڏايو آهي" حضرت سلمان فارسي رضي الله عنــہ اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي اچي حضرت علي رضي الله عنــہ کي ٻڌايو پاڻ اهو ٻڌي ان کي پنهنجي دربار ۾ گهرائي سندس هٿ جي ڪٽجڻ واري حصي کان ڪارائيءَ کي وٽي مٿان رومال ڏئي ڍڪي ڪجهہ دعا جا ڪلما پڙهيائون تہ مٿان هي آواز ٻڌڻ ۾ آيو "هٿ تان رومال مٿي ڪٽو" مٿي

(١) ساڳيو حوالو ص١٥٥-

ڪنيائون تہ هٿ سچو ٿي ويو ۽ الله جل شانـــہ جي قدرت ۽ ڪرم سان تمام سهڻو هو (١)

ء٥ـ جنگ صفين ڏانهن ويندي رستي ۾ سندن ساٿين ڪي تمام گهڻي اڃ لڳي انهن چارئي طرف نهاريو پر ڪين پاڻي نہ مليو سيدنا علي رضي الله عنـــہ انهن کي فرمايو تہ "اڳتي هلو" سيئي هليا تہ اڳيان هڪ گرجا (عيسائين جو عبادت خانو) نظر آيو سڀ اتي ويٺا ۽ گرجا جي پادري کان پاڻيءَ جو پڇيائون ان ٻڌايو تہ پاڻي هتان کان ٦ ميل اڳتي آهي ساٿين عرض ڪيو تہ: حضرتا! اجازت ڏيو تہ "همت ڪري ٦ ميل پنڌ ڪري اتي پهچون" پاڻ فرمايائون تہ اڳتي هلڻ جي ضرورت ناهي اتي ئي هڪ طرف اشارو ڪري فرمايائون تہ هتي زمين کوٽيو اتي پاڻي آهي. سيني اتي زمين کوٽي تہ اندران هڪ پٿر ظاهر ٿيو سيني زور لڳايو پر اهو پٿر پري نہ ڪري سگهيا حضرت علي رضي الله عنـہ گهوڙي تان لهي ان کي اتاهين پري ڪيو تہ هيٺان مٺو ۽ صاف پاڻي هو. سيني خوش ٿي پيتو ۽ پاڻ ان تي اهو ساڳيو پٿر رکي فرمايائون تہ مٿيءَ کان بچاءَ لاءِ هي پاڻي ڍڪيل چڱو آهي جيڪڏهن ڪو پيئڻ گهري تہ پاسي کان پاڻي پي وڃي ايتري ۾ اهو پادري اتي آيو ۽ حضرت علي رضي الله عنـــہ کان پڇيائين تہ "اوهان نبي يا مقرب ملائڪ آهيو؟ پاڻ فرمايائون تہ "نہ" عرض ڪيائين تہ پلا آهيو ڪير؟ پاڻ فرمايائون تہ "مان رسول الله صلى الله عليـــہ وسلم جن جو نياڻو آهيان" ان عرض ڪيو تہ "هٿ وڌايو تہ مان اوهان جي هٿ تي بيعت ڪري

(١) جامع ڪرامات الاولياء صـ١٥٧ـ جلد ١

مسلمان ٿيان" پاڻ هٿ وڌايائون تہ اهو بيعت ڪري ڪلمــــه شهادت پڙهي مسلمان ٿيو پاڻ ان ڪان پڇيائون تہ تو هن وقت تائين ايمان نہ آندو هو ۽ هينئر هڪدم ڪيئن مسلمان ٿيڻ جو ارادو ڪيئي؟ عرض ڪيائين تہ: هيءَ گرجا ان جي هٿ تي فتح ٿيڻي آهي جيڪو هن پٿر کي پري ڪري چشمي کي ظاهر ڪندو اهو الله جل شانــه جي رسول عليـه الصلواة والسلام جو نياڻو هوندو. هن ڪان اڳي گهڻائي ماڻهو آيا. پر ڪير بہ هن پٿر کي هٽائي نہ سگهيو سيدنا علي رضي الله عنـــه اها ڳالهہ ٻڌي ايترو رنو جو سندس ڏاڙهي مبارڪ آلي ٿي وئي ان ڪان بعد فرمايائون تہ "هر حمد الله جل شانـــه جي ان پاڪ ذات جي لاءِ آهي جنهن مون تي ڪرم فرمائي منهنجو ذڪر اڳين ڪتابن ۾ بہ ڪرڻ فرمايو" ان ڪان پوءِ اهو پادري سندس لشڪر ۾ شريڪ ٿي جنگ ۾ آيو ۽ جنگ ڪندي شهيد ٿي ويو (١)

ع٦ـ حضرت علي رضي الله عنـــه جي ساٿين ۾ هڪ نوجوان هو جيڪو ڪيترا پيرا سندن رفيق رهي جنگين ۾ وڙهي چڪو هو هڪ پيري پاڻ فجر نماز ڪان فارغ ٿي هڪ خادم کي فرمايائون تہ فلاڻي جاءِ تي هڪ گهر آهي ان گهر ۾ زال ۽ مڙس هڪ ٻئي سان جهيڙو ڪري رهيا آهن انهن کي اسان جو پيغام ڏئي اسان ڏانهن وٺي آ اهو خادم اتي پهتو ڏٺائين تہ واقعي جهيڙو هلي رهيو هو ۽ زال سان جهيڙو ڪرڻ وارو اهو ئي سندن ساٿ ۾ هلڻ وارو نوجوان هو جڏهن دربار

(١)اوراق غم صـ٢١٨ـ

حيدري ۾ آيا تہ پاڻ ان نوجوان کان پڇيائون تہ "تو ۽ تنهنجي گهرواريءَ ۾ سڄي رات جهيڙو ڇو هليو آهي؟ ان عرض ڪيو تہ "قبلا سائين! ان جو سبب هي آهي جو مون هن عورت سان نڪاح ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ان کي ڏٺو تہ مون کي ان کان سخت نفرت پيدا ٿي آهي مان هن کي طلاق ڏيڻ ٿو گهران هيءَ مون سان نڪاح ۾ رهڻ تي زور ڏئي رهي آهي ان ضد ۾ سڄي رات جهيڙو هلندو رهيو آهي ۽ اڃان بہ جهيڙو هليو پئي تہ اوهان جو ماڻهو پهتو ۽ اوهان جي خدمت ۾ حاضر ٿيا آهيون" پاڻ پيا ماڻهو ٻاهر ڪڍي ان عورت کان پڇيائون تہ "تون هن نوجوان کي اڳ ۾ سڃاڻندي آهين؟ ان عرض ڪيو تہ نہ صرف ايترو ڄاڻان ٿي تہ اهو ڪالهہ کان منهنجو مڙس آهي! پاڻ فرمايائونس تہ "هاڻي تون چڱيءَ طرح سمجهي وٺي هوندينءَ پر مان جيڪو توکان پڇان ان جو جواب صحيح ۽ سچو ڏجان ڪوڙ ڪڏهن نہ هڻجان" ان عرض ڪيو تہ "بالڪل ڪوڙ نہ هڻنديس" پاڻ فرمايائونس تہ "تون فلاڻي ماڻهوءَ جي ڌيءُ آهين تنهنجو سوٽ تو تي عاشق ٿي پيو هو ان عرض ڪيو تہ "بالڪل صحيح آهي" پاڻ فرمايائونس تہ "تنهنجي پيءُ ضد ۾ اچي تنهنجو نڪاح ان سان نہ ڪرايو ۽ ان کي گهر ۾ اچڻ کان روڪي ڇڏيائين" ان عرض ڪيو تہ "هائو" پاڻ فرمايائونس تہ هڪ ڏينهن تون گهر مان ٻاهر نڪري وئينءَ تہ رستي ۾ تنهنجو سوٽ توکي مليو ۽ اوهان ٻنهي کان صبر ٿي نہ سگهيو اوهان زنا ڪئي ۽ تون ان مان حاملہ ٿي وئينءَ ان راز کي توخفيہ رکيو" ان عرض ڪيو تہ "بيشڪ ائين ئي ٿيو هو" پاڻ فرمايائون تہ "تنهنجي ماءُ

تنهنجي رازدار هئي رات جو توکي ٻار ڄڻڻ جا سور محسوس ٿيا تہ تنهنجي ماءُ توکي جهنگل ۾ ٻار ڄڻائڻ لاءِ ٻاهر وٺي وئي ۽ تو پنهنجي پيءُ کان لڪ ۾ ٻار ڄڻيو.“ ان عرض ڪيو تہ هائو پاڻ فرمايائونس تہ ”پوءِ تو ان ٻار کي ڪپڙي ۾ ويڙهي هڪ پٽ جي هيٺان رکي ڇڏيو اتفاقاً ان وقت هڪ ڪتو اچي ان ٻار کي سنگهڻ لڳو تو ان ڪتي کي پٿر هنيو تہ ان جي بجاءِ ان ٻار جي مٿي ۾ لڳو ۽ ان مان رت وهڻ لڳو ۽ تنهنجي ماءُ ڪپڙو ڦاڙي ان ٻار جي رت وهڻ واري جاءِ کي ٻڌو ۽ ٻار اتي ڇڏي تون ۽ تنهنجي ماءُ گڏ اتاهين نڪري ويون اهو ٻڌي اها عورت نهايت شرمسار ٿي ۽ عرض ڪيائين تہ ”يَااَمِيْرَالْمُؤْمِنِيْنَ! ڪَاَنَّڪَ ثَالِثُنَا“ اي مومنن جا امير! ڄڻ تہ اوهان اسان جا ٽيون نمبر ساٿي هئا. واقعو بالڪل پورو صحيح آهي. پاڻ فرمايائونس تہ: توکي خبر آهي تہ پوءِ اهو ٻار ڪيڏي ويو ۽ ان جو ڇا ٿيو؟ ان عرض ڪيو تہ ”والله اعلم پيو اوهان کي اها خبر هوندي؟ پاڻ فرمايائون تہ اهو رات جو اتي پيو هو جو ايندڙن ۽ ويندڙن ان کي ڏٺو ۽ کڻي ان کي پاليو جوان ٿي اسان جي صحبت ۾ رهيو ۽ ان صحبت جي برڪت سان الله تعالىٰ ان جي دل ۾ تو لاءِ نفرت پيدا ڪري ان کي زنا کان بچايو“ پوءِ ان کي سڏي مٿو کولائي عورت کي ڏيکاريائون تہ ان تي اهو پٿر جو نشان موجود هو ۽ پوءِ فرمايائون تہ ”ٻئي وجو هي تنهنجو مڙس ناهي پٽ آهي.“ (۱)

(۱)اوراق غم ص۲۲۱،۲۲۲۔

## شهادت

سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه سنه ۴۰هه ۾ اصح قول مطابق سترهين تاريخ رمضان مهيني ۾ شهيد ٿيو (١) ان وقت سندس عمر مبارڪ امام محمد باقر جي قول مطابق ٦٣ سال هئي (٢) ڳالهه هيئن آهي ته جڏهن مسلمانن ۾ هڪ ٻئي سان اختلاف وڌيا جهيڙا جنگيون ٿيون ته ٽن شخصن ١: عبدالرحمٰن بن ملجم ٢: برڪ بن عبدالله ٣: عمر بن بکير پاڻ ۾ فيصلو ڪيو ته حضرت علي، حضرت معاويه، حضرت عمرو ابن العاص رضي الله عنهم ٽنهي کي قتل ڪرڻ گهرجي تانت هي اختلاف ختم ٿين ۽ ڪنهن کي ڪنهن جو خوف نه رهي. پوءِ ابن ملجم (ملعون) حضرت علي کي برڪ حضرت معاويه کي، ابن بکير حضرت عمروبن العاص کي قتل ڪرڻ جو پنهنجي پنهنجي سر ذمو کنيو ته ٽنهي اصحابن کي هڪ ئي رات قتل ڪندا. پوءِ ٽئي انهن جي شهرن ڏانهن ان ارادي سان روانا ٿيا حضرت علي ڪوفي ۾ رهندو هو ان جي ڪري ان کي شهيد ڪرڻ وارو ابن ملجم (ملعون) اتي پهتو ۽ حضرت علي رضي الله عنه جي شهيد ڪرڻ جي لاءِ سوچيندو رهيو نيٺ هڪ ڏينهن سنه ۴۰هه رمضان المبارڪ مهيني ۾ ١٧تاريخ سهڻو شير خدا ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ الْكَرِيمَ پنهنجي گهر مبارڪ کان نماز ادا ڪرڻ ۽ ماڻهن کي نماز جي لاءِ جاڳائڻ لاءِ

(١)الكامل في التاريخ ص٣٨٧ـ جلد ٣. البداية والنهاية ص٣٣٩ـ جزء ٧. صفة الصفوة جزء ١ جلد ١ الاصابة ص٥١ـ جلد ٢ (٢) تهذيب التهذيب ص٣٣٨ـ جلد ٨

نڪتو تہ ان وقت ئي بدبخت شقي القلب ابن ملجم سندس منهن مبارڪ تي اهڙو زور سان تلوار جو وار ڪيو جو تلوار سندس چهري مبارڪ جي مٿئين حصي کي ڪٽي دماغ تائين پهتي ماٺهو اهو واقعو ڏسنديئي ان بدبخت قاتل تي وري پيا ۽ کيس گرفتار ڪري ورتائون پر پاڻ ان زخم کي برداشت نہ ڪندي صرف هڪ جمعہ جو ڏينهن ظاهري حياتيءَ سان زنده رهي ٻئي ڏينهن بروز ڇنڇر انتقال فرمايائين ۽ روح پرواز ٿيڻ کان اڳي پنهنجي روئندڙ نياڻي ام ڪلثوم کي فرمايائين تہ نہ رئو مان ڏسان ٿو تہ الله جا ملائڪ ۽ نبي ” ۽ حضور عليهم الصلواة والسلام جن مون لاءِ منتظر آهن ۽ حضور مون کي بهشت ڏانهن سڏي رهيا آهن“ ۽ وصيت ڪرڻ کان پوءِ اَلسَّلاَمُ عَلَيُکُمُ وَرَحُمَـةُ اللهِ وَبَرَکَاتُـه چئي لَااِلٰـه الّاَاللهُ پڙهندي سندن روح روانو ٿيو. (١) ”اِنَّاللہ وانا اِلَيـہِ رَاجِعُوُنَ.“

حضرت امام حسن، حضرت امام حسين ۽ حضرت عبدالله بن جعفر رضي الله عنهم کيس غسل ڏنو. حضرت امام حسن رضي الله عنہ سندس جنازي جي نماز پڙهائي (٢) ۽ سندس جنازي جي نماز ۾ چار تڪبيرون هنيون حضرت علي کي ٽن ڪپڙن ۾ ڪفن ڏنو ويو.

(١)اسدالغابہ ص۳۹۔ جلد ۴ (٢) تاريخ سلام اردو ص۴۹٦۔ جلد ٦ (٣) طبقات ابن سعد ص۳۹۔ جلد ۴ سدالغابہ ص۳۷۔ جلد ۴

## تدفين

ڪيس هڪ (مشهور) قول موجب نجف ۾ دفن ڪيو ويو ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ سندس رهائش گاهہ ۾ (١)

## خلافت جي مدت

سندس خلافت جي مدت ٽن مهينن ۽ پندرهن ڏينهن گهٽ پنج سال هئي. (٢)

## حضرت علي جو قاتل پوئين مان نهايت بدبخت هوندو.

عبيدالله ڪان روايت آهي تہ نبي پاڪ عليـــه الصلواة والسلام جن حضرت علي رضي الله عنـــه کي فرمايو تہ اولين مان وڏو بدبخت (حضرت صالح علىٰ نبينا وعليـــه الصلواة والسلام جي) ڏاچيءَ جو ٽنگون وديندڙ هو ۽ آخرين مان اهو وڏو بدبخت هوندو جيڪو توکي ڌڪ هڻندو (شهيد ڪندو) ۽ ان جاءِ ڏانهن بہ اشارو ڪيائون جتي ڌڪ هڻندو. (٣) سندس خلافت ٽن مهينن گهٽ پنج سال هلي شهادت وقت سندس عمر مبارڪ ٦٣ سال هئي. عبدالرحمٰن بن ملجم مراد قبيلي مان هو علامـــه ذهبي لکيو آهي تہ اهو نياڳو پهريان حضرت علي جي شيعن مان هو سندس خدمت ۾ ڪوفي ۾ ايندو هو پوءِ پليد خارجي بڻيو هو. (۴) علامـــه موصوف لکيو آهي تہ اهو ابن

(١) تهذيب التهذيب ص٣٣٨ـ جلد ٧ (٢) الاصابـــه ص٥١٠ـ جزءَ ٧ (٣) طبقات ابن سعد ص٣٥ـ جلد ٣ (۴) سيرانيا[illegible] حصہ سيرالخلفاءِ الراشدين ص٦٨٧ـ

ملجم قطام بنت شجنة هڪ عورت تي عاشق ٿيو هو ان جي پيءُ ۽ ڀاءُ کي حضرت علي نهروان واري ڏينهن قتل ڪيو هو ان جي ڀلاند ۾ ان عورت ابن ملجم کي چيو هو تہ مون کي ٽي هزار درهم ڏي ۽ حضرت علي رضي الله عنہ کي شهيد ڪر تہ پوءِ توسان شادي ڪيان تڏهن اهو ڪم ڪيو هيائين. (١)

علامہ ابن الاثير لکيو آهي تہ سيدنا علي رضي الله عنہ کي خبر هئي تہ فلاڻي سال ۾ فلاڻي مهيني ۾ فلاڻي رات سندس شهادت ٿيندي (٢) والله اعلم.

## بري سان ڀلائي

علامہ موصوف لکيو آهي تہ حضرت علي رضي الله عنہ جو دشمن ابن ملجم جڏهن گرفتار ڪيو ويو تہ سيدنا علي رضي الله عنہ فرمايو "ان کي کاڌو سٺو کارايو، بسترو نرم ڏيو جيڪڏهن مان (ظاهري زندگيءَ سان) زنده رهيس تہ جيڪو مون کي وڻيو اهو فيصلو ڪندس." (٣)

## ابن ملجم کي سزا

سيدنا علي رضي الله عنہ جي رحلت کان پوءِ سندس قاتل ابن ملجم لعنة الله عليہ کي ٻاهر ڪڍي آيا ٻين ماڻهن ان کي ٻاهہ ۾ ساڙي ڇڏڻ جي لاءِ چيو پر حضرت امام حسن، حضرت امام حسين ۽ حضرت عبدالله بن جعفر رضي الله عنهم

(١) ساڳيو حوالو ص٦٨٥ـ (٢)اسدالغابہ ص٣٧ـ جلد ۴ (٣) اسدالغابہ ص٣٩ـ جلد ۴

فرمايو تہ اسان کي ڇڏيو تہ اسين تا پنهنجي دل جي باھ جو اوہر ڪيون. پوءِ اول ان جا هٿ پير وڍيائون تہ بہ ڪو نہ ڪڇيو وري سندس اکين ۾ باھ ۾ گرم ڪيل سرمي واري سرائي وڌائون تہ بہ نہ ڪڇيو وري سندس زبان ڪٽيائون ان کان پوءِ باھ ۾ ساڙي ڇڏيائونس. (١)

## حضرت علي رضي الله عنه لاءِ صحابه ڪرام جا ارشاد

ع١ـ حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو تہ ”علي اسان ۾ وڏيڪ قاضي آهي. (٢)

ع٢ـ ابن عمر فرمايو تہ (سيدنا) علي رضي الله عنه ۾ ٽي اهڙيون خصلتون هيون جو جيڪڏهن انهن مان هڪ بہ مون ۾ هجي تہ اها مون لاءِ عرب جي ڳاڙهن اٺن کان ڀلي آهي. ١: حضور عليه الصلواة والسلام جن ان کي پنهنجي نياڻي ڏني ۽ ان مان کيس اولاد ٿيو ۽ ٢: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن مسجد مان ان جي اچڻ وڃڻ جو دروازو بند نہ ڪرايو ٣: حضور عليه الصلواة والسلام جن کيس خيبر جي ڏينهن اسلام جو جهنڊو عطا فرمايو. (٣)

ع٣ـ حضرت علي رضي الله عنه جي شهادت کان پوءِ حضرت امام حسن منبر تي چڙهي فرمايو ”اي انسانو! اڄ اهڙو مڙس رحلت ڪري ويو جو نہ ان کان اڳيان وڌيا ۽ نہ ان کي

(١) اسدالغابه ص٣٩ـ جلد ٤ طبقات ابن سعد ص٣٩ـ جلد ٢ (٢) حلية الاولياء ص٦٥ـ جزء ١ (٣) الرياض النضرة ص٢٥٣ـ جلد ٦

پويان پهچي سگهندا. نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن ان ڪي جنگ لاءِ موڪليندا هئا تہ ان جي سڄي ڪان جبريل ۽ کبي ڪان ميڪائيل هوندو هو. فتح ڪرڻ ڪان سواءِ نہ موٽندو هو عمروبن اصم ڪان روايت آهي تہ: حضرت امام حسن ڪي ڪنهن چيو تہ حضرت جي شيعن مان ڪي چون ٿا تہ اهو وري موٽي ايندو. (قرآن ۾ بيان ڪيل) "دَابَّةَ الْاَرضِ" اهو آهي. پاڻ فرمايائين تہ "ڪوڙ ٿا هڻن اهي ان جا شيعا حبدار ناهن اهي ان جا دشمن آهن جيڪڏهن ائين هجي ها تہ نہ اسين ان جو ورثو ورهايون ها ۽ نہ ان جون گهرواريون ڪو بيو نڪاح ڪن ها."(١)

ع۴۔ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمايو تہ "حضرت علي جون چار خوبيون اهڙيون آهن جيڪي ٻئي ڪنهن ۾ ڪين نہ مليون ١: اهو عرب ۽ عجم ۾ پهريون آهي جنهن اول حضور عليه الصلواة والسلام سان نماز پڙهي ٢: جنگين ۾ اسلام جو جهنڊو ان ڪنيو ٣: احد واري جنگ ۾ گڏ رهيو ۴: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي غسل ڏياري مزار ۾ لاهڻ ۾ بہ گڏ رهيو." (٢)

ع۵۔ حضرت ابن عباس فرمايو تہ: "جڏهن اسان وٽ علي جي ڪا فتوىٰ ڪنهن معتبر ماڻهوءَ جي هٿان پهچندي آهي تہ اسين ان تي رهندي ان ڪان ٻئي سوچ ڏانهن نہ ويندا آهيون." (٣)

---

(١) طبقات ابن سعد ص۔٣۔ جلد٣ تهذيب الكمال ص۔٢٦٠۔ جلد ۵

(٢) المستدرک للحاكم ص۔١١١۔ جلد ٣ (٣) الصواعق ص۔١٢٧

ع٦ـ سيده عائشـــه رضي الله عنها فرمايو تہ: "علي نبوي سنت جو وڏو عالم آهي." (١)

ع٧ـ حضرت ابن مسعود رضي الله عنـه فرمايو تہ "مدينـــه منوره جي رهاڪن ۾ علي علم ورثي جو وڏو عالم آهي." (٢)

ع٨ـ حضرت ابن عباس رضي الله عنـــه جو فرمان آهي تہ حضرت علي حضور عليـه الصلواة والسلام جي قربت سان گڏ سندس وجود علم، حڪمت ۽ دانائيءَ سان ڀريل هو.

ع٩ـ سيده عائشـه رضي الله عنها کان موزن تي مسح ڪرڻ جو مسئلو پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائين "علي وٽ وڃو ان کان پڇو."

## حضرت علي رضي الله عنه جي فيصلي کي حضرت عمر رضي الله عنه وٽ اهميت

ع١٠ـ زيدبن علي پنهنجي پيءُ کان ان پنهنجي ڏاڏي کان روايت آندي آهي تہ هڪ حامله عورت حضرت عمر رضي الله عنـــه وٽ زنا جو اقرار ڪيو پاڻ ان کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڪيائين. حضرت علي رضي الله عنـــه ان عورت کي ڏسي پڇيو تہ هن جو ڪهڙو حال آهي؟ ٻڌايائونس تہ حضرت عمر هن جي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي. حضرت علي ان عورت کي واپس ڪرايو ۽ حضرت عمر سان ڳالهائي چيو تہ "اوهان جو حڪم تہ هن تي هلندو پيٽ وارو ڪيڏانهن ويندو؟ پوءِ حضرت عمر حضرت علي جي فيصلي کي اهميت ڏيندي ان کي ٻار ڄڻڻ تائين مهلت ڏني. (٣)

(١) اسدالغابـه ص٢٩ـ جلد ۴ الرياض النضرة ص٢۵۵ـ جلد ٢
(٢) ساڳيو حوالو (٣) ساڳيو حوالو

## اوهان الله جي نور سان ڏٺو

ع١١ـ محمد بن زياد کان روايت آهي تہ: حج جي موقعي تي هڪ شخص حضرت عمر رضي الله عنـــه کي دانهن ڏني تہ (حضرت) علي (رضي الله عنـه) مون کي اک ۾ ڌڪ هنيو آهي پاڻ ان کي فرمايائين تو تي قدرتي نظر پئي آهي ۽ ٿوري دير کان پوءِ حضرت علي بہ اتي آيو ان پاڻ ٻڌايو تہ هن طواف ڪندي نامحرم ڏانهن نهاريو تي ان جي ڪري ان کي لپاٽ هنئي اتم حضرت عمر رضي الله عنـــه فرمايو تہ "اوهان الله جي نور سان ڏٺو هو."

## جنهن قوم ۾ علي نہ هجي ڪاش مان انهن ۾ زنده نہ هجان

ع١٢ـ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنـــه فرمايو تہ "مون حضرت عمر کان حضرت علي سان ڳالهائيندي ٻڌو تہ چوي پيو اي حسن جا پيءُ! مان الله کان پناهہ ٿو گهران تہ اهڙي قوم ۾ زنده رهان جنهن ۾ تون نہ هجين. (١) سبحان الله ڇا هڪ ٻئي سان محبت ۽ پيار هو الله جل شانـــه اسان کي بہ انهن سيني ڀلارن سان محبت نصيب ڪري. آمين.

ع١٣ـ ام المومنين سيده ام سلمـه رضي الله عنها فرمايو تہ: جنهن علي رضي الله عنـــه کي گار ڏني ان رسول الله صلى الله عليـه وسلم کي گار ڏني."

(١) الرياض النضرة ص٢٦١ـ جلد ٢

ع١٤ـ سعد بن مالڪ فرمايو تہ ”جيڪڏهن ڪو منهنجي مٿان وڏڻ وارو ڪرٽ رکي چوي تہ (حضرت) علي کي گاريون ڏي نہ تہ ہہ اڏ ڪندو ساڻ تہ مان ہہ اڏ تيڻ قبول ڪندس حضرت علي جي بي ادبي نہ ڪندس.“

ع١٥ـ ابو الطفيل هڪ اصحابي رضي الله عنہ کان روايت آندي آهي تہ ”حضرت علي جي شان ۾ ايتريون روايتون آهن جو انهن مان جيڪڏهن هڪڙي سيني ماڻهن ۾ ورهائجي تہ سيني کي پوري اچي وڃي.“

ع١٦ـ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ فرمايو تہ ”اُرْقُبُوْا مُحَمَّدًافِيْ اَهْلِ بَيْتِہٖ“ نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن جو سندن اهلبيت ۾ خيال رکندا ڪيو (١) يعني انهن جي عزت ۽ احترام ڪندا رهو.

ع١٧ـ فردوس الاخبار ۾ حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت علي جي محبت گناهہ ميٽيندڙ آهي ۽ ان جي دشمني ايڏو گناهہ آهي جو ڪا بہ نيڪي ان کي ميٽي نہ سگهندي. (٢) الحمدلله جو اڄ اربعاءَ جي ڏينهن صبح جو ستين بجہ مؤرَّخہ ١١ شعبان ١٤٢٤هہ الموافق ٢٠٠٣،١٠،٨ع تي مختصر مگر جامع ڪتاب ”فتح القوي الغالب في سيرت سيدنا علي بن ابي طالب“ ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَہٗ لکي پورو ڪيم. شال ڪريم رب ڪرم ڪندي پنهنجي

(١) مصنف ابن ابي شيبہ ص٣٧٣ـ جلد ٩ (٢) اوراق غم ص٢١١ـ



حبيب ڪريم عليـــه الصلواة والسلام جي صدقي مون گنهگار جي هيءَ خدمت قبول ڪري ۽ مظهر ولايت، منبع فيض و هدايت سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنـــه جي روح پر فتوح جي انوار و تجليات سان مون کي بہ منور فرمائي.

دعا جو طالب
الفقير محمد ادريس
الداهري النقشبندي عفي عنه

تقريظ: ازمناظر اهل السنـــة والجماعـــة حضرت علامـــه
مولانا مفتي عبد الرحيم سكندري دامت عنايتـه

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

نحمده ونصلي ونسلم علىٰ حبيبـه الكريم وعلىٰ
آلـه واصحابـه واحبائـه اجمعين

اما بعد:حضرت نبي كريم، رؤف رحيم، رحمـة للعالمين صلى الله عليـه وسلم جن جي بي مثال صحابـــه كرام رضوان الله عليهم اجمعين جي شان كي بيان كندي رب كريم ارشاد فرمايو:

"مُحَمَّدٌ رَسولُ اللهِ، وَالَّذِيْنَ مَعَــهٗ اَشِدَّاءُ عَلَي الْكُفَّارِ رُحَمَاءُ بَيْنَهمْ، تَراهم رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ اللهِ وَرِضْوَانًا." (١)

ترجمو: محمد (صلى الله عليـه وسلم) الله جو رسول آهي ۽ جيكي ان سان گڏ آهن كافرن تي تمام سخت آهن (پر) پاڻ ۾ مهربان آهن، تون انهن كي ركوع ۽ سجده جي حالت ۾ ڏسندين جنهن سان الله جي مهرباني ۽ رضامندي كي ڳولين ٿا
يعني: رسول الله صلى الله عليـــه وسلم تي ايمان آڻڻ وارا، محبوب كريـم جي پاك صحبت مان فيض ياب ٿيڻ وارا صحابي سڳورا كافرن جي مقابلي ۾ تہ انتهائي سخت، بهادر ۽ طاقتور آهن، مگر اهي صحابي سڳورا پاڻ ۾، هڪ ٻئي لاءِ تمام رحيم، نرم دل، محبت كندڙ، شفيق، ايثار همدري ۽ ٻائيچاري جو كامل جذبو ركندڙ، مهربان ۽ وفادار ساٿي آهن.

(١) سورت فتح آيت ع٢٩ـ

مٿين آيت سڳوريءَ ۾ بالعموم رسول الله صلی الله عليه وسلم جي تمام صحابه ڪرام ۽ باالخصوص خلفاءِ راشدين رضي الله عنهم جو شان ۽ توصيف بيان ڪئي وئي آهي.

جيئن ان آيت شريف جي تفسير ۾ علامه ابن عادل دمشقي (متوفي ٨٨٠ هه) ۽ علامه ابن جوزي (متوفي ٥٩٧ هه) لکن ٿا:

حضرت مبارڪ بن فضاله کان روايت آهي ته حضرت امام حسن بصري (متوفي ١١٠ هه) رحمة الله عليه فرمايو:

"وَالَّذِينَ مَعَهُ" مان مراد ابوبڪر صديق آهي. "أَشِدَّاءُ عَلَى الْكُفَّارِ" مان مراد عمر فاروق آهي. "رُحَمَاءُ بَيْنَهُمْ" مان مراد عثمان غني آهي. "تَرَاهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا" مان مراد حضرت علي المرتضیٰ آهي. (١)

ثابت ٿيو ته "خلفاءِ راشدين" يعني حضرت سيدنا ابوبڪر صديق، حضرت سيدنا عمر فاروق، حضرت سيدنا عثمان ذوالنورين ۽ حضرت سيدنا علي المرتضیٰ رضي الله عنهم، پاڻ ۾ هڪ ٻئي لاءِ وفادار، ڏک سک ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي ۽ همدرد، هڪ ٻئي لاءِ محبوب ۽ مهربان هيا مگر هن پرفتن دور ۾ ڪجهه باطل فرقن، رسول الله صلی الله عليه وسلم جي صحابه ڪرام باالخصوص خلفاءِ ثلاثه ۽ حضور جن جي اهل بيت جي اهڙي انداز ۾ تصوير ڪشي ڪئي آهي، جنهن مان گهٽ علم ۽ عقل وارو ماڻهو اهو سمجهڻ لڳو آهي ته حضرت ابوبڪر، حضرت عمر ۽ حضرت عثمان حضور جن جي اهل بيت ۽ خصوصًا حضرت علي سائينءَ جا دشمن هيا. (معاذ الله)

(١) تفسير الحسن البصري ص-٢٩٣- جلد ٢، اللباب في علوم الكتاب ص-٥١٧- جلد ١٧، زاد المسير ابن جوزي ص-٤٤٦- جلد ٧

حالانڪ حقيقت ان جي بلڪل ابتڙ آهي ڇو تہ حضرت علي سائين حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق کي "افضل" ۽ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جا برحق خليفا مڃيندو هو.

زير نظر ڪتاب "سيرت سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنـــہ" حضرت علي سائين جي سيرت ۽ حالات زندگي جو جامع آهي. جنهن ۾ اسان جي مايہ ناز عالم دين، واعظ الاسلام، شيخ الحديث والتفسير حضرت مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاتـــہ العاليـــہ حضرت علي سائين جي سيرت جي هر پهلو کي بهترين ۽ محققانـــہ نموني اجاگر ڪيو آهي. پر اسان هتي حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق ۽ حضرت عثمان ذوالنورين بابت حضرت علي سائين رضي الله عنـــہ جا چند ارشادات لکون ٿا. جن مان هر هڪ مسلمان چڱي طرح سمجهي سگهي ٿو تہ حضرت علي جي نگاهہ ۾ "خلفاءِ ثلاثـــہ" جو ڪيتري قدر مقام ۽ مرتبو هيو ۽ حضرت علي وٽ سيدنا صديق اڪبر، سيدنا فاروق اعظم ۽ سيدنا عثمان غني جي ڪيتري اهميت ۽ فضيلت هئي.

ع۱ـ عَنْ عليّ بْن اَبِيْ طَالِب اَنَّـــہ لَما سُئل عن ابي بكر فقال: ذالِكَ اِمرأ سَمَاه الله صِدِيقًا على لسان محَمّدٍ صَلّى اللهُ عَلَيْـهِ وَسلّمَ وَ جبْرِيْلَ عَلِيْـهِ السّلام. (١)

حضرت علي سائين کان جڏهن حضرت ابوبڪر صديق بابت سوال ڪيو ويو تہ فرمايائين: اِهو اُهو شخص آهي، جنهن جو الله تعالىٰ، حضرت جبريل ۽ حضرت محمد صلى الله عليـــہ وسلم جي زبان تي "صديق" نالو رکيو آهي.

(١) مستدرڪ حاڪم ص٦١٢٢ـ جلد ٣

ع٢ـ عَنْ اَبِيْ جُحَيْفَـةَ: قَالَ دَخَلْتُ عَلىٰ عَلِيٍّ فِيْ بَيْتِهٖ، فَقُلْتُ: يَا خَيْرَالنَّاسِ بَعْدَ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَقَالَ: مَهْلاً، وَيْحَكَ يَا اَبَا جُحَيْفَـةَ، لَايَجْتَمِعُ حُبِّي وَبُغْضُ اَبِيْ بَكْرٍ وَّعُمَرَ فِيْ قَلْبِ مُؤْمِنٍ. (١)

ابو جحيفه چوي ٿو ته آئون حضرت علي وٽ ويس ۽ مون چيو ته: اي رسول الله کان بعد ڀلارا شخص! ته حضرت علي فرمايو: اي ابو جحيفه! ائين نه چؤ تو تي افسوس آهي منهنجي محبت ۽ ابوبڪر ۽ عمر سان بغض، ڪنهن مومن جي دل ۾ گڏ نٿا ٿي سگهن.

ع٣ـ حضرت عامر شعبي چيو ته مون سان ابوجحيفه ڳالهه ڪئي (جنهن کي حضرت علي "وهب الخير" چوندو هو) ته حضرت علي سائين مون کي فرمايو:

يَا اَبَا جُحَيْفَـةَ، اَلَا اُخْبِرُكَ بِاَفْضَلِ هٰذِهِ الْاُمَّـةِ بَعْدَ نَبِيِّهَا؟ قُلْتُ، بَلىٰ قَالَ: وَلَمْ اَكُنْ اَرٰى اَنَّ اَحَدًا اَفْضَلَ مِنـهُ قَالَ: أَفضَلَ هذه الْاُمَّـةِ بَعْدَ نَبِيها ابو بكرٍ وَبَعْدَ اَبِيْ بَكْرٍ عُمَرُ وَبَعْدَهُمَا آخَرُ ثَالِثٌ وَلَمْ يُسَمِّهٖ." (٢)

اي ابو جحيفه! ڇا آئون توکي خبر نه ڏيان ته هن امت ۾ سندن نبي کان بعد افضل ڪير آهي؟ مون عرض ڪيو ته هائو حالانڪ آئون ان وقت حضرت علي کان ڪنهن ٻئي کي افضل نه سمجهندو هوس. پوءِ حضرت علي فرمايو: هن امت ۾ نبي کان بعد افضل ابوبڪر آهي. ۽ ابوبڪر کان بعد افضل عمر آهي ۽ انهن ٻنهي کان بعد ٽيون ڄڻو آهي جنهن جو نالو نه ٻڌايائون.

(١)ابن عساڪر ص٣٥٦ـ جلد ٣٠، ڪنز العمال ع٣٦١٤١ـ
(٢) ابن عساڪر ص٣٥٥ـ جلد ٣٠

ع۔۴۔ حضرت محمد بن عقيل کان روايت آهي تہ هڪ پيري حضرت علي رضي الله عنــه خطبــه پڙهندي، ماڻهن کان سوال ڪيو تہ، "مَنْ اَشجَعَ النَّاسِ؟" ماڻهن ۾ سڀ کان وڌيڪ دلير ڪير آهي؟ ماڻهن چيو اي مومنن جا امير! اوهان سڀ کان وڌيڪ دلير آهيو. حضرت علي فرمايو "مون تہ هميشـــه پاڻ جهڙي ڪي جنگ لاءِ للڪاريو آهي، مگر مون ڪي سيني ماڻهن کان وڌيڪ دلير جي خبر ڏيو تہ اهو ڪير آهي؟" ماڻهن عرض ڪيو تہ "اسان ڪي خبر ناهي، اوهان ٻڌايو" تنهن تي حضرت علي فرمايو:

"اَبُوْبَكْرٍ" اَنَّــهٗ لَمَّا كَانَ يَوْمُ بَدْرٍ جَعَلْنَا لِرَسُوْلِ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْــهِ وَسَلَّمَ عَرِيْشًا. فَقُلْنَا مَنْ يَكُوْنَ مَعَ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْــهِ وَسَلَّمَ لِئَلَّا يَهْوِيَ اِلَيْــهِ اَحَدٌ مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ. فَوَاللهِ، مَادَنَا مِنْــهُ اَحَدٌ اِلَّا اَبُوْبَكْرٍ شَاهِرًا بِالسَّيْفِ عَلٰى رَاْسِ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْــهِ وَسَلَّمَ. لَايَهْوِيْ اِلَيْــهِ اَحَدٌ اِلَّا اَهْوٰى اِلَيْــهِ فَهٰذَا اَشْجَعُ النَّاسِ" (١)

سڀ کان وڌيڪ دلير ابوبڪر آهي ڇو تہ جڏهن اسان "بدر واري ڏينهن" حضور جن جي آرام لاءِ هڪ ننڍو شاميانو کوڙيو هيو تہ ان جي حفاظت ۽ حضور جن تي پهري ڏيڻ لاءِ ماڻهن کي چيوسون تہ ڪير آهي جيڪو رسول الله سان گڏ رهي جيئن مشرڪن مان ڪو حضور جن تي حملــه آور نہ ٿئي الله جو قسم! ابوبڪر کان سواءِ اسان مان ڪو بہ اڳتي نہ وڌيو. ابوبڪر صديق، اگهاڙي تلوار سان حضور جن جو پهريدار ٿي بيٺو ۽ جيڪو بہ حملــه آور حضور جن ڏانهن وڌيو ٿي تہ حضرت ابوبڪر ان کي پسپا ڪندو ٿي رهيو، تنهن ڪري ابوبڪر ئي سيني کان وڌيڪ دلير آهي.

(١) ڪنزالعمال ص۔۵۲۴۔ جلد ١٢

ع-٥- حضرت زيد بن وهب کان روايت آهي تہ سويد بن غفلة حضرت علي جي خلافت واري دور ۾ وٽن ويو ۽ عرض ڪيائين تہ يَا اَمِيْرَ الْمُؤْمِنِيْنَ! اِني مَرَرْتُ بِنَفَرٍ يَذْكُرُوْنَ اَبَابَكْرٍ وَعُمَرَ بِغَيْرِ الَّذِيْ هُمَالَهُ اَهْلُ، فَنَهَضَ الْمِنْبَرَ فَقَالَ: وَالَّذِيْ فَلَقَ الْحَبَّةَ وَبرءَ النسمة لَايُحِبُّهُمَا اِلَّا مُؤْمِنٌ وَلَا يُبْغِضُهُمَا وَيُخَالِفُهُمَا اِلَّا شَقِيٌّ مَارِقٌ فَحُبُّهُمَا قُرْبَةٌ وَبُغْضُهُمَا مروقٌ مَابَالُ اَقْوَامٍ يَذْكُرُوْنَ اَخَوَي رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَوَزِيْرَيْهِ وَصَاحِبَيْهِ، وَسَيِّدَى قُرَيْشٍ وَاَبَوَى الْمُسْلِمِيْنَ فَاَنَا بَرِيْءٌ مِمَّنْ يَذْكُرُهُمَا وَعَلَيْهِ مُعَاقِبٌ. (١)

اي مومنن جا اميرا بيشڪ آئون هڪ ٽولي وٽان اچي لنگهيس، جيڪي حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما بابت سندن شايان شان ڳالهين جي ابتڙ، ٻيو ڪجھ چئي رهيا هئا. پوءِ حضرت علي رضي الله عنه منبر تي چڙهيا ۽ فرمايائون "مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن داڻن کي چيريو ۽ روح کي پيدا ڪيو تہ انهن ٻنهي ڀلارن سان مؤمن ئي محبت ڪندو آهي ۽ انهن ٻنهي سان بغض رکندڙ ۽ مخالفت ڪرڻ وارو بدبخت بي دين هوندو آهي انهن ٻنهي جي محبت عبادت آهي ۽ انهن ٻنهي سان بغض رکڻ بي ديني آهي. انهن بدبختن جو ڪهڙو حال ٿيندو جيڪي رسول الله صلى الله عليه وسلم جي ديني ڀائرن ۽ رسول الله جي وزيرن، سچن ساٿين ۽ قريشين جي سردارن جو غلط نموني تذڪرو ڪن ٿا جيڪو بہ انهن جي ڳالا ڪري ٿو آءٌ ان کان بيزار آهيان ۽ ان کي سزا ڏيندس.

(١) ڪنزالعمال ص-٣٦٠٩٦-

ع٦ـ حضرت قيس مارفي تابعيءِ کان روايت آهي تہ حضرت علي سائين فرمايو: سَبَقَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَثنى ابوبَكْرٍ وَثَلَّثَ عُمَرُ. (١)

رسول الله صلى الله علي وسلم جن مرتبي ۾ سيني کان مٿي آهن، ابوبڪر ٻئي نمبر تي ۽ عمر ٽئين نمبر تي آهي.

ع٧ـ حضرت خطاب واسطيءِ کان روايت آهي تہ حضرت علي سائين فرمايو: "لَا تُفَضِّلُونِيْ عَلٰى اَبِيْ بَكْرٍ وَلَا عَلٰى عُمَرَ وَلَوْ كَانَ ذَاشَيْئًا تَقَدَّمْتُ لَعَاقَبْتُ فِيْهِ. بَيْنَا اَنَا مَعَ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اِذَا قَبِلَ اَبُوْبَكْرٍ وَعُمَرُ فَقَالَ: يَاعَلِيُّ! هٰذَانِ سَيِّدا كُهُوْلِ اَهْلِ الْجَنَّةِ مَاخَلَا فِيْهِمُ الْاَنْبِيَاءَ فَلَا تُخْبِرْهُمَا." (٢)

مون کي ابوبڪر ۽ عمر تي فضليت نہ ڏيو، جيڪڏهن ڪنهن بہ مون کي اڳتي ڪيو تہ ضرور آءُ ان کي سزا ڏيندس، هڪ ڀيري آئون رسول الله صلى الله عليه وسلم سان گڏ ويٺو هيس. اچانڪ ابوبڪر ۽ عمر ظاهر ٿيا تہ پاڻ ڪريمن فرمايو: اي علي! اهي ٻئي نبين (عليهم السلام) کان سواءِ جنت جي پوڙهن جا سردار آهن، پر انهن ٻنهي کي نہ ٻڌائجان.

ع٨ـ حضرت عبد خير تابعي کان روايت آهي تہ، قَامَ عَلِيٌّ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ عَلَى الْمِنْبَرِ فَذَكَرَ رَسُوْلَ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَقَالَ: قُبِضَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَاسْتُخْلِفَ اَبُوْبَكْرٍ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ فَعَمِلَ بِعَمَلِهٖ وَسَارَ بِسِيْرَتِهٖ، حَتّٰى قَبَضَهُ

(١) مسند امام احمد ص١٣٢ـ جلد ١ ابن عساڪر ص٣٧٨ـ جلد ٣٠ (٢) ابن عساڪر ص١٧٢ـ جلد ٤٤

الله عَزَّوَجَلَّ عَلىٰ ذَالِكَ، ثُمَّ اسْتُخْلِفَ عُمَرُ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ عَلىٰ ذَالِكَ فَعَمِلَ بِعَمَلِهِمَا وَسَارَ بِسِيْرَتِهِمَا حَتّٰى قَبَضَهُ اللهُ عَزَّوَجَلَّ عَلىٰ ذَالِكَ. (١)

حضرت علي رضي الله عنه منبر تي ويهي رسول الله صلى الله عليه وسلم جو ذڪر خير ڪندي فرمايو، رسول الله صلى الله عليه وسلم وصال فرمايو تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سندن جاءِ نشين ٿيو پوءِ ان رسول الله صلى الله عليه وسلم جي طريقي ۽ سيرت تي هلي ڏيکاريو تان جو کيس الله تعالىٰ وفات ڏياري. پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه خليفو ٿيو، جنهن رسول الله صلى الله عليه وسلم ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي طريقي ۽ سيرت تي هلي ڏيکاريو تان جو الله تعالىٰ ان کي وفات ڏياري.

ع-٩- حضرت نزال بن سبره کان روايت آهي تہ: سَأَلْنَا عَلِيًّا عَنْ عُثْمَانَ فَقَالَ: ذَالِكَ امرأً يدعى فِى الْمَلَا الاَعْلىٰ ذَالنُّوْرَيْنِ خَتَنُ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَلىٰ ابْنَتَيْهِ، ضَمِنَ لَهُ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ بَيْتاً فِى الْجَنَّةِ"

اسان حضرت علي کان حضرت عثمان جي باري ۾ پڇيو تہ فرمايائين: اهو اهڙو نيڪ مرد آهي جنهن کي ملائڪن جي جماعت ۾ ذوالنورين (ٻن نورن وارو)، رسول الله صلى الله عليه وسلم جو نياڻو سڏيو ويندو آهي ان لاءِ رسول الله صلى الله عليه وسلم جنت ۾ گهر جي ضمانت ڏني آهي.

ع-١٠- حضرت ثابت بن عبيد کان روايت آهي تہ هڪ

(١) مسند امام احمد ص-١٢٨- جلد ١ حديث ع-١٠٥٨-

ماڻهوءَ حضرت علي سائين کي چيو: يَا أَمِيرَ الْمُؤْمِنِيْنَ! إِنِّي رَاجِعٌ إِلَى الْمَدِيْنَـةِ، وَإِنَّهُمْ سَائِلِي عَنْ عُثْمَانَ، فَمَاذَا أَقُولُ لَهُمْ؟ قَالَ: أَخْبِرْهُمْ أَنَّ عُثْمَانَ كَانَ "مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصَّالِحَاتِ ثُمَّ اتَّقَوْا وَّآمَنُوا، ثُمَّ اتَّقَوْا وَّأَحْسَنُوْا وَاللّٰهُ يُحِبُّ الْمُحْسِنِيْنَ" (١)

اي مومنن جا امير! آئون جڏهن مدينـــه وڃان ۽ اتان وارا مون کان حضرت عثمان رضي الله عنـه بابت پڇن تـه آءٌ انهن کي ڇا چوان؟ حضرت علي فرمايو: انهن کـي ٻڌائجان تـه حضرت عثمان انهن شخصن مان آهي جن جو قرآن مجيد ۾ هن طرح ذڪر آهي اهي شخص جن ايمان آندو ۽ سٺا عمل ڪيائون، پوءِ الله کـان ڊڄنـا ۽ ايمـان آندائـون، پـوءِ الله کـان ڊڄنـا ۽ نيڪيـون ڪيائون ۽ الله تعالىٰ انهن نيڪو ڪارن سان محبت رکي ٿو.

عـ١١ـ حضرت قيس بن عباد کان روايت آهي تـه مون حضرت علي سائين کي فرمائيندي ٻڌو "اَللّٰهُمَّ إِنِّيْ أَبْرَأُ إِلَيْكَ مِنْ دَمِ عُثْمَانَ، وَلَقَدْ طَاشَ عَقْلِيْ يَوْمَ قُتِلَ عُثْمَانُ وَأَنْكَرْتُ نَفْسِيْ وَجَاؤُنِى لِلْبَيْعَـةِ فَقُلْتُ: إِنِّي لَأَسْتَحْيِيْ مِنَ اللهِ أَنْ أُبَايِعَ قَوْمًا، قَتَلُوْا رَجُلاً، قَالَ لَـهُ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْـهِ وَسَلَّمَ "أَلَا أَسْتَحْيِيْ مِمَّنْ تَسْتَحْيِيْ مِنْـهُ الْمَلَائِكَـةُ." (٢)

اي منهنجا الله! آءٌ حضرت عثمان رضي الله عنـــه جي خون واري معاملي کـان تنهنجي اڳيـان بيـزاري ٿـو ڪيـان بيشـڪ حضرت عثمان جي شهادت واري ڏينهن منهنجو عقل گم ٿي ويو ۽ مون پنهنجو زندهـ رهڻ ناپسند ڪيو. جڏهن مون وٽ ماڻهو

(١) ابن عساکر صـ٤٦٦ـ جلد ٣٩ ڪنز العمال عـ٣٦٢٥٣ـ (٢) ابن عساکر صـ٤٥٠ـ جلد ٣٩ مستدرك حاکم صـ٩٥ـ جلد ٣

بيعت لاءِ آيا تہ مون چيو: آءٌ الله کان حياءُ ٿو ڪيان جو انهن کان بيعت وٺان جن اهڙي شخص کي شهيد ڪيو آهي جنهن لاءِ رسول الله صلى الله عليه وسلم فرمايو هيو: "آئون اهڙي شخص کان ڇو نہ حياءُ ڪيان جنهن کان ملائڪ سگورا حياءُ ڪن ٿا."

عـ١٢ـ حضرت عبد خير همداني کان روايت آهي تہ "وَضَّاتُ عَلِيَّ بْن اَبِي طَالِب بِرَحْبَةِ الْكُوفَةِ، فَقَالَ لِي: يَا عَبْدَ خَيْرِ سَلْنِي، قُلْتُ: عَمَّ اَسْأَلُكَ يَا اَمِيْرَ الْمُؤْمِنِيْنَ! قَالَ: وَضَّأْتُ رَسُوْلَ اللهِ كَمَا وَضَّأْتَنِي، فَقُلْتُ: يَارَسُوْلَ اللهِ، مَنْ اَوَّلُ مَنْ يُدْعٰى اِلَى الْحِسَابِ، فَقَالَ: اَنَا، اَقِف بَين يَدَي رَبِّيْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مَاشَاءَ اللهُ؟ ثُمَّ اَخْرُجُ وَقَدْ غَفَرَ اللهُ لِي، قُلْتُ: ثُمَّ مَنْ يَارَسُوْلَ اللهِ؟ قَالَ: ثُمَّ اَبُوْبَكْرِ الصِّدِيْقُ يَقِفُ مِثْلَ مَا وَقَفْتُ مَرَّتَيْنِ، اَوْكَمَا وَقَفْتُ، ثُمَّ يَخْرُجُ وَقَدْ غَفَرَاللهُ لَهُ، قُلْتُ: ثُمَّ مَنْ يَارَسُوْلَ اللهِ؟ قَالَ: ثُمَّ عُمَرُ بْنُ الْخَطَّابِ، يَقُوْمُ كَمَا قَامَ اَبُوْبَكْرٍ مَرَّتَيْنِ ثُمَّ يَخْرُجُ، وَقَدْ غَفَرَاللهُ لَهُ، قُلْتُ: ثُمَّ مَنْ يَارَسُوْلَ اللهِ؟ قَالَ: ثُمَّ اَنْتَ يَاعَلِيُّ، قُلْتُ: يَارَسُوْلَ اللهِ فَاَيْنَ عُثْمَانُ بْنُ عَفَّانَ؟ قَالَ: عُثْمَانُ ذُوْحَيَاءٍ، سَاَلْتُ رَبِّيْ اَنْ لَّايُوْقَفَ لِلْحِسَابِ، فَشَفَّعَنِيْ فِيْهِ" (١)

مون حضرت علي رضي الله عنه کي ڪوفه ۾ وضو ٿي ڪرايو تہ مون کي حضرت علي فرمايو: اي عبد خير مون کان سوال ڪر! مون عرض ڪيو: اي اميرالمومنين! اوهان کان ڪهڙو سوال ڪيان؟ پاڻ فرمايائون: مون بہ هڪ ڀيري رسول الله صلى الله عليه وسلم کي ائين ٿي وضو ڪرايو، جيئن تون

(١) ڪتاب الموافقه صـ٢٢٩ـ

مون کي وضو ڪرائي رهيو آهين مون رسول الله صلی الله عليه وسلم کي عرض ڪيو يارسول الله! قيامت جي ڏينهن حساب لاءِ اڳ ۾ ڪنهن کي سڏيو ويندو؟ رسول الله صلی الله عليه وسلم فرمايو "مون کي" آءُ الله تعالیٰ جي اڳيان ايستائين بيهندس جيستائين الله تعالیٰ گهرندو. پوءِ آءُ اتان نڪرندس ۽ مون کي تہ الله تعالیٰ بخشي ڇڏيو آهي. حضرت علي چيو: يارسول الله پوءِ حساب لاءِ ڪنهن کي سڏيو ويندو؟ رسول الله فرمايو. "پوءِ ابوبڪر صديق اچي بيهندو. اهو مون وانگر اچي اوترو وقت بيهندو جيترو آءُ بيهندس يا ان کان پيٽو وقت بيهندو. پوءِ اهو بہ نڪرندو ۽ ان کي الله معاف ڪري ڇڏيو هوندو. پوءِ مون عرض ڪيو يارسول الله! ان کان بعد ڪنهن کي سڏيو ويندو؟ پاڻ فرمايائون: پوءِ عمر بن الخطاب کي سڏيو ويندو. اهو بہ ابوبڪر جيترو وقت اچي بيهندو پوءِ اهو نڪرندو ۽ ان کي الله تعالیٰ معاف فرمائيندو. مون عرض ڪيو يارسول الله پوءِ حساب لاءِ ڪير سڏيو ويندو پاڻ فرمايائون: "اي علي! پوءِ توکي سڏيو ويندو" مون عرض ڪيو: يارسول الله عثمان بن عفان ڪيڏانهن ويندو؟ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "عثمان حياءَ دار آهي ان بابت مون پنهنجي رب کان سوال ڪيو آهي تہ ان کي حساب لاءِ نہ بيهاريو وڃي. پوءِ ان بابت الله منهنجي سفارش منظور فرمائي آهي."

ء١٣ـ حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم فرمايو:

"رَحِمَ اللهُ اَبَابَكْرٍ زَوَّجَنِيْ ابْنَتَــهُ وَحَمَلَنِيْ اِلٰى دَارِ الْهِجْرَةِ وَاَعْتَقَ بِلَالًا مِنْ مَالِــهٖ رَحِمَ الله عمر يقول الْحَقَّ وَاِنْ كَانَ مُرًّا تَرَكَـهُ الْحَقُّ وَمَالَـهُ الصِّدِّيْقُ رَحِمَ اللهُ عُثْمَانَ تَسْتَحِيْيـهِ الْمَلَائِكَـةُ رَحِمَ اللهُ عَلِيًّا اَللّٰهُمَّ اَدِرِ الْحَقَّ مَعَهُ حَيْثُ دَارَ." (١)

الله ابوبڪر تي رحم ڪري، ان پنهنجي ڌيءُ جو مون سان نڪاح ڪرايو ۽ مون کي هجرت گاهہ تائين پهچايو ۽ بلال کي پنهنجي مال مان آزاد ڪيائين.

الله عمر تي رحم ڪري جو اهو حق جي ڳالهہ چئي ڏيندو آهي توڙي جو ڪڙي هجي ان کي حق چوڻ، اهڙو ڪري ڇڏيو آهي، جڻ تہ ان جو ڪو بہ دوست نہ آهي الله عثمان تي رحم ڪري جو ان کان ملائڪ حياءُ ڪندا آهن. الله علي تي رحم ڪري. اي الله! حق کي علي سان گردش ڏيار، جيڏانهن اهو گردش ڪري.

مٿي اهي چند حديثون لکيون ويون آهن جيڪي حضرت علي رضي الله عنــه کان روايت ٿيل آهن جن ۾ حضرت علي رضي الله عنــه ٽن اصحابن سڳورن، حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق ۽ حضرت عثمان غني رضي الله عنهم اجمعين جي مناقب ۽ فضائل کي فراخ دلي سان بيان فرمايو آهي. جنهن مان آساني سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ خلفاءِ راشدين رضوان الله عليهم اجمعين پاڻ ۾ هڪ ٻئي لاءِ وفادار، ڏک سک جا ساٿي ۽ پاڻ ۾ ڪير ڪندڙ هيا. انهن کي هڪ ٻئي جو دشمن يا خصوصًا اصحاب ثلاثــه کي حضرت علي رضي

(١) ترمذي شريف صـ٢١٣ـ جلد ثاني

الله عنـــه ۽ اهل بيت اطهار جو دشمن پائڻ قرآن ۽ حديث جي انڪار ڪرڻ جي مترادف آهي.

الله تعاليٰ اسان جي فاضل محقق، مفسر قرآن علامـه الحاج محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاتهم العاليـه کي خضري حياتي فرمائي، جنهن حضرت علي رضي الله عنـــه جي مفصل سوانح حيات لکي اهل سنت و جماعت تي عظيم احسان فرمايو آهي.

اميد ٿي ڪجي تہ هي ڪتاب سنڌي خوانده حضرات لاءِ ڪارآمد ۽ مفيد ثابت ٿيندو.

وما توفيقي الا باالله العلي العظيم

**فقير عبدالرحيم سڪندري**

خادم مدرسه صبغة الهدىٰ.
شاهپور چاڪر ضلع سانگهڙ
۱۹ ذوالقعد شريف ۱۴۲۴هـ
مطابق ۱۲ جنوري ۲۰۰۴ع

**تقريظ:** حضرت علامـه مولانا مفتي عبدالرحمٰن نتوي دامت برڪاتـه

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الحمدلله الذي هدانالالاسلام بفضلـــه العظيم. والصلواة والسلام علي حبيبـــه الڪريم سيدنا محمدوعلىٰ اٰلـــه الزڪيين وصحبـه الهادیين المهديين وعلى من اقتدى بهم اقتدى القديم.

امابعد! ناظرين باتمڪين جي خدمت ۾ عرض تہ مفسر قرآن مبلغ اسلام خطيب اهل سنت بلبل مدينـه حضرت علامـه الحاج مولنا محمد ادريس صاحب اسان جي دارالعلوم ۾ تشريف فرما ٿيا جن هن حقير ڪي ارشاد فرمايو تہ سندس لکيل ڪتاب "فتح القوي الغالب في سيرة سيدنا علي بن ابي طالب رضي الله عنـــه" تي حضرت علي ڪرم الله وجهـــه جي دور خلافت جي فتوحات ۽ حضرت معاويـة رضي الله تعالىٰ عنـــه سان اختلافات بابت تقريظ لکان جيئن تہ اهي ٻئي پهلو پنهنجي اندر ۾ ڪيترن امورن کي سمائين ٿا. جنهن ڪري انهن تي قلم کڻڻ کان اڳ ۾ ان امور کي واضح ڪرڻ ضروري آهي. ان سبب ڀريائين ان امور منجهان ضروري امور عرض ڪري پوءِ مٿين پهلوئن تي گفتگو ڪبي.

(١) اهي ٻئي پهلو ايمانيات منجهان نہ آهن جو انڪار سبب ڪنهن کي ڪافر قرار ڏئي سگهجي.

(٢) انهن ٻنهين پهلوئن جو ثبوت قرآن ۽ حديث منجهان قطعًا نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اهي بعد جي پيداوار آهن.

(٣) انهن پهلوئن جو تعلق تاريخ سان آهي ۽ تاريخ جو اڪثر حصو يا ڏند ڪٿائن خيالات ۽ هر ٻڌل ڳالهہ تي سندرو

ٻڌڻ سان آهي. جنهن ڪري تاريخي واقعات ۾ غل وغث ۽ رطب ويا بس بلڪل ڪثرت سان آيل آهن وري اڪثر راويان تاريخ مختلف نظرين ۽ مختلف عقيدن سان وابستـــه هئا جن پنهنجي تعصب ۽ غلو سبب تاريخ کي موڙي پنهنجي ذهن سان هم ڪنار ڪيو جنهن جو صاحب بدايـه ۽ صاحب تاريخ طبري مختلف جاين تي تبصرو ڪيو آهي. جيئن تـه ڪا بـه تاريخي حقيقت قطعي ۽ حتمي نـه آهي ان ڪري حق کي پرکڻ لاءِ صرف تاريخ تي اڪتفانـه ٿي ڪري سگهجي. جنهن ڪري تاريخ جي طالب لاءِ لازمي آهي تـه تاريخ جي پيچيدگي ۽ هر موڙ کي قرآن پاڪ ۽ احاديث شـــه لولاڪ عليـــه الصلواة والسلام ۽ اجماع امت جي آڏو رکي پوءِ جيڪي تاريخي حقائق قرآن ۽ حديث ۽ اجماع سان ٺهڪي اچن تـه انهن کي وٺجي نـه تـه تاريخ کي يڪسر ڇڏي ڏجي ۽ سمجهڻ گهرجي تـه ان ۾ مٿيان اسباب داخل آهن.

جيستائين تاريخ جو طالب ان معيار ڪسوٽي کي مضبوط نـه وٺندو تيستائين اهو تاريخي ڏوڪي ۾ رهندو وڏو خطرو آهي تـه هو گمراهـ ٿي ويندو الله تعالىٰ محفوظ رکي.

ياد رهي تـه اهي سٽون لکڻ ۾ مون کي تاريخ جي عظمت کان انڪار نـه آهي. ڇو تـه تاريخ ٿي هڪ اهڙو علم آهي جنهن سان قومن جو جياپو آهي ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ ماضي ۽ حال جو حسين امتزاج پڻ آهي ۽ بعد ۾ ايندڙ قومون اڳ گذريل قومن ۽ واقعن کان آشنائي حاصل ڪن ٿيون. بلڪ منهنجو مقصد هي آهي تـه تاريخ جي املهـ ماڻڪ موتي حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن، احاديث ۽ اجماع امت معيار ۽ اهڙي طرح ذريعا آهن جن

سان سمنڊ منجهان موتي ڳولڻ لاءِ اهڙي طرح تاريخ جو طالب محتاج آهي جهڙي طرح سمنڊ جي سچيءَ سپ منجهان موتي ڪڍڻ لاءِ ان جا طالب رسائيءَ جي ذريعن جا محتاج هوندا آهن.

جمله صحابه ڪرام عليهم الرضوان سچا ۽ معتبر آهن. هر هڪ اصحابي اسان جي لاءِ واجب الاحترام آهي. سندن هر قول صحيح آهي. جيئن ابن الاثير عليه الرحمة فرمائي ٿو ته فانهم كلهم عدول لايتطرق اليهم الجرح لان الله عزوجل ورسوله عليه السلام زكياهم وعدلاهم يعني صحابه ڪرام سيئي معتبر آهن جن جي جرح نه ٿي ڪري سگهجي ڇاڪاڻ ته الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول حبيب عليه السلام انهن کي پاڪ ۽ معتبر بنايو آهي.

واصحاب النبي صلى الله عليه وسلم ولله الحمد من اصدق الناس حديثا عنه لايعرف منهم من تعمد عليه كذبا مع انه كان يقع من احدهم من الهنات مايقع ولهم ذنوب وليسوا معصومين ومع هذا فقد جرب اصحاب النقرد والامتحان احاديثهم واعتبروها بما تعتبر الاحاديث فلم يوجد عن احدمنهم تعمد كذبة بخلاف القرن الثاني فانه كان في اهل الكوفة جماعة يتعمدون الكذب ونهذا كان الصحابة كلهم ثقاتا باتفاق اهل العلم بالحديث والفقه (منهاج السنة) يعني بحمده تعالىٰ صحابه ڪرام عليهم الرضوان سيئي سچا آهن. سندن ڄاڻي واڻي ڪوڙ ڳالهائڻ ثابت نه آهي اگرچه بعضن کان لغزشون ٿيون آهن جنهن ڪري انهن کان گناهه ٿي سگهن ٿا جو اهي معصوم نه آهن. تاهم ناقدين انهن جي حديثن کي ڇين جي

حديثن وانگر پرکي پوءِ ورتو آهي. مگر ڪنهن بہ صحابيءَ جو عمدًا ڪوڙ نہ ثابت ٿي سگهيو آهي. انهن کان بعد قرن ثاني ۾ ڪو في ۾ هڪ اهڙي جماعت گذري جيڪا ڪوڙ کان ڪم وٺندي هئي حاصل تہ صحابہ ڪرام سڀ معتبر آهن جنهن تي حديث ۽ فقہ جي علماءَ جو اتفاق آهي.

سنڌ جو سالار علماءَ جو منهدارلين جو تاجدار حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي عليہ الرحمة فرمائي ٿو تہ: قد ذكر في كتب العقائد ان اصحاب النبي صلى الله عليه وسلم ورضي عنهم كلهم عدول سواء كانواز هادا او تعلقوا باالدنيا وسواءً باشرو القتال فيما بينهم بعد زمنه صلى الله عليهم وسلم ام لا. (فرائض الاسلام)

يعني عقائد جي ڪتابن ۾ آهي تہ سڀ صحابہ ڪرام معتبر آهن خواه انهن جو دنيا سان واسطو رهيو هجي يا نہ حضور صلى الله عليہ وسلم جي زماني بعد اهي پاڻ ۾ وڙهيا هجن يا نہ مخدوم صاحب اڳيان لکي ٿو تہ اسان تي فرض آهي تہ انهن کي سٺن لفظن سان ياد ڪريون. اهڙي طرح شرح فقہ اڪبر ۽ داخل نصاب ڪتاب شرح عقائد ۾ آهي.

(۵) انبياءَ عليهم السلام کان بعد باقي جملہ انسانن کان سڀ صحابہ يلا آهن جيئن تہ حضرت مخدوم محمد هاشم رحمة الله عليہ فرمائي ٿو تہ اصحاب النبي عليهم السلام افضل البشر بعد الانبياءَ عليهم السلام (فرائض السلام)

(٦) صحابہ ڪرام حضور عليہ الصلواة والسلام جي منبع فيض منجهان براه راست پرايو آهي جيئن تہ قرآن ڪريم ۾ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ "لَقَدْ مَنَّ اللهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ

رَسُوْلاً مِّنْ اَنْفُسِهِمْ يَتْلُوْ عَلَيْهِمْ اٰيَاتِــه وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَـــةَ" الله تعالىٰ مؤمنن تي احسان فرمايو آهي جو انهن منجهان هڪ اهڙو رسول انهن ۾ موڪليائين جيڪو انهن کي قرآن پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي پاڪ ڪري قرآن ۽ حڪمت سيکاري ٿو.

هن آيت منجهان ظاهر آهي تہ صحابـــه ڪرام کي حضور عليـــه الصلواة والسلام پاڪ بنايو آهي. ان سان گڏوگڏ سڀ صحابـــه ڪرام حضور عليـــه الصلواة والسلام جا بلا واسطہ شاگرد آهن. شاگرد جو ڪمال استاد جو ڪمال آهي. جيڪڏهن شاگرد ۾ نقص نڪتو تہ استاد جي ساک متاثر ٿيندي.

اها ذات گرامي جا انسانيت ذات جا محسن ۽ معلم آهن. ٢٣ سال تعليم ۽ تربيتہ ڏيڻ جي باوجود ڇا اهڙا افراد تيار نہ ڪري سگهيا جيڪي سندس پروگرام کي اڳتي پهچائين؟ يقينًا فوج در فوج لک کان وڌيڪ شمع رسالت جا پروانا تيار ٿيا جن سندن هڪل تي لبيڪ چئي پنهنجا اجها، جان، ٻار ٻچا قربان ڪري دنيـا ۾ زنده مثال قـائم ڪـري ڇـڏيا. اڄ انهـن جـي ڪاوشن جو نتيجو آهي جو مسلمان سڄي دنيا جي اندر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيـل آهـي. هـن حقيقت کي همدرديءَ سـان غـور ڪجي تہ شيعن جي اها ٻڙ ٻڏري ٿي پوندي جيڪي چون ٿا تہ ٢٣ سالن جي دور ۾ صرف ڇهہ ست ماڻهون تيار ٿي سگهيا باقي سڀ منافق يا بعد ۾ مرتد ٿي ويا "لاحول ولاقوة الا بالله" توهان غور ڪريو تہ اها ڪهڙي ريت حضور عليـــه الصلواة والسلام جي محنت ۽ ڪوشش مٿان پنهنجي اندر کي ٺارڻ لاءِ پاڻي ڦيرائڻ جي خراب حرڪت آهي.

توهان دنيا ۾ محرڪ ڏنا هوندا جيڪي تحريڪ هلائڻ بعد مري وڃن تڏهن بہ انهن جي تحريڪ هلندي رهندي آهي حضور عليہ الصلوٰة والسلام الله تعاليٰ جا آخري نبي آخري پيغام کڻي آيا. ڪين الله تعاليٰ جي مدد بہ هر موڙ تي پهتي پوءِ بہ سندس وصال وقت سڀ هليا ويا صرف ڪجهہ ڄڻا رهيا الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي تہ "مُحَمَّدٌ رَّسُولُ اللهِ وَالَّذِيْنَ مَعَہٗ اَشِدَّاءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَاءُ بَيْنَهُمْ تَرَاهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلاً مِّنَ اللهِ وَرِضْوَانًا سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ ذَالِكَ مَثَلُهُمْ فِى التَّوْرَاةِ وَمَثَلُهُمْ فِى الْاِنْجِيْلِ كَزَرْعٍ اَخْرَ جَ شَطْئَہٗ فَاٰزَرَہٗ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى عَلٰى سُوْقِہٖ يُعْجِبُ الزُّرَّاعَ لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ وَعَدَاللهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ مِنْهُمْ مَّغْفِرَةً وَّاَجْرًا عَظِيْمًا"

محمد (عليہ الصلوٰة والسلام) الله تعاليٰ جو رسول آهي جيڪي (صحابہ) ساڻس گڏ آهن اهي ڪافرن تي سخت ۽ پاڻ ۾ رحمدل آهن (پيارا پرين) تون انهن کي رڪوع ۽ سجدي ۾ ڏسين ٿو. جيڪي الله تعاليٰ جي ڀلائي ۽ رضا ڳولي رهيا آهن جن جي نشاني سندن منهن ۾ سجده جو اثر، نورانيت آهي توراة ۽ انجيل ۾ سندن صفت اها بيان ٿيل آهي جن جو مثال ان پوک وانگر آهي جنهن پنهنجو سلو ڪڍي ان کي طاقت ڏني پوءِ سخت بنجي پنهنجي پاڙ تي بيٺو آهي جيڪو هاريءَ کي وڻي ٿو تہ جيئن ان سببان ڪافرن کي چيڙائي. الله تعاليٰ انهن ماڻهن سان جن ايمان آڻي چڱا ڪم ڪيا آهن مغفرت ۽ وڏي اجر جو وعدو فرمايو آهي.

ناظرين ڪرام! الله تعاليٰ صحابہ ڪرام جو شان ڪهڙي پاڪيزه انداز سان بيان ڪري مثال سان واضح ڪيو آهي. وري

انهن جي خوبين سان گڏوگڏ سندن خلوص عبادت ۽ رب سان نيهن نيائڻ جي شاهدي اڳين ڪتابن سان گڏوگڏ هن ڪتاب ۾ پڻ ڏئي رهيو آهي. پوءِ ڪنهن ڪي مجال آهي جو انهن شمع رسالت جي پروانن سان همسري ڪري هرگز نه هرگز نه همسري ته ڇا پر انهن جي، ان هڪ گهڙيءَ ڪي نٿو پهچي سگهي جيڪا هنن سهڻي حبيب سان گهاري.

روي عن جابربن عبدالله قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم "لَاتَمَسُّ النَّارُ مُسْلِمًا رَّاٰنِي اَوْراي مَنْ رَّاٰنِيْ" "ترمذي"

حضرت جابرن بن عبدالله کان روايت آهي ته حضور صلى الله عليه وسلم جن فرمايو "جنهن مسلمان مون کي ڏٺو يا ان اصحابيءَ کي ڏٺائين جنهن مون کي ڏٺو ته ان کي جهنم جي باهه نه پهچندي".

عن عبدالله بن مغفل قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلمُ اللهَ اَللّٰـهَ فِيْ اَصْحَابِيْ لَاتَتَّخِذُوْهُمْ غَرَضًا مِّنْ بَعْدِيْ فَمَنْ اَحَبَّهُمْ فَبِحُبِّيْ اَحَبَّهُمْ وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ فَبِبُغْضِيْ اَبْغَضَهُمْ وَمَنْ آذاهُمْ فَقَدْ آذانِي وَمَنْ آذانِي فَقَدْ آذى الله وَمَنْ آذى الله يُوشَكُ اَنْ يَّاْخُذَهُ"

ترجمه: حضرت عبدالله بن مغفل کان روايت آهي چيائين ته حضور عليه الصلواة والسلام جن فرمايو ته منهنجي اصحابن جي باري ۾ الله تعالىٰ کان ڊڄو، الله تعالىٰ کان ڊڄو. انهن کي (پنهنجي گفتگو ۾) نشان نه بنايو. جيڪو ماڻهو انهن سان محبت رکي ٿو ته اهو منهنجي محبت جي ڪري انهن سان محبت رکي ٿو ۽ جيڪو ماڻهو انهن سان بغض رکي ٿو اهو مون سان بغض رکڻ جي ڪري انهن سان بغض رکي ٿو. جنهن انهن

ڪي ڏکويو تنهن مون ڪي ڏکويو جنهن مون ڪي ڏکويو ان الله تعالىٰ کي ڏکويو. جنهن الله تعالىٰ کي ڏکويو تہ جلد الله تعالىٰ ان کي سزا ڏيندو. ان حديث شريف ۾ حضور عليه الصلواة والسلام پنهنجي محبت جو معيار صحابه ڪرام جي محبت کي قرار ڏنو آهي. صحابه ڪرام سان بغض رکڻ سائينءَ جن سان بغض رکڻ جي برابر قرار ڏنو ويو آهي. صحابه ڪرام کي ڏکوئڻ خود الله تعالىٰ ۽ ان جي حبيب ڪريم کي ڏکوئڻ جي برابر آهي. جيڪو الله تعالىٰ جي عذاب کان نٿو بچي سگهي. المعتقد المنتقد جي حاشيه تي اعلىٰ حضرت عليه الرحمة فرمائين ٿا تہ ڪنهن بہ صحابيءَ سان بغض رکڻ حتىٰ ڪہ حضرت معاوية سان بغض رکڻ خود الله تعالىٰ جي حبيب سان بغض رکڻ آهي.

امام مالڪ بن انس فرمائين ٿا تہ ڪنهن بہ صحابيءَ سان جيڪو شخص بغض رکي ٿو ان تي هي آيت ڪريمه "لِيَغِيظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ" نهڪي اچي ٿي تہ الله تعالىٰ صحابه ڪرام جو شان هن ڪري بلند ڪيو آهي ۽ ان تورات ۽ انجيل ۾ سندن صفت بيان ڪري ۽ قرآن ڪري ۾ مثال سان واضح ڪيو آهي تہ جيئن ڪافر جيڪي صحابه جا دشمن آهن سي پلي چڙن ۽ سڙن.

عن بريدة قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم "مامن اَصْحَابِيْ يَمُوْتُ فِيْ اَرْضٍ اِلَّا بَعَثَهُ اللهُ قَائِدًا وَّنُوْرًا لَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ" "ترمذي"

ترجمه: حضرت بريدة کان روايت آهي چيائين تہ حضور عليه الصلواة والسلام فرمايو آهي تہ جنهن زمين ۾ ڪو بہ

اصحابي فوت ٿيو اهو اصحابي قيامت جي ڏهاڙي اتي جي رهواسين لاءِ نور ۽ قائد بنجي ايندو. سيني اصحابن ۾ افضل حضرت ابوبڪر پوءِ حضرت عمر پوءِ حضرت عثمان پوءِ حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنهم آهن جيئن تہ داخل نصاب ڪتاب شرح عقائد جي متن ۽ شرح عقائد جي شرح استيعاب ۽ شرح فقہ اڪبر ۽ فرائض الاسلام ۾ آهي ۽ سندن خلافت پڻ ان ترتيب سان ثابت آهي.

طوالت ڪان بچڻ خاطر صرف فرائض الاسلام جي عبارت حاضر خدمت آهي افضل الصحابہ ڪلهم ابوبڪر الصديق ثم عمر الفاروق ثم عثمان ذوالنورين ثم علي المرتضىٰ ثم من بعدهم.

ترجمـــہ: سيني صحابن ۾ حضرت ابوبڪر صديق پوءِ حضرت عمر فاروق پوءِ حضرت عثمان ذوالنورين پوءِ حضرت علي المرتضىٰ افضل آهن بعد ۾ ٻيا صحابـہ ڪرام آهن عليهم الرضوان. جيئن تہ حديث شريف ۾ آهي تہ عن ابن عمر قال كُنَّا نُخَيِّرُ بَيْنَ النَّاسِ فِيْ زَمَانِ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْـهِ وَسَلَّمَ نخير اَبَابَكْرٍ ثُمَّ عُمَرَ ابْنَ الْخَطَّابِ ثُمَّ عُثْمَانَ بْنَ عَفَّانَ. (بخاري)

ابن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما ڪان روايت آهي تہ اسان حضور صلى الله عليــہ وسلم جي زماني ۾ ماڻهن جي فضيلت بابت ڳالهائيندا هئاسين. پهرين حضرت ابوبڪر پوءِ حضرت عمر فاروق پوءِ حضرت عثمان بن عفان جي فضيلت سمجهندا هئاسون.

عن ابن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما كُنَّا نَقُوْلُ وَرَسُوْلُ اللهِ صلى الله عليـہ وسلم حَيٌّ اَفْضَلُ هٰذِهِ الْاُمَّــةِ النَّبِيُّ عليـہ الصلواة والسلام بَعْدَهُ اَبُوْبَكْرٍ ثُمَّ عُمَرُ ثُمَّ عُثْمَانُ (ابو داؤد) حضرت ابن

عمر کان روايت آهي تہ اسان حضور عليہ الصلواة والسلامر جي ظاهري زندگيءَ جي وقت چوندا هئاسون تہ هن امت ۾ حضور عليہ الصلواة والسلامر آهي ان کان بعد سڀ کان افضل حضرت ابوبکر پوءِ عمر فاروق پوءِ حضرت عثمان آهي.

اصول حديث جو قانون آهي تہ صحابہ مذکوره الفاظ ڳالهائين تہ اهي حديث جي حکم ۾ ڇئبا. جيئن علامہ نووي لکي ٿو تہ اذا قال الصحابي کنا نقول اوکنا نفعل الى ان قال وقال الجمهورمن المحدثين واصحاب الفقہ والاصول ان لم يضفہ الى زمن رسول الله صلى الله عليہ وسلم فليس بمرفوع بل هو موقوف وان اضافہ فقال کنا نفعل في حياةٰ رسول الله اوفي زمنہ او بعد اوبين اظهر ناونحوذالک فهو مُرفوع هٰذا هو المذهب الصحيح (مقدمہ شرح مسلم).

عن علي رضي الله تعالىٰ عنہ خَيْرُالنَّاسِ بَعْدَاَبِيْ بَكْرٍ عُمَرُ الْفَارُوْق وَعُثْمَانُ ذُوالنُّوْرَيْنِ ثُمَّ اَنَاَ (فصل الخطاب) حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنہ کان روايت آهي تہ حضرت ابوبکر کان بعد عمرالفاروق ۽ عثمان ذوالنورين پوءِ آئون سيني ماڻهن کان ڀلا آهيون. حضرات گرامي مٿين حديثن مان ثابت ٿيو تہ حضور صلى الله عليہ وسلم جي زماني مبارک ۾ سيني صحابہ ڪرام جو فيصلو رهيو آهي تہ سڀ صحابہ کان افضل حضرت ابوبکر پوءِ عمر فاروق پوءِ عثمان ذوالنورين آهن. انهي فيصلہ کي تسليم ڪري حضرت علي ڪرم الله وجهہ پنهنجي فضيلت چوٿين نمبر تي بيان ڪئي آهي.

حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلوي استيعاب کان نقل ڪندي لکيو تہ عن الحکم بن جحد قال قال عَلِيٌّ لَايُفَضِّلُنِيْ عَلیٰ

اَبِيْ بَكْرٍ وَعُمَرَ اَحَدٌ اِلَّا جَلَّدْتُهٗ حَدَّ الْمُفْتَرِي (قرة العينين)

ترجمــه: حكم بن جحد كان روايت آهي تہ حضرت علي فرمايو تہ جيڪو ماڻهو مون کي حضرت ابوبڪر ۽ عمر کان وڌيڪ سمجهندو آءُ ان کي ڪوڙي شخص واري حد هڻندس. استيعاب ۾ آهي تہ عباس دوري يحييٰ بن معين کان روايت آندي آهي تہ هن امت ۾ سڀ کان پلو حضرت ابوبڪر پوءِ عمر پوءِ عثمان پوءِ علي آهي.

علماءِ عظام جو ان ترتيب سان چئن يارن جي فضيلت تي اجماع آهي (نبراس) متان شيعا چون تہ اسان کي ان مسئلي بابت واضح حديث ڏيکاريو ان ڪري صرف هڪ حديث پيش خدمت آهي.

وڌيڪ حديثون بخاري ۽ مسلم ۾ ڏسي سگهجن ٿيون. عن عمرو بن العاص ان رسول الله صلى الله عليــه وسلم بَعَثَــهٗ عَلٰى جَيْشِ ذَاتِ السَّلَاسِلِ فَاَتَيْتُهٗ فَقُلْتُ اَيُّ النَّاسِ اَحَبُّ اِلَيْكَ قَالَ عَائِشَــةُ قُلْتُ مِنَ الرِّجَالِ قَالَ اَبُوْهَا قُلْتُ ثُمَّ مَنْ قَالَ عُمَرُ فَعَدَّ رِجَالاً.

حضرت عمروبن العاص کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليــــه وسلم جن کيس سلاسل جي لشڪر جو ڪمانڊر ڪري موڪليو چوي ٿو تہ مون سائينءَ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ قبلا!توهان کي ڪير وڌيڪ پيارو آهي؟ سائين جن فرمايو تہ "عائشه" عرض ڪيم تہ مردن منجهان ڪير؟ فرمايائون تہ "ان جو پيءُ" عرض ڪيم تہ پوءِ ڪير فرمايائون تہ "عمرؓ پوءِ چند مردن جا نالا ورتائون.

هن حديث مذڪور مان ظاهر آهي تہ علماء، صوفياءَ صحابــه ڪرام جو اجماع پر حضرت علي جو فيصلــه بلڪ

حضور عليه الصلواة والسلام جو فيصلو پڻ ان ترتيب سان فضيلت جو آهي ته پوءِ فضيلت جو مڃڻ عين ايمان آهي. پوءِ بعض ماڻهن جا خيالات ۽ حوالا ناقابل سماعت آهن.

سندن خلافت به ساڳي ترتيب سان اهل سنت وٽ حق آهي. جيئن ته شرح عقائد شرح فقه ۽ فرائض الاسلام ۾ آهي. اختصار لاءِ صرف فرائض الاسلام جي عبارت حاضر خدمت آهي. نؤمن بان خلافة الخلفاءِ الاربعة على الترتيب المعروف بين اهل السنة والجماعة حق (فرائض الاسلام)
مطلب ته حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه ان ترتيب خلافة کي تسليم ڪيو جيئن ته جنگ جمل جي صلح بابت ڪوشش وقت خطاب ڪندي فرمائي ٿو ته قام علي في الناس خطيبا وذكر الجاهلية وشقاءَ ها واعمالها وذكر الاسلام وسعادة اهله بالالفة وجماعة وان الله جمعهم بعد نبيه عليه السلام علي الخليفه" ابي بكر الصديق ثم بعده علىٰ عمر بن الخطاب ثم علىٰ عثمان (نهج البلاغة) ترجمه: حضرت علي خطاب لاءِ بيٺا. جاهليت جي بدبختي ۽ بدڪرداري جي ذڪر بعد اسلام ۽ ان جي سعادت ۽ باهمي محبت ۽ اجماع جو ذڪر ڪري فرمايائون ته الله تعالىٰ حضور عليه السلام ڪان بعد ابوبڪر صديق ان ڪان بعد عمر ان ڪان بعد عثمان جي خدمت تي امت کي جمع فرمايو.

ان جي تائيد شيعن جي مجيل ڪتاب نهج البلاغة مڪتوب ع۴ـ مان ٿئي ٿي جنهن ۾ حضرت علي حضرت معاويه کي خط ۾ لکي ٿو "انه بايعني القوم الذين بايعوا ابابكر وعمر وعثمان علىٰ مابا يعوهم عليه فلم يكن للشاهد ان يختار ولا

للغائب ان يردو انما الشوریٰ للمهاجرين والانصار فان اجتمعوا علیٰ رجل وسموه اماما كان ذالك لله رضی" ترجمه: منهنجي بيعت انهن ماڻهن ڪئي آهي جن حضرت ابوبڪر ۽ عمر ۽ عثمان جي ڪئي آهي جنهن لاءِ انهن اهي ساڳيا بنياد رکيا پوءِ حاضر پنهنجي مرضي نٿو هلائي سگهي نہ ئي غائب رد ڪري سگهي ٿو ڇو تہ شوریٰ مهاجرن ۽ انصارن جو حق آهي جنهن کي انهن اتفاق ڪري امام تسليم ڪيو ان تي الله تعالیٰ بہ راضي آهي. هن مان ثابت ٿيو تہ حضرت علي نہ رڳو خلافت جي ترتيب کي صحيح سمجهي ٿو. بلڪ ان کي واجب سمجهي ٿو، ۽ ڪنهن ردوبدل جو اختيار نٿو ميڃي ۽ اها ترتيب الله تعالیٰ کي پسند آهي. هتي شيعہ چوندا آهن تہ حضور عليہ الصلواة والسلام فرمايو تہ جنهن جو آءٌ دوست آهيان ان جو حضرت علي دوست آهي ان سچي حديث ۾ وصي يا خليفہ جو ڪو بہ لفظ ذڪر ٿيل نہ آهي تہ مقرر ڪيو ويو. سندن دعویٰ جي خلاف سندن ئي ڪتاب نهج البلاغہ جي مٿين عبارت پيش ٿي جنهن مان صاف ظاهر آهي تہ حضرت علي وصي نہ هو جيڪڏهن حضرت وصي هجي ها تہ پاڻ ان فيصلہ جي تائيد نہ ڪري ها نہ ئي الله تعالیٰ کي پسند هجي ها.

خود شيعن جي تفسير ابن الفرات ڪوفي ۾ چوٿين سيپاره جي هن آيت "لَيْسَ لَكَ مِنَ الامرِشَيءٌ اَوْيَتُوْبَ عَلَيْهِمْ اَوْيُعَذِّبَهُمْ فَاِنَّهُمْ ظٰلِمُوْنَ" جي تفسير ۾ لکي ٿو تہ حضور عليہ الصلواة والسلام حضرت علي کي وصي بنائڻ جو ارادو فرمايو پوءِ الله تعالیٰ مٿين آيت نازل فرمائي جنهن ڪري سائينءَ جن وصي مقرر نہ ڪيو.

هن آيت جي معنيٰ هي آهي پيارا، توکي ان بابت ڪو اختيار نہ آهي حتيٰ ڪہ الله تعاليٰ انهن کي معاف ڪري يا عذاب ڪري ڇو تہ اهي ظالم آهن.

حضرات گرامي: توهان ڏٺو تہ شيعي عالم جو فيصلو واضح اعلان آهي تہ سائينءَ جن حضرت علي کي وصي مقرر نہ ڪيو جيڪڏهن بخاري شريف ۾ حديث قرطاس مان ڪو شيعہ دليل وٺي تہ حضور عليہ الصلواة والسلام فرمايو تہ مون کي ڪاغذ ڏيو تہ آءٌ توهان کي لکي ڏيان تہ جيئن توهان گمراہ نہ ٿيو. حضرت عمر ڪاغذ آڻڻ جي منع ڪئي، ان ۾ سائين جن حضرت علي کي وصي مقرر ڪن ها؟ ان لاءِ جوابًا عرض تہ ان ۾ ڪٿي ذڪر آهي تہ حضور عليہ الصلواة والسلام حضرت علي کي وصي ڪرڻ جو ارادو ڪيو توهان کي ڪٿان الهام ٿيو حالانڪ ڪاغذ آڻڻ جي منع صرف حضرت عمر ڪو نہ ڪئي ان ۾ ڪيترا ٻيا اصحابي بہ شامل هئا پوءِ صرف هڪ حضرت عمر جو نالو وٺڻ سندن اندر جي ڪاروائي آهي. بس دراصل سائينءَ جن جي تڪليف کي مدنظر رکي حضرت عمر ۽ ٻين اصحابن سوچيو تہ الله تعاليٰ دين جي تڪميل جي گواهي ڏئي چڪو آهي تہ "اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ" مون اڄ توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو آهي. سائين جن ان جي ڪا تشريح ڪرڻ چاهين ٿا. جنهن ڪري ڪين اها تڪليف نہ ڏجي. ڪن اصحابن چيو تہ ڪاغذ پيش ڪجي مگر اتفاق نہ ٿيو، جيڪڏهن حضرت علي کي وصي ڪرڻ مقصود هو تہ سائينءَ جن ان ڪان پوءِ چند ڏينهن دنيا ۾ هئا سائينءَ جن اهڙو اعلان نہ ڪيو. اهو دليل آهي تہ وصيت يا نئون حڪم نہ هو صرف تشريح هئي

جيڪا سائينءَ جن نہ ڪئي. بلڪ واضح اشارو خلافت بابت حضور عليہ الصلواة والسلام حضرت ابوبڪر لاءِ فرمايو جيئن حديث شريف آهي. عن عائشة قالت قال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم في مرضه "اُدْعِي لِي اَبَابَكْرٍ اَبَاكِ وَاَخَاكِ حَتّٰى اَكْتُبَ كِتَابًا فَاِنِّي اَخَافُ اَنْ يَّتَمَنّٰى مُتَمَنٍّ وَّيَقُوْلَ قَائِلٌ اَنَا اَوْلٰى وَيَابَى اللهُ وَالْمُؤْمِنُوْنَ اِلاَّ اَبَابَكْرٍ" (مسلم) ترجمہ: حضرت عائشہ کان روايت آهي تہ حضور عليہ الصلواة والسلام پنهنجي بيماريءَ وقت ڪيس فرمايو تہ تون پنهنجو پيءُ ۽ پنهنجو ڀاءُ مون وٽ گهراءِ تہ جيئن آءٌ ڪتاب لکي ڏيان جو خطرو آهي تہ متان ڪو آرزو ڪري چوي تہ آءٌ وڌيڪ لائق آهيان پر الله تعالىٰ ۽ مؤمن حضرت ابوبڪر کان سواءِ ٻي ڪنهن کي قبول نہ ڪندا.

ان جي شرح ۾ علامہ نووي فرمائي ٿو وفي هٰذا الحديث دلالة ظاهرة لفضل ابي بكرن الصديق رضي الله تعالىٰ عنه واخبار منه" صلى الله عليه وسلم بما سيقع في المستقبل بعد وفاته وان المسلمين يا بون عقد الخلافة لغيره "نووي" (٢)

ترجمہ: هن حديث مان حضرت ابوبڪر صديق جي فضيلت ظاهر آهي تہ حضور عليہ السلام پنهنجي وفات بعد ايندڙ زماني جي خبر ڏين ٿا تہ مسلمان حضرت ابوبڪر کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي خلافت قبول نہ ڪندا.

حضرات گرامي ڏسو تہ حضور عليہ الصلواة والسلام ڪهڙي غيبي خبر ڏئي رهيا آهن ان سان گڏو گڏ فرمايائون تہ الله تعالىٰ وٽ بہ حضرت ابوبڪر جي خلافت کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي خلافت قبول نہ آهي ان کان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون

ئي حديثون ان بابت ملن ٿيون صرف اختصارًا هن حديث تي اڪتفا ڪجي ٿي.

هاڻي توهان خود فيصلو ڪريو تہ جنهن جي خلافت الله تعالىٰ ۽ ان جي حبيب عليہ الصلواة والسلام کي پسند هجي ۽ حضرت علي الله جو رضامندو ان کي سمجهي جيئن تہ شيعن جي مجيل ڪتاب نهج البلاغہ مان حوالو اڳ ۾ گذري چڪو آهي. ان جي خلافت کي نہ مڃڻ ۽ ان کي غاصب لٽيرو چوڻ الله تعالىٰ ۽ ان جي حبيب عليہ الصلواة والسلام سان بغاوت آهي. "نهج البلاغہ ۽ خطبہ شقشقيه هڪ نظر ۾" نهج البلاغة شيعن وٽ نهايت معتبر ڪتاب آهي سندن چوڻ موجب حضرت علي جا خطبا ان ۾ جمع ٿيل آهن جيڪڏهن چشم تعصب هٽائڻ بعد ڏسجي ٿو تہ اهي خطبا خالص حضرت علي جا نہ آهن بلڪ انهن ۾ سندن نظرين کي شامل ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ اهو ڪتاب متضاد امورن تي مشتمل آهي جيئن اڳتي مثال ڏيندس انشاءَ الله تعالىٰ اهو ئي سبب آهي جو تاريخ جي معتبر ڪتاب وفيات الاعيان ۾ ان کي جعلي قرار ڏنو ويو آهي جيئن لکي ٿو قداختلف الناس في ڪتاب نهج البلاغة المجموع من ڪلام الامام علي ابن ابي طالب هل هو جمعہ ام جمع الرضي وقد قيل انہ ليس من ڪلام علي وانما الذي جمعہ ونسبہ اليہ هو الذي وضعہ والله اعلم باالصواب.

ترجمہ: نهج البلاغہ حضرت علي جي ڪلام بابت ماڻهن ۾ اختلاف آهي ڇا ان کي علي المرتضىٰ جمع ڪيو آهي يا رضي ان بابت ڇيو ويو آهي تہ اهو حضرت علي جو ڪلام نہ آهي بلڪ ان کي جنهن بہ جوڙيو آهي انهي ان کي حضرت علي

ڏانهن منسوب ڪيو آهي شيعن جي مذهب ۾ تقيه يعني ڪوڙ ڳالهائڻ ڪار ثواب آهي ان ڪري اهي هميشه سني سڏائي مذهب ۾ دخل اندازي ڪندا رهيا آهن. ان ڪري عجب نہ آهي تہ رضي يا پاڻس مرتضىٰ گڏ ڪري ثواب ڪمايو هجي.

سلسلہ نقشبندي ۽ قادريہ جو برک اڳواڻ شاهہ غلام علي جيڪو عالم مشهور هجڻ سان گڏوگڏ عارف بالله هو جنهن پنهنجي مرشد مرزا مظهر جان جانان جي نظر ڪرم سان براه راست حضور عليہ الصلواة والسلام ۽ حضرت غوث اعظم کان فيض پرايو هو. اهو لکي ٿو تہ خطبہ نهج البلاغہ صحت ندارد (مڪاتيب شاهہ غلام علي) ترجمہ: خطبا نهج البلاغ وارا صحيح نہ آهن ان ۾ خطبہ شقشقيہ آهن جنهن کي شيعن ۾ وڏي اهميت حاصل آهي چاڪاڻ تہ ان ۾ حضرت ابوبڪر حضرت عمر حضرت عثمان تي وڏا چوه چنديا ويا آهن. انهن جي سڀني خطبن پڙهڻ بعد نتيجو نڪري ٿو تہ حضرت علي انهن ٽنهين يارن کي غاصب، لٽيرو پرايو حق کائيندڙ سمجهي ٿو. سندن خلافت کي ناحق سمجهي ٿو. انهن جي وفات کي سٺن لفظن ۾ ياد نٿو ڪري العياذ باالله ڪجهہ اڳ ۾ حديث شريف اجماع سان گڏوگڏ شيعن جي مڃيل ڪتاب نهج البلاغة تاريخ جي ڪتاب بدايہ جا حوالا عرض ڪيا اٿم جن مان ثابت آهي تہ خلافت جي مذڪوره ترتيب حق آهي جنهن کي حضرت علي الله جو رضامندو سمجهي ٿو ۽ جنهن کي مهاجر ۽ انصار امام مقرر ڪن اهو امام آهي ان کي ڪو بہ رد نہ ٿو ڪري سگهي تہ پوءِ حضرت علي وري خطبہ شقشقيہ

۾ انهن کي لٽيرو ۽ غاصب ۽ ناحق سمجهي اهو نہ رڳو تضاد آهي بلڪ پنهنجي فيصلہ کي نہ مڃڻ آهي. اها تضاد بياني ڪتاب نهج البلاغہ ۾ آهي. شقشقيہ منجهان ظاهر آهي. ٽنهين يارن جي وفات کي حضرت علي ڪابہ اهميت نہ پر سٺن لفظن ۾ بہ ياد نہ ٿا ڪن. جڏهن حضرت عمر جي شهادت جو ذڪ بيان ڪندي حضرت علي نهج البلاغة خطبو عـ٣٢٥ـ ۾ فرمائي ٿو تہ الله تعالىٰ جي لاءِ فلان (عمر) جي آزمائش آهي جنهن ٽيڙائي سڌي ڪئي، مرض جو علاج ڪيو فتني کي هٽائي سنت قائم ڪيائين دنيا کان صاف ۽ ٿوريءَ عيب سان هليو ويو. ڀلاين کي پرايائين ۽ صاف بچيو رهيو ۽ الله تعالىٰ جي فرمانبرداري ڪندو رهيو.

توهان غور ڪريو تہ نهج البلاغة خصوصًا شقشقيہ ڪيتري قدر تضاد ۾ ڀريل آهي. شقشقيہ ۾ ٽنهين يارن کي اڻ زيبائيندڙ لفظن ۾ ياد ڪيو ويو آهي. ۽ هن خطبي ۾ ڏسو تہ حضرت عمر جي ڪهڙي ريت تعريف ڪئي وئي آهي. وري نهج البلاغة خطبو عـ١٣٢ـ ۾ حضرت عمر کي رومين سان بنفس نفيس خود جنگ کان روڪيندي حضرت علي فرمائي ٿو تہ توهان پاڻ جيڪڏهن رومي دشمن سان ٽڪرندا تہ پوءِ مسلمانن لاءِ سندن پري وارن شهرن ۾ توهان کان سواءِ ڪو بہ اجهو نہ رهندو جنهن ڏانهن رجوع ڪري سگهن. هن خطبي ۾ حضرت عمر کي حضرت علي مسلمانن لاءِ اجهو ۽ پناهہ ٿو سمجهي اهڙي ريت ٻيا بہ ڪيترائي خطبا آهن جن سان شقشقيہ متضاد آهن. تضاد بياني نهج البلاغة ۽ ان جي خطبہ شقشقيہ جي ساک وڃائي ڪين غلط ثابت ڪري ٿي.

ع ١٠ـ انبياءَ عليهم السلام کان سواءِ ٻيو ڪو بہ انسان معصوم نہ آهي، نہ صحابہ ڪرام نہ ئي اهلبيت عظام معصوم آهن. صحابہ ڪرام بابت عبارت اڳ پيش ڪري چڪو آهيان. اهڙي ريت حضرت ملا علي قاري شرح فقہ اڪبر ۾ پڻ فرمايو آهي. علامہ فضل الرسول لکي ٿو تہ واعتقاد نامعشر اهل السنة تزکية جميع الصحابة باثبات حق منهم والثناءَ عليهم کما اثنیٰ الله سبحانہ ورسولہ صلی الله عليہ وسلم وعليهم من غير ادعاءَ العصمة لاحد منهم (المعتقد)

يعني اسان اهل السنت والجماعة سمورن صحابن کي معتبر سمجهون ٿا. جيئن تہ الله تعالیٰ ۽ رسول الله صلی الله عليہ وسلم انهن جي ثنا خواني ڪئي آهي. مگر انهن جي معصوم هجڻ جي دعویٰ نہ ٿا ڪريون. عدم عصمت اهل بيت بابت شيعن جي ڪتاب نهج البلاغة ۾ حضرت علي جو وصيت نامو جيڪو صفين کان واپسيءَ وقت امام حسن کي لکيو هئائين موجود آهي جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت امام حسن معصوم ناهي. ان کان واضح نهج البلاغة خطبہ ع٢٤ـ ۾ حضرت علي فرمائي ٿو تہ فاني لست في نفسي بفوق ان اخطي ولا آمن ذالك من فعلي الا ان يکفبني الله مني نفسي ماهو املك بہ مني فانما انا وانتم عبيد مملوکون لارب غيره.

يعني آءُ پنهنجي سر پنهنجي فعل ۾ خطا کان بچيل ناهيان نہ ئي آءَ پاڻ کي خطا کان محفوظ سمجهان ٿو. مگر الله تعالیٰ منهنجي نفس جي ڪفايت ڪري جنهن جو اهو مون کان وڌيڪ مالڪ آهي آءَ ۽ توهان رب جا ٻانها ۽ مملوڪ آهيون ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ رب ناهي.

ان منجهان ظاهر آهي تہ حضرت علي كرم الله وجهہ جو نظريہ آهي تہ كو بہ اهلبيت معصوم نہ آهي.

ع١١۔ هر مسلمان تي لازم آهي تہ حضرات صحابہ جي عظمت پنهنجي اندر ۾ ركي ۽ انهن جي اختلافات ۽ جنگين بابت سٺو موقف اپنائي. جيئن تہ داخل نصاب كتاب شرح عقائد ۽ شرح فقہ اكبر ۽ فرائض الاسلام ۾ آهي. ٻي صورت ۾ الله تعالىٰ ۽ ان جي حبيب عليہ الصلواة والسلام جي غضب كان بچي نٿو سگهي.

## حضرت علي ۽ حضرت معاويہ جا فضائل:

حضور عليہ الصلواة والسلام فرمايو آهي. مَنْ كُنْتُ مَوْلَاهُ فَعَلِيٌّ مَوْلَاهُ (ترمذي) ترجمو: جنهن جو آءٌ دوست آهيان ان جو علي بہ دوست آهي خيبر جي موقعہ تي حضور عليہ السلام فرمايو تہ آءٌ هي جهنڊو ان كي ڏيندس جنهن جي هٿ تي الله تعالىٰ فتح كرائيندو، اهو الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول سان محبت ركي ٿو ۽ اهي ان سان محبت ركن ٿا. ٻيءِ ڏينهن سڀئي اصحاب ان سلسلہ ۾ سڄي رات كچهري كندا هن انتظار ۾ رهيا تہ سائينءَ جن اها كنهن تي عنايت كندا. صبح تي سڀ صحابہ حضور عليہ الصلواة والسلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. سڀ هن اميد ۾ هئا تہ مون كي من جهنڊو ملي. حضور عليہ الصلواة والسلام فرمايو علي بن ابي طالب كٿي آهي؟ صحابہ عرض كيو تہ ان كي اكين ۾ تكليف آهي هتي كونهي ان ڏانهن ماڻهو موكلي كيس گهرايائون. جڏهن حضرت علي آيو تہ حضور عليہ الصلواة والسلام ان جي اكين ۾ پك مبارك وجهي دعا

ڪيائون تہ گوياڪ ڪيس اڪين ۾ سور هو ئي ڪو نہ. پوءِ ان کي جهندو ڏنائون حضرت علي عرض ڪيو تہ يارسول الله! صلى الله عليه وآله وسلم آئون تيستائين وڙهان جيستائين اسان جهڙا مسلمان ٿين. حضور عليه الصلواة والسلام فرمايو تہ تون آرام سان وڃي انهن جي ميدان ۾ پهچ پوءِ اسلام جي دعوت ڏئي انهن کي ٻڌاءِ تہ الله تعالیٰ جا حق ڪهڙا آهن. الله تعالیٰ جو قسم تہ تنهنجي ڪري الله تعالیٰ جيڪڏهن ڪنهن کي هدايت ڏئي تہ ڳاڙهين ڏاچين کان تنهنجي لاءِ بهتر آهي. (مسلم)

عن ام سلمة تقول كان رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم يَقُوْلُ "لَايُحِبُّ عَلِيًّا مُنَافِقٌ وَلَا يُبْغِضُه مُؤْمِنٌ" "ترمذي"

حضرت ام سلمه چوي ٿي تہ حضور عليه الصلواة والسلام جن فرمائيندا هئا تہ حضرت علي سان منافق محبت نہ رکندو ۽ مؤمن ان سان بغض نہ رکندو. هنن حديثن مان ثابت ٿيو تہ حضور عليه الصلواة والسلام سان محبت لاءِ پرک حضرت علي جي محبت آهي ان سان بغض منافقي آهي ۽ حضرت علي الله تعالیٰ ۽ ان جي حبيب سان محبت رکي ٿو ۽ اهي حضرت علي سان محبت رکن ٿا.

عن عبدالرحمٰن بن عميره قال قال رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم لِمُعَاوِيَةَ بْنِ اَبِيْ سُفْيَانَ اَللّٰهُمَّ اجْعَلْهُ هَادِيًا مَّهْدِيًا وَّاهْدِبِه (ترمذي)

عبدالرحمٰن بن عميره کان روايت آهي تہ حضور عليه الصلواة والسلام حضرت معاوية لاءِ هيءَ دعا ڪئي تہ اي منهنجا الله! ان کي هدايت ڪندڙ هدايت وراو بناءِ ۽ ان جي ذريعي ٻين کي هدايت پهچاءِ. عن ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنه قال جاء

جبرئيل الى النبي فقال يَامُحَمَّد! وَاسْتَوْصِ بِمُعَاوِيَةَ فَإِنَّهُ أَمِينٌ عَلىٰ كِتَابِ اللهِ وَنِعْمَ الْأَمِيْنُ (تطهير الجنان واللسان) ابن عباس فرمايو تہ حضرت جبرئيل حضور عليہ الصلواة والسلام جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ يامحمد! معاويہ جي باري ۾ وصيت ڪريو جو هيءُ ڪتاب (قران) جو امين آهي.

## اصل حقيقت

عبدالله بن سبا جنهن ڪي تاريخ ۾ سندس ماءُ سوداءَ ڏانهن منسوب ڪري ابن سوداء جي لفظ سان ذڪر ڪيو ويو آهي. اهو يهودي هو. حضرت عثمان جي دور ۾ منافقا نہ اسلام قبول ڪيائين جيڪو مسلمانن جي عروج ڪان خائف هجڻ سبب مسلمانن ۾ تفرقہ وجهڻ لاءِ مسلمانن جي صف ۾ داخل ٿي ويو هو. اهو شخص اهو هو جنهن شيعيت جو بناد رکيو. سندس ‌فتنہ انگيزي ۽ شرارت پذيري سبب ڪيس حضرت عثمان شام ملڪ ڏانهن نيڪالي ڏئي ڇڏي هئي. جتي هن پنهنجي مشن ناڪام ڏسي مصر جو منهن ڪيو ۽ اتي فتنہ جا ڇار وڇائڻ شروع ڪيائين. شيعن جو مسئلہ ۽ علي ولي الله ۽ عثمان، عمر، صديق غاصب وغيره جا نعره ايجاد ڪيائين. چند ساٿي اتي پيدا ٿي ويا جن خفيہ طور ماڻهن ڪي حضرت عثمان ۽ حڪام جي خلاف ڀڙڪايو ان ريت شور ۽ فتنہ پيدا ٿيو پوءِ اڳتي اهي ماڻهو جن ڪي سندن برن ڪردارن سبب حضرت عثمان سزائون ڏنيون اهي ان ڪي ملي ويا. محمد بن حذيفہ جيڪو حضرت عثمان جو خود هڪ نپايل شخص هو اهو ملي ويو جنهن ڪي حضرت عثمان جي شڪايت سبب عهده

گورنريءَ تان هٽايو ۽ محمد بن ابوبڪر اهڙا ٻيا اندر جا سڙيل ٻين شهرن بصره ۽ ڪوفه مان ملي ويا جن فتنه اٿاريو. (ڪامل ۳ طبري ۳ هدايه ۷)

وري حضرت عثمان جي حسن رواداري ۽ نرم مزاجيءَ سبب سندس بعضي حڪام خصوصًا مروان جي ڪارواين انهن ابن سوداءِ ۽ سندس حوارين کي وڏيڪ موقعه ڏنو. ابن سوداءِ پنهنجي پارٽي جو پروگرام اهڙي طرح مخفي ڦيلايو هو جو سندن ڪارڪنن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي خبر نه پئجي سگهي. ان طرح هن حڪمرانن جا عيب خطن ذريعه مختلفن شهرن ۾ پنهنجي همنوائن تائين پهچايا. بصره ۽ ڪوفه ۾ اڳ ۾ ئي ابن سوداءِ ڦري آيو هو جتي هن جا هم خيالي ماڻهون اڳ ۾ ئي موجود هئا. ان ريت ابن سبا جو هيءُ فتنه زور وٺي ويو. حضرت عثمان کي اها خبر پئجي وئي جنهن مختلف شهرن ۾ پنهنجا نمائندا موڪليا. جيئن ته تحريڪ جي پاڙ مضبوط ٿي چڪي هئي خصوصًا مصر جتي ابن سوداءِ رهندو هو وري اهو فتنو نهايت ڳجهو هو جيڪي ماڻهو ابن سوداءِ جي چڪر ۾ ڦاٿل هئا. انهن ۽ ٻين ماڻهن اهڙي ڳالهه جو انڪار ڪيو اهڙي طرح اهي نمائندا سراغ ڳولڻ ۾ ناڪام ويا.

نمائندن مديني موٽي اچي حضرت عثمان کي رپورٽ ڏني ته ڪو به فتنه نه آهي. جتي ڪٿي امن سڪون آهي. ان جي باوجود حضرت عثمان هڪ فرمان جاري ڪيو ته مديني جي ماڻهن کان معلوم ٿيو آهي ته ڪن ڪارڪنن ڪن ماڻهن سان ڏاڍايون ڪيون آهن اهي موسم حج ۾ هئا انهن جي دادرسي ڪئي ويندي ان سان ماڻهن ۾ خوشيءَ جي لهر اچي وئي.

حضرت عثمان مختلف علائقن جا حڪام گهرائي انهن ڪان مدينـه جي افرادن ڪان مليل خبر بابت پڇيو هنن تسلي ڏني تـ اهڙي ڪا ڳالهہ نـ آهي خود حضرت عثمان مختلف ماڻهون اڳ موڪلي معلومات ڪئي هئي. جن جي رپورٽ مطابق هر علائقي ۾ امن و عدل هجڻ جي خبر ملي ان جي باوجود حضرت عثمان پنهنجي علاقائي حڪام کي مزيد تاڪيد ڪري روانـه ڪيو. فتنـه انگيزيءَ ۽ بلوائن جي مليل ڀڳت ڪنهن حد تائين زور وٺي چڪي هئي. جن پروگرام ٺاهيو تـ حضرت عثمان کي قتل ڪجي ان لاءِ ابن سبا ذوالحج جو مهينو منتخب ڪيو ڇاڪاڻ تـ مديني جا ماڻهون ۽ اتي جا حڪام حج لاءِ ويل هوندا. ان وقت حضرت عثمان وٽ افرادي قوت گهٽ هوندي ان ۾ پنهنجي ڪار گذاري ڪئي ويندي. ان سلسلـه ۾ ابن سبا جيڪو مصر ۾ هو ان ڪوفـه ۽ بصره جي پنهنجن ساٿين کي اطلاع ڏنو جيڪي شوال مهيني ۾ حج لاءِ سفر ڏيکاري نڪتا مگر هو حج تي نـ ويا. هنن پنهنجي پروگرام کي پوري ڪرڻ لاءِ مديني پاڪ جو رخ ڪيو. ان ريت هڪ ٽولو مصر ڪان نڪتو جن ۾ ابن سبا ۽ محمد بن ابوبڪر شامل هئا، ٻيو ٽولو بصره ڪان، ٽيون ٽولو ڪوفـه ڪان نڪتو جن ۾ اشتر شامل هو. جملـه ٻن ڪان اڍائي هزارن جي اندر هئا جن وڏي هوشياريءَ بعد مديني پاڪ پهچي شور، غوغا ۽ فتنـه برپا ڪيو. حضرت علي جن عمر بن مسلم جي سمجهائڻ بعد واپس ٿيا. وري ٽنهين ٽولن مديني پاڪ جو رخ ڪيو ڇاڪاڻ تـ هو پنهنجي مشن ۾ ناڪام ٿي چڪا هئا. ٽئي ٽولا هڪ ئي وقت پهچي ويا ۽ حضرت عثمان تي حملـه جي تياري ڪيائون.

حضرت عليءَ انهن کي چيو تہ وري ڇو آيا آهيو؟ مصرين چيو تہ حضرت عثمان جي لکيل مهر سان خط ۾ محمد بن ابوبکر کي قتل جو حڪم اتي جي حاڪم ڏانهن لکيل مليو اٿئون. اهڙي طرح ڪوفين پنهنجي نالي، بصرين پنهنجي نالي خطوط پيش ڪيا. حضرت علي انهن کي حضرت عثمان وٽ وٺي ويو. حضرت عثمان انهن کان پنهنجي لاعلمي ڏيکاري حضرت علي ان جي تصديق ڪئي. ياد رهي تہ حضرت علي ۽ ٻين صحابہ ڪرام انهن ٽنهي گروهن کان پڇيو تہ توهان ٽنهي گروهن جا رستا مختلف آهن. ۽ توهان هتان پنهنجي پنهنجي علائقن ڏانهن واپس ٿيا وري هڪ ئي وقت ٽئي گروهہ گڏجي ڪيئن آيا آهيو. ظاهر ۾ توهان جي ملي ڀڳت ۽ سازش ٿي ڏسجي هنن ان جو ڪو جواب نہ ڏنو چوڻ لڳا تہ بس اسان کي عثمان نہ کپي اسين کيس قتل ڪنداسين ايئن چئي انهن حضرت عثمان کي گهيرو ڪيو پاڻي بند ڪيو بالآخر چاليهہ ڏينهن محاصره رهيو ۽ ١٨ ذوالحج هـ٣٥ـ ۾ حضرت عثمان کي شهيد ڪيو ويو. (ڪامل ٣ بدايہ ٣ طبري بالاختصار)

ياد رهي تہ حضرت عثمان جي شهادت ۾ حضرت علي يا ٻيو ڪو بہ صحابي شامل نہ هو نہ ئي ڪنهن اصحابيءَ جو ڪنهن بلوائيءَ سان عمل دخل هو جيئن تہ بدايہ جلد ٥ ۾ موجود آهي. ڪن تاريخ وارن حضرت عدي بن حاتم صحابيءَ جو نالو بلوائن ۾ لکيو آهي اهو صحيح نہ آهي. جيڪو بدايہ جي قول سان ٽڪرائجڻ سان گڏوگڏ شان صحابيت جي خلاف آهي. جن کي مصطفیٰ عليہ الصلواة والسلام جن پاڪ بنائين

اهي حضرت عثمان جهڙي جليل قدر صحابيءَ کي شهيد ڪن
اهو خلاف عقل آهي.

اهڙي طرح مسلم جي شرح نووي ۾ آهي تہ حضرت
عثمان جي قاتلن ۾ ڪو بہ صحابي شامل نہ هو. ڪن تاريخن ۾
لکيل آهي حضرت عائشہ حضرت عثمان کي نعش سڏيندي
هئي ۽ ماڻهن کي اڪسائيندي هئي تہ نعش (عثمان) کي قتل
ڪيو. اها پڻ تاريخي ڏند ڪٿا آهي ڇو تہ قرآن ڪريم ۾ الله
تعاليٰ فرمايو آهي "وَلَاتَنَابَزُوْ بِالْاَلْقَابِ بِئْسَ الِاسْمُ الْفُسوق بعد
الْاِيْمَانِ" ترجمہ: هڪ ٻئي کي بڇڙن لقبن سان نہ سڏيو ايمان
آڻڻ بعد گناهہ وارو نالو بڇڙو آهي. حضور عليہ الصلوة والسلام
جنهن کي پاڪ ڪيو هجي وري اهڙي شان واري پاڪ دامن
جنهن جي شان ۾ سورة نور جا ٻہ رڪوع نازل ٿين جيڪي
ڪل ارڙهن آيتون آهن ۽ حضور عليہ الصلواة والسلام جي
ازواج مطهرات بابت قرآن گواهہ هجي تہ اهي پاڪيزه آهن جيئن
تہ قرآن ڪريم ۾ ازدواجي دستور بيان ڪندي الله تعاليٰ فرمايو
آهي. "اَلْخَبِيْثَاتُ لِلْخَبِيْثِيْنَ وَالْخَبِيْثُوْنَ لِلْخَبِيْثَاتِ وَالطَّيِّبَاتُ
لِلطَّيِّبِيْنَ وَالطَّيِّبُوْنَ لِلطَّيِّبَاتِ" ترجمہ پليت عورتون پليت مردن
لاءِ ۽ پليت مرد پليت عورتن لاءِ آهن. ۽ پاڪيزه عورتون
پاڪيزه مردن لاءِ ۽ پاڪيزه مرد پاڪيزه عورتن لاءِ آهن. هن
مان ثابت ٿيو تہ حضور عليہ الصلواة والسلام جون ازواج
مطهرات سڀ پاڪيزه آهن پوءِ ڪيئن حضرت عائشہ يهوديءَ
جو نالو حضرت عثمان جهڙي شخصيت مٿان مڙهيندي وري
ظلم هيءَ تہ قتل، جهڙو بڇڙو فعل حضرت عثمان جهڙي
شخصيت لاءِ رکو تجويز نہ پر ماڻهن کي ان تي اڪسائي وري

جڏهن بلوائي خليفه مظلوم کي شهيد ڪن ته ان جي قصاص لاءِ پاڻ اٿي جنگ جمل ۾ شريڪ ٿئي اهو عقل ۽ نقل جي خلاف ۽ ناقابل قبول حقيقت آهي. تاريخ قرآن ۽ حديث نه آهي جو ان کي ضرور قبول ڪجي. خود حديث شريف کي قبول ڪرڻ لاءِ اهم شرط رکيا ويا آهن جن جي معيار تي جيڪي حديثون آيون انهن کي قبول ڪيو ويندو. پر جيڪڏهن قرآن ۽ حديث سان ٺهڪي نه اچن سي تاريخي ڏند ڪٿائون ڪيئن ڪبيون.

وري شيعن جون تاريخي حقيقتون اڪثر ابومخنف، لوط بن علي ۽ هشام بن محمد بن سائب تي بنياد رکن ٿيون. جيئن ته تاريخ طبري سڄي ابو مخنف جي روايتن سان ڀريل آهي اهي غالبًا شيعه تقيه باز ۽ ڪذاب يعني وڏا ڪوڙا هئا. (منهاج السنة) انهن ڪوڙن پنهنجي حاسديت سبب ڪيتريون تاريخي حقائق کي مسخ ڪري هميشه لاءِ حقيقت جي طالبن کي رڳو اصل حقيقت کان محروم نه ڪيو آهي پر عالم تحقيق کي اوجهل بنائي ڇڏيو آهي. جنهن سبب امت مسلمه افراتفري، انتشار ۽ جنگ وجدال جو شڪار بنجي وئي آهي. اهو وڏو الميه آهي جنهن جا اهڙا مؤرخ ذميوار آهن.

## حضرت عثمان جي دور جون فتوحات

آفريقا، قسطنطينه، آرمينه، قبرص، طبرستان حضرت عثمان جي دور ۾ فتح ٿيا حضرت عمر جي شهادت بعد خراسان، فارس، آزر بائجان ۽ سبجستان جيڪي حضرت عمر جي دور ۾ فتح ٿيا انهن ۾ باغين مٿو کنيو ۽ انهن علائقن تي قابض ٿيا مگر حضرت عثمان انهن کي دوباره فتح ڪري

سلطنت اسلاميـــه ۾ داخل ڪيا. ان ريت ڪابل ۽ غزني فتح
ڪري سلطنت اسلاميـــــه جون سرحدون هندستان تائين
پهچايون. (ڪامل ٣ ۽ فتوح البدان)

## حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه جي خلافت

٢٥ذوالحج حضرت علي ڪرم الله وجهــــه جي
خلافت عمل ۾ آئي. جيڪا انهيءَ ترتيب سان برحق آهي. ان
ريت حضرت علي حضور عليـــه الصلواة والسلام جو چوٿون
نمبر خليفه مقرر ٿيا ان تي امت مسلمـه جو اجماع آهي. جيئن
تہ فرائض الاسلام، شرح فقـــه اڪبر، شرح عقائد ۽ منهاج
السنـــة ۾ آهي. جيئن تہ حضرت عثمان جي شهادت واقع ٿي
چڪي هئي ان ڪري وڏن اصحابن ڪرامن حضرت عليءَ کان
مطالبو ڪيو تہ قاتلن کان قصاص ورتو وڃي جو خدا جو حڪم
آهي. جنهن تي حضرت علي جو چوڻ هو تہ هينئر بلوائن جو
زور آهي. ڪجهہ وقت انتظار ڪيو وڃي مگر ان مسئلـــــه
مسلمانن ۾ زور ورتو.

حضرت بيبي عائشــه، حضرت زبير جيڪو عشرة مبشرة
منجهان هجڻ سان گڏوگڏ حضور عليـــه الصلواة والسلام جو
ڀڳاٽ هو. حضرت طلحـة عشرة مبشرة هجڻ سان گڏوگڏ حضور
عليــه الصلواة والسلامجوهرجاءِ نشان هو. جنهن جنگ احد ۾
جڏهن ڪافرن ڪي ڪجهہ سرسي ملي ڪجهہ مسلمان شهيد ٿيا
ڪي ڀڄڻ لڳا. ڪافرن حضور عليـه الصلواة والسلام ڪي شهيد
ڪرڻ لاءِ تير وسايا تڏهن حضرت طلحـة حضور عليـــه الصلواة
والسلام ڪي پنهنجي پٺيان ٻيهاري ڍال سان حضور عليـــه

الصلواة واسلام جو بچاءُ ڪيائين. جنهن سبب سندن سچو بدن تيرن سان چچرجي ويو. وري جڏهن ڍال هٿن مان ڪري پيس تہ حضور عليـــه الصلواة والسلام تائين پهچندڙ تيرن کي هٿن سان روڪيندو رهيو جنهن سبب سندس هڪ هٿ مبارڪ ڪيرو ٿي ويو. انهن قصاص وٺڻ لاءِ تحريڪ هلائي آخر جنگ جمل جو معرڪـه ھ٣٥ـ ۾ تيار ٿيو. حضرت علي جو لشڪر هڪ پاسي تہ ٻئي پاسي هن حضراتن جو لشڪر بالآخر حضرت قعقاع جي ڪوشش سان ٻنهين ڌرين جي وچ ۾ صلح طئي ٿيو مگر ابن سبا ۽ ٻين بلوائين ڏٺو تہ اسان حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنـــه جا قاتل آهيون حضرت علي اسان ڪان قصاص وٺندو. هنن عافيت هن ۾ سمجهي تہ وڳوڙ ختم نہ ٿئي. ابن سبا جي مشوري سان بلوائن رات جي وقت ستلن کي شبخون ڪيو. پوءِ ٻنهين طرفن ۾ جنگ شروع ٿي وئي انهي جنگ ۾ پنج هزار ماڻهو هڪ طرف جا شهيد ٿي ويا، ان ريت ابن سباءِ بلوائي پنهنجي سازش ۾ ڪامياب ٿي ويا. انهي جنگ ۾ حضرت زبير ۽ حضرت طلحة بہ شهيد ٿي ويا. (بدايـه وطبري ڪامل ٣)

حضرت امير معاويـه جيڪو حضرت عثمان جو سوٽ هو اهو قصاص لاءِ اٿيو جنهن ڏٺو تہ قاتلان عثمان ڪان قصاص نہ ورتو ويو پر وري بہ انهن ماڻهن مان هڪڙن کي عهدن تي فائز ڪيو ويو ۽ ٻيا حضرت علي سان گڏ آهن تہ پوءِ هن جنگ لاءِ تياري ڪئي. حضرت علي دور انديشي ڪان ڪم وٺندي هڪ وفد حضرت امير معاويـــة ڏانهن موڪليو تہ جيئن هن کي سمجهائين تہ بيعت قبولي. حضرت معاويـة انهن کي جواب ڏنو

تہ ڀھريائين حضرت علي انھن قاتلن کان قصاص وٺي پوءِ اۓ سندس بيعت ڪندس. جيڪڏھن حضرت علي قصاص نہ وٺي سگھي تہ پاڻ انھن کان پري رھي تہ آئون قصاص وٺان. ان نيابي سان حضرت معاويہ حضرت علي ڏانھن ھڪ وفد پڻ موڪليو حضرت علي ان ڳالھ لاءِ تيار نہ ٿيا. جيئن نھج البلاغہ مڪتوب ۵۸ ۽ مڪتوب ۹ ۾ آھي. باالآخر سـ۳۷ـ ھہ ۾ جنگ صفين جو خون خوار واقعو پيش آيو. جنھن ۾ حضرت عمار ۽ ٻيا ڪيترائي اصحابي شھيد ٿي ويا. ھڪ اندازي موجب حضرت معاويـــہ جي لشڪر منجھان ويھہ ھزار ماڻھون ۽ حضرت علي جي لشڪر منجھان چاليھہ ھزار ماڻھون شھيد ٿيا. حضرت معاويـــہ جي لشڪر قرآن نيزن تي ٻڌي مٿي ڪنيا تہ قرآن حڪيم مطابق فيصلو ٿئي پوءِ جنگ بند ٿي فيصلو ٿيو تہ ھر ھڪ طرف کان ھڪ امين مقرر ٿي جنھن ڪي فيصلہ تحڪيم چيو وڃي ٿو. حضرت علي جي طرف کان ابوموسیٰ اشعري ۽ حضرت امير معاويـــہ جي طرفان حضرت عمروبن العاص امين مقرر ٿيا. ھيءَ جيڪو فيصلہ ڪندا ٻنھين ڌرين ڪي قبول ھوندو ۽ منظور ڪرڻو پوندو ھن منجھان ظاھر آھي تہ حضرت عائشـــہ، حضرت زبير حضرت طلحـــہ ۽ حضرت معاويـــہ جي جنگ براہ راست حضرت علي سان نہ ھئي نہ ئي انھن جو اھو مقصد ھو.

ھنن حضراتن جو مقصد صرف قاتلن کان پنھنجي ڪردار موجب قصاص وٺڻ ھو. توھان ڪتاب ڪامل في التاريخ کولي ڏسو تہ حضرت معاويـــہ حضرت علي جي بيعت ۽ خلافت جو شروع ۾ انڪاري نہ ھو. ان ڳالھہ جي تصديق لاءِ مٿيئن حقيقت کان علاوہ ھيءَ واقعو شاھد عدل آھي. تہ مدينـــہ پاڪ

لڳ عباسين جي تنيڙي رياست قائم هئي. ان جي حڪمران مسلمانن جي افراتفري ڏسي مديني پاڪ تي حملي جو ارادو ڪيو جڏهن حضرت معاويه کي اها خبر پهتي ته ترت حضرت معاويه هن کي ڌمڪي ڀريو حڪم لکي موڪليو ته اڙي عيسائي! اسان جي اختلاف کي ڏسي دماغ خراب نه ٿئي جيڪڏهن تو ڪا به حرڪت ڪئي ته حضرت علي جو ڦهريون سپاهي آءُ هوندس. جيڪو تنهنجو مقابلو ڪندو. (ڪامل ٣)

توهان اندازو لڳايو ته حضرت معاويه حضرت علي جو پاڻ کي سپاهي لکي رهيو آهي. اهڙي طرح حضرت طلحه قاتلانه حملي ۾ آخري حالت ۾ زمين تي ڪريل آهي اتان اچي هڪ شخص لنگهيو ان کي سڏ ڪري چيائين ته تون حضرت علي جي لشڪر منجهان آهين هن چيو هائو. حضرت طلحه چيو ته هٿ ڊگهو ڪر آءُ حضرت علي لاءِ تنهنجي هٿ تي بيعت ٿو ڪريان (ڪامل) صبح جي وقت حضرت علي جڏهن حضرت طلحه وٽان اچي لنگهيو ڏٺائين ته حضرت طلحه شهيد ٿيو پيو آهي وڏي اچي حضرت علي روئي سندس ان هٿ کي چميو جيڪو حضور عليه الصلواة والسلام جي بچاءَ لاءِ ڍال ٿي چڪو هو. (ڪامل)

انهن حقيقتن کي سامهون رکندي منصف آسانيءَ سان فيصلو ڪري سگهي ٿو ته انهن حضراتن مان ڪنهن به جنگ ذاتيات جي ڪري نه ڪئي آهي، بلڪ اصل مقصد قصاص هو جنهن جي لاءِ بلوائي رڪاوٽ هيا اصل جنگ انهن سان هئي.

جڏهن ٻئي حڪم حضرت ابو موسىٰ اشعري ۽ حضرت عمرو بن عاص دومة الجندل جي مقام تي ٻنهين ڌرين جي فيصلو

لاءِ پهتا تڏهين ٻنهين ڄڻن فيصلـــه ڪيو تہ خلافت مجلس شوريٰ جي حوالـه ڪجي جنهن کي اهي چاهين ان کي خليفــه مقرر ڪن. حضرت علي جي معزوليءَ جو حضرت ابو موسىٰ اعلان ڪري جڏهن تہ حضرت امير معاويـــة جي معزوليءَ جو اعلان حضرت عمرو بن عاص ڪري مگر حضرت عمرو بن عاص اعلان نـہ ڪيو جنهن سبب وڳوڙ ختم نـہ ٿيو (الڪامل البدايـــه) حضرت عمرو بن عاص ڏٺو تہ حضرت علي جي معزوليءَ جو اعلان ابو موسىٰ ڪيو تہ هاڻي ڪو بہ خليفـــه نـہ رهيو. پوءِ حضرت عمرو بن عاص حضرت معاويـــة لاءِ خلافت جي تحريڪ هلائي ان ريت حضرت معاويـة پنهنجي خلافت جي دعوىٰ ڪئي. (طبري جلد ٣ منهاج السنـــة جلد ٢) اها انهن جي اجتهادي غلطي هئي ڇاڪاڻ تہ حضرت علي جي خلافت حق هئي اهل عقد وحل بيعت ڪري چڪا هئا. جيئن تہ اهي ٻئي صحابـــه هئا. جن لاءِ اسان کي حضور عليـــه الصلواة والسلام جي صدقي عزت ۽ محبت ڪرڻي آهي. جهڙي طرح اڳ ۾ ان سلسلـــه جون حديثون گذريون آهن. ان ڪري اسان کي سندن بابت زبان کولڻ جو حق نـہ آهي. ٻي صورت ۾ ايمان جو خطرو آهي. وري اهو مسئلـه نـہ ايمانيات منجهان آهي نـہ ئي قبر ۽ حشر ۾ ان بابت پڇا ٿيندي نـہ ئي اسان تي انهن بابت فيصلـه ڪرڻ جو ذمـه آهي ان ڪري ان مسئلـه بابت خاموشي اختيار ڪجي جنهن ۾ عافيت ۽ سلامتي آهي.

حديث شريف ۾ آهي تہ عن النبي صلى الله عليـه وسلم انـه قَالَ يَكُوْنُ لِاَصْحَابِيْ مِنْ بَعْدِيْ زَلَّةٌ يَغْفِرُهَا اللهُ لَهُمْ بِسَابِقَتِهِمْ مَعِيَ يَعْمَلُ بِهَا قَوْمٌ مِنْ بَعْدِهِمْ فَيَكِبُّهُمُ اللهُ فِي النَّارِ عَلٰى وُجُوْهِهِمْ (شذرات)

ترجمـه: حضور صلى الله عليـه وسلم جن کان روايت آهي سائين جن فرمايو تہ مون کان بعد منهنجن اصحابن ۾ کجھہ افرا تفريون ٿينديون جن کي الله تعالىٰ منهنجي ساٿ سبب معاف فرمائيندو. انهن کان بعد هڪ اهڙي قوم هوندي جيڪا ان کي وٺندي. الله تعالىٰ انهن کي منهن ڀر جهنم ۾ وجهندو. ان ڪري انهن حضراتن بابت زبان ڪشائيءَ کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

جيئن تہ حضرت علي جو تقريبا پنج سال دور اندروني خلفشار ۽ مسلمانن جي باهمي جنگ وجدال جو شڪار رهيو. وري مسئلـه تحڪيم بعد حضرت جي لشڪر منجهان خارجي نڪتا جن حضرت علي سان وڏيون جنگيون ڪيون. ان سبب حضرت علي جي دوَر ۾ ڪا بہ قابل ذڪر فتح نہ ٿي البتـه سندس حڪم مطابق سندس فوجي دستن پيش قدمي ڪئي مگر قلات وٽ سڄو دستو دشمن هٿان شهيد ٿي ويو. (فتوح البلدان)



**تقريظ:** محترم جناب ڈاڪٽر حافظ غلام محمد ڏاهري

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## حامدا ومصليا

زير نظر ڪتاب حضرت علي المرتضىٰ شير خدا ڪَرَّمَ اللّٰهُ وجهه جن جي سيرت طيبه جو هڪ عظيم شاهڪار آهي. جيڪو سنڌ جي هڪ مايه ناز عالم باعمل، رئيس المفسرين فخر الواعظين حضرت علامه الحاج محمد ادريس ڏاهري ادام الله فيوضه جن جي محنت جو نتيجو آهي. پاڻ وعظ ۽ تبليغ سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم به هٿ ۾ ڪنيو اٿن جيڪو انتهائي اهم ۽ مشڪل آهي. پاڻ خلفاءِ راشدين سڳورن جي سيرت طيبه بابت علحده علحده ڪتاب لکي عظيم احسان ڪيو اٿن. شال رب ڪريم جل جلاله کين خضري حياتي عطا فرمائي جو سندن رهيل تصنيفات به جلد منظر عام تي اچي وڃي. خاص ڪري تفسير "احسن البيان" جا باقي رهيل پارا به پڙهي قلبي سڪون حاصل ڪيون. آمين ثم آمين.

حضرت قبلا سائين جن جي حڪم موجب راقم پنهنجي ڪم علمي ۽ ڪم فهميءَ ڪي شدت سان محسوس ڪندي "خارجي تحريڪ" ۽ حضرت علي المرتضىٰ ۽ حضرت امير معاويه جي جنگ بابت اهل سنت جي موقف متعلق لکيو آهي. جنهن جو پس منظر هن طرح آهي.

حضرت محمد ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو ارشاد گرامي آهي ته "اي علي! تون منهنجي امت ۾ حضرت عيسىٰ ابن مريم وانگر آهين؟ (١)

(١) مقدمة الكامل للمبرد ايضا مشكوٰة ص-٥٦٥-

پاڻ سڳورن جو فرمان مبارڪ انتهائي اهم معنیٰ رکي ٿو. پر افسوس جو هڪ جماعت يعني خارجين وري کيس گمراه، فاسق، فاجر، ڪافر ۽ واجب القتل سمجهيو. (معاذالله)

انهن خارجين جو بنياد (جنگ صفين) ۾ پيو ان کان اڳ ۾ اهي خارجي حضرت علي المرتضیٰ جا مخلص، جان نثار، دوست ۽ ساٿي هئا. پر (تحڪيم) کان پوءِ اهي ماڻهون سندن جاني دشمن ٿي پيا. اصل صورت حال هن طرح آهي ته حضرت علي المرتضیٰ حضرت امير معاويه رضي الله تعالیٰ عنهما سان اختلاف جي ڪري جنگ لاءِ تيار ٿيو ۽ حضرت امير معاويه رضي الله تعالیٰ عنه پنهنجي طرف جي فوجين کي حڪم ڪيو ته نيزن تي قرآن شريف ڪٽي مٿي بلند ڪيو. جنهن جو مطلب اهو هو ته اسان ٻئي فرقا مسلمان آهيون تنهن ڪري تلوار سان فيصلو نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ قرآن شريف جي حڪم مطابق فيصلو ڪرڻ گهرجي. اهو ڏسي حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه کي سندن جان نثارن چيو ته ڳالهه بلڪل معقول ۽ درست آهي. قرآن شريف کي رکي فيصلو ڪيو وڃي ۽ انهيءَ فيصلي ڪرائڻ تي حضرت علي المرتضیٰ تي سندس جان نثارن تمام گهڻو زور پريو جنهن ڪري حضرت علي المرتضیٰ تحڪيم تي راضي ٿيو ۽ حضرت علي المرتضیٰ ۽ حضرت امير معاويه جي وچ ۾ هڪ دستاويز لکيو ويو، جنهن ۾ اهو لکيو ويو ته حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه ۽ حضرت امير معاويه رضي الله عنه حَکَمَ يعني فيصلو ڪندڙن جي فيصلي کي تسليم ڪندا.

حضرت علي المرتضىٰ جي طرف کان حضرت ابو موسىٰ اشعري نمائده مقرر ٿيا ۽ حضرت امير معاويه جي طرف کان حضرت عمرو بن العاص (فاتح مصر) نمائندو مقرر ٿيو. فيصلي کان پوءِ حضرت علي المرتضىٰ جا اهي ئي دوست جن کيس تحکيم يعني فيصلي ڪرائڻ تي زور پريو هو اهي اعتراض ڪرڻ لڳا تہ اوهان فيصلو ڇو ڪرايو حالانڪ "اِنِ الْحُكْمُ اِلَّا لِلّٰهِ" يعني خدا تعالىٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ فيصلي جو حق نہ آهي.

لهٰذا اهي ماڻهو جن جو تعداد ڇهہ هزار هو حضرت علي المرتضىٰ کان ناراض ٿي ڪوفي جي ڀرسان هڪ ڳوٺ نالي "حروراءِ" ۾ گڏ ٿيا. "حروراءِ" ۾ گڏ ٿيڻ ڪري حضرت علي المرتضىٰ انهن جو نالو حروري رکيو. پر خارجي انهيءَ نالي سان پاڻ کي نہ سڏرائيندا هئا. فقط هڪ خارجي شاعر پاڻ کي "حروري" سڏيو آهي. عام ماڻهو انهن کي خارجي چوندا هئا ڇو تہ اهي ماڻهو اميرالمؤمنين جي اطاعت کان خارج ٿي ويا هئا ۽ وقت جي خليفن جي خلاف بہ خروج ڪيو هئائون.

خارجين مان وري ٻن خارجي شاعرن پنهنجي جماعت لاءِ ظاهر ظهور خارجي لفظ استعمال ڪيو آهي. هڪ قطري بن الفجاة المازني جنهن ابو خالد قناني کي جيڪو جهاد تي نہ ويو هو جهاد جي رغبت ڏيارڻ لاءِ هيءَ شعر پڙهيا.

اَبَا خَالِدِيَا انفرفَلَسْتَ بِخَالِدِ وَمَا جَعَلَ الرَّحْمٰنُ عُذْرًا لِقَاعِدِ

اي! ابو خالد (جهاد لاءِ) نڪر ڇو تہ تون هميشہ زنده نہ رهندين. الله تعالىٰ جهاد کان ويهي رهندڙن جو عذر نہ ٻڌندو.

اتزعمُ انَّ الخَارِجِيَّ عَلَى الْهُدٰى وَاَنْتَ مُقِيْمٌ بَيْنَ لِصٍّ وَجَاحِدِ

جا تون سمجهين ٿو تہ خارجي هدايت تي آهن_ حالانڪ تون تہ چورن ۽ منڪرن (غيرخارجين) جي وچ ۾ رهندڙ آهين.

ٻئي شاعر عيسىٰ بن فاتڪ خطي خوراج جو لفظ استعمال ڪيو آهي جيئن سندس شعر آهي

كَذَبْتُمْ لَيْسَ ذَاكَ كَمَازَعَمتم   وَلٰكِنَّ الْخَوَارِجَ مُؤْمِنُونَا

توهان ڪوڙا آهيو توهان جو گمان غلط آهي. اصل ۾ خارجي ئي مؤمن آهن. اهي باغي خارجي لفظ کي خروج الجهاد مان مشتق قرار ڏيندا آهن. ۽ انهن پنهنجو نالو "شاري" يا "شراة" رکيو هو. جنهن جو مطلب اهو وٺندا هئا تہ جنت جو خريدار يا خدا جي رضا جو خريدار يا خدا جي راه ۾ پنهنجي جان کي وڪڻندڙ. جيئن معدان ايادي خارجيءَ جو هيءُ شعر ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪندڙ آهي.

سَلَامٌ عَلىٰ مَنْ بَايَعَ اللهَ شَارِيًا   وَلَيْسَ عَلَي الْحَزِ الْمُقِيمِ سَلَامٌ

سلام هجي ان شخص تي جنهن جان وڪڻي الله سان بيعت ڪئي. جيڪي ماڻهون جهاد نٿا ڪن انهن تي سلام نہ هجي.

حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنہ خارجين کي سمجهائڻ لاءِ حضرت عبدالله بن عباس کي موڪليو جنهن انهن کان پڇيو تہ مَاالَّذِيْ نَقَمْتُمْ عَلىٰ اَمِيْرِ الْمُؤْمِنِيْنَ؟ يعني اوهان امير المؤمنين کان ڇو ناراض ٿيا آهيو؟ خارجين جواب ڏنو تہ قَدْ كَانَ لِلْمُؤْمِنِيْنَ اَمِيْرٌ فَلَمَّا حَكَمَ فِيْ دِيْنِ اللهِ خَرَجَ مِنَ الْاِيمَانِ فَلْيَتُبْ بَعْدَ اِقراره بِالْكُفْرِ نَعْدِ لَهٗ يعني پاڻ اميرالمؤمنين هو پر جڏهن حڪم الهي ۾ تحڪيم (ماڻهن کان فيصلو ڪرائڻ) تي راضي ٿيو تہ ايمان کان خارج ٿي ويو. ان ڪري پاڻ توبہ ڪري ۽ ڪفر جو اقرار ڪري تہ اسان سندن سات ڏيون.

حضرت ابن عباس فرمايو تہ اھو موٌمن جنھن جي ايمان ۾ ڪڏھن بہ شڪ جو شائبو نہ رھيو ھجي اھو وري ڪيئن ڪفر جو اقرار ڪري سگھي ٿو؟ خارجين چيو تہ پاڻ تحڪيم ڪئي اٿس ان ڪري ڪافر ٿي ويو آھي. حضرت عبدالله بن عباس فرمايو تہ تحڪيم تہ ننڍن ننڍن معاملن ۾ بہ جائز آھي. جھڙي طرح مڙس ۽ زال جي اختلافن جي باري ۾ الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ فرمائي ٿو. "وان خِفتم شِقَاقَ بَينِهِمَا فَابعَثُوا حَكَمًا مِنْ اهلـه وحَكَمًا مِّنْ اهلِهَا" (۱)

ھن آيت جو خلاصو مطلب اھو آھي تہ زال ۽ مڙس جي اختلافن ڪي نبيرڻ لاءِ ھڪڙو حڪم مڙس جي خاندان مان ۽ ھڪ حڪم زال جي خاندان مان چونڊيو وڃي ان ڪان پوءِ اختلافي معاملن جي باري ۾ فيصلو ڪيو وڃي. ھن مان ظاھر ٿيو تہ تحڪيم (ٽئين ڌر ڪان فيصلو ڪرائڻ) قرآن شريف مان ثابت آھي تنھن ڪري تحڪيم ڪفر ۽ بي ديني نہ آھي اھڙي طرح احرام جي حالت ۾ جيڪڏھن ڪنھن شخص ڪان ڪو جانور مري وڃي يعني حرم جو شڪار ڪري تہ ان لاءِ بہ تحڪيم جو حڪم آيو آھي "يحكمُ بـه ذوا عدل منكم" (۲)

(حرم شريف جي شڪار متعلق) بہ عدل وارا ماڻھو فيلصو ڪن جنھن جو صاف مطلب اھو آھي تہ ان شڪار ڪرڻ جو فديو اھو آھي جيڪو بہ عادل ماڻھو مقرر ڪن.

جڏھن انھن معاملن ۾ تحڪيم جائز آھي تہ پوءِ اسان جي معاملي ۾ بہ تحڪيم جائز آھي. اھو ٻڌي خارجي پاڻ ۾ چوڻ

(۱) سورة النسآء پ ۵ (۲) سورة مائده پ ۷

لڳا تہ انهيءَ سان بحث نہ ڪيو ڇو تہ اهو اهڙي قوم (قريش) جو فرد آهي جنهن جي متعلق الله تعالىٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ "بَل هم قومٌ خَصِمُوْنَ" (١) يعني اهي قريش وارا جهڳڙالو قوم آهن ۽ هڪ ٻيءَ جاءِ تي قرآن شريف ۾ آهي "وَتُنذِرُ بِـهِ قَوْمًا لُدًّا" (٢) يعني اي محمد صلى الله عليـه وسلم هن قرآن سان جهيڙيڪار قوم (قريش) کي ڊيڄارين جڏهن حضرت عبدالله بن عباس جو چوڻ نہ مڃيائون تہ حضرت علي المرتضىٰ پاڻ انهن کي سمجهائڻ لاءِ ويا ليڪن وري بہ ساڳيا اعتراض ڪيائون ۽ ڳالهہ نہ مڃيائون. تنهن تي حضرت علي المرتضىٰ ڪَرمَ الله وجههہ جن هيءُ شعر فرمايو.

يَاشَاهدَ الله عَلَيَّ فَاشهد اِنّي عَلىٰ دِينِ النَّبِيِّ احمد

اي ڪائنات! تون شاهد رهجان تہ آءٌ حضرت محمد صلى الله عليـه وسلم جي دين تي قائم آهيان.

مَنْ شَكَّ فِي اللهِ فَاِني مهتد

جيڪڏهن ڪو الله تعالىٰ جي باري ۾ شڪ ڪري ٿو اهو گمراه آهي آءٌ تہ هدايت تي آهيان يعني آءٌ الله تعالىٰ ۾ ڪو بہ شڪ نٿو ڪيان.

حضرت علي المرتضىٰ وري پيهر حضرت ابن عباس کي خارجين ڏانهن سمجهائڻ لاءِ موڪليو ليڪن وري بہ ساڳي گفتگو تي ۽ خارجي ضد کان نہ لٿا. ان کان پوءِ دوباره حضرت علي المرتضىٰ جن پاڻ انهن کي سمجهائڻ لاءِ ويا ۽ پاڻ يزيد بن قيس ارحبي جي تنبوءَ وٽ وڃي ٻہ رڪعتون نماز پڙهي ان کان پوءِ لٺ مبارڪ تي ٽيڪ ڏئي تقرير شروع ڪيائون خارجين

(١) سورة زخرف آيت ٥٨ (٢) سورة مريم پ ١٦

وري بہ ساڳيا اعتراض ڪيا ۽ حضرت علي المرتضیٰ کي چيائون تہ تون توبـــہ ۽ استغفار ڪر. حضرت علی المرتضیٰ شير خدا فرمايو اَسْتَغْفِرُاللہَ رَبِّي مِنْ كُلِّ ذَنْبٍ وَّاَتُوْبُ اِلَيـہِ.

اهو ٻڌي خارجي حضرت علي المرتضیٰ سان اچي گڏ ٿيا ۽ ڪوفي ۾ حضرت علي المرتضیٰ سان گڏ جمعہ جي نماز ادا ڪيائون. مسجد مان نڪرڻ ڪان پوءِ خارجي چوڻ لڳا تہ اميرالمؤمنين تحڪيم (ماڻهن ڪان فيصلو ڪرائڻ) کي گناه ۽ گمراهي تسليم ڪيو آهي. انهيءَ ڳالھ جو اطلاع جڏهن حضرت علي المرتضیٰ کي مليو تہ پاڻ انهيءَ وقت تقرير ڪرڻ شروع ڪيائون جنهن ۾ خارجين جي انهيءَ گفتگو جي ظاهر ظهور ترديد ڪيائون. پاڻ تقرير ۾ فرمايائون تہ جيڪو بہ شخص تحڪيم کي گمراهي سمجهي ٿو اهو شخص پاڻ گمراه آهي. اهو ٻڌي خارجي وري حضرت علي المرتضیٰ ڪان ڪاوڙجي ناراض ٿي هليا ويا. حضرت ابن عباس انهن کي ٿيون ڀيرو سمجهائڻ ويو ليڪن خارجي نہ مڙيا. ان ڪان پوءِ وري حضرت علي المرتضیٰ خارجين کي سمجهائڻ ويو. جنهن تي اڳين اعتراض سان گڏ وري ٻيو بہ هڪ اعتراض ڪيائون جنهن جو حضرت علي المرتضیٰ انهن کي تسلي بخش جواب ڏنو. اهو ٻڌي هڪ هزار خارجي وري اچي حضرت علي المرتضیٰ سان گڏيا.

## خارجين سان جنگ

جڏهن خارجي ڪافي سمجهائڻ ڪان پوءِ بہ باز نہ آيا تہ حضرت علي المرتضیٰ انهن سان جنگ ڪئي. پر جنگ جي شروعات انهن ڪئي.

حضرت علي المرتضىٰ تي سندس ساٿين ڪافي پيرا زور پريو ته خارجين سان جنگ ڪريو پر پاڻ فرمايائون. آءٌ تيستائين تلوار نه ڪڍندس جيستائين هو منهنجي خلاف تلوار نه ٿا ڪڻن.

اهڙي طرح هڪ دفعي هڪ خارجي نالي "عروه بن اديــــه" حضرت علي المرتضىٰ جي رفيقن تي حملو ڪيو جن مان "اشعث" نالي هڪ شخص خچر تي پنيرو وڃي رهيو هو ته عروه خچر جي پٺيءَ تي تلوار وهائي ڪڍي جنهن ڪري جهيڙي جي شروعات ٿي. ان کان پوءِ وري هڪ ٻئي خارجيءَ حضرت علي جي جماعت تي حملو ڪيو ۽ ٽن ڄڻن کي شهيد ڪيائين. ان کان پوءِ پوري جماعت تي حملو ڪندو رهيو ۽ هي شعر پڙهندو رهيو.

اَقْتُلُهُمْ وَلَا اَرٰى عَلِيًّا — وَلَوْبَدا اَوجَرْتُـهُ الْخِطِيًّا

آءٌ انهن کي قتل ڪري رهيو آهيان پر علي ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿو اچي جيڪڏهن اهو مون کي ملي ويو ته آءٌ کيس منهن ۾ "خطي" نيزو هڻي ڪڍندس.

اهو ٻڌي حضرت علي المرتضىٰ اڳتي وڌيو ۽ کيس جهنم رسيد ڪيائين. پوءِ ته لڙائي وڌي وئي. جنگين ۾ خارجين کي سدائين شڪست ملي. حضرت علي ۽ خارجين جي وچ ۾ جيڪا مشهور جنگ لڳي اها جنگ "نهروان" آهي.

**جنگ نهروان:** هيءَ جنگ "نهروان" (ايران جي سرحد) جي پرسان ٿي. هن جنگ جي باري ۾ حضرت علي المرتضىٰ هيءَ پيشنگوئي فرمائي هئي ته منهنجن رفيقن مان ڏهن ڄڻن کان وڌيڪ هن جنگ ۾ شهيد نه ٿيندا ۽ خارجين مان وري ڏهن ڄڻن کان وڌيڪ بچي نه سگهندا.

"وَاللهِ مَايُقْتَلُ مِنْكُمْ عَشَرَةٌ وَلَايُفْلِتُ مِنْهُمْ عَشَرَةٌ"

يعني: خدا جو قسم توهان مان ڏهن کان وڌيڪ شهيد نہ ٿيندا ۽ انهن خارجين مان ڏهن کان وڌيڪ بچي نہ سگهندا.

جڏهن جنگ شروع ٿي تہ خارجي جنگ کان لهرائي پاسو ڏئي وٺي ڀڳا. اهو ڏسي حضرت علي المرتضیٰ کي سندس ساٿين چيو تہ سائين! توهان جي پيشنگوئي غلط ثابت ٿي، خارجي واپس هليا ويا. اهو ٻڌي حضرت علي المرتضیٰ فرمايو. "وَاللهِ مَاكَذِبْتُ وَلَا كُذِّبْتُ" يعني: خدا جو قسم مون ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ ڳالهايو آهي ۽ نہ وري ڪڏهن ڪنهن ڳالهہ ۾ ڪوڙو ٿيو آهيان. منهنجي ڳالهہ ضرور سچي ٿيندي. ٿوري دير کان پوءِ چيائون تہ سائين خارجي پل جي طرف ڊانهن وڃي رهيا آهن. تنهن تي پاڻ فرمايائون. "وَاللهِ لَنْ يَّبْلُغُو النُّطْفَـــةَ" يعني: خدا جو قسم اهي خارجي پاڻيءَ تائين پهچي نہ سگهندا. پوءِ واقعي ائين ٿيو جو خارجي پل جي وَرَ وٺان واپس اچي ويا ۽ سخت جنگ لڳي جنهن ۾ ڪافي تعداد ۾ خارجي مارجي ويا. فقط اٺ ڄڻا جان بچائي وٺي ڀڳا ۽ حضرت علي سائينءَ جي ساٿين مان نَوَ ڄڻا شهيد ٿيا. انهيءَ جنگ نهروان کان پوءِ بہ خارجين سان ڪجهہ لڙايون ٿيون ليڪن خارجي سدائين ناڪام ٿيندا رهيا.

حضرت علي المرتضیٰ ۽ حضرت امير معاويـــة رضي الله عنهما جي درميان جنگ ٿيڻ جي ڪري ڪجهہ شيعا حضرت امير معاويـــہ تي اعتراض ڪندا آهن. انهن جي اعتراضن جا جواب باصواب ڏجن ٿا.

اعتراض ٤١ـ حضرت علي المرتضىٰ وقت جو خليفو ۽ اميرالمؤمنين هو انهيءَ سان امير معاويـــه جنگ ڪري اسلام ڪان خارج ٿي ويو. (معاذالله) ۽ وقت جي خليفي جي تابعداري چو نہ ڪيائين؟

جواب: حضرت امير معاويـه رضي الله عنـه حضور جن جو اصحابي آهي. اصحابن لاءِ قرآن شريف ۾ حڪم آهي تہ:

"رَضِيَ اللهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْـهُ" (پ ٣٠ سورة بينـة)

يعني الله تعالىٰ انهن ڪان راضيآهيءَاهي(اصحاب)الله تعالىٰ ڪان راضي آهن. جڏهن اصحابن ڪان الله تعالىٰ راضي آهي تہ پوءِ ماڻهن ڪي وري ڪنهن اجازت ڏني آهي تہ اصحابن ڪي گهٽ وڌ ڳالهائين. حضور جن فرمايو آهي تہ "اِذَا ذُكِرَ اَصْحَابِي فَاَمْسِكُوْا" (١) يعني منهنجن اصحابن جو ذڪر نڪري تہ خاموشي اختيار ڪريو. انهن ڪي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو.

علامہ ابن حجر هيتمي لکي ٿو. والواجب ايضا على كل من سمع شيئا من ذالك ان يتثبت فيـــه والاينسبـــه الىٰ احد منهم بمجرد رؤيتہ في كتاب اوسماعـــه من شخص بل لابد ان يبحث عنـه حتّى يصح عنده نسبتـه الىٰ احدهم (٢) خلاصو مطلب تہ رڳو ڪنهن ڳالهہ ڪي ڪنهن ڪتاب ۾ ڏسڻ يا ڪنهن شخص جي واتان ٻڌڻ سان ان تي عمل نہ ڪبو بلڪ ان ڳالهہ جي نسبت جي تصديق ڪبي ۽ بحث مباحثہ ڪان پوءِ ڏسبو تہ ان

(١)مڪتوبات امام رباني مڪتوب٢٥١ صـ٤١٦ـ طبراني شريف الصواعق المحرقـة صـ٢١٦ـ مطبع ترڪي (٢) الصواعق المحرقـة صـ٢١٦ـ مطبع ترڪي

ڳالهہ جي نسبت جي سند صحيح ثابت آهي يا نہ؟ پوءِ جيڪڏهن واقعي اها ڳالهہ ثابت ٿيندي تہ ان لاءِ سهڻو تاويل ڪبو باقي فقط تاريخي حوالن تي اعتبار نہ ڪبو.

انهي ڪري پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ "لَاتَسُبُّوااَصْحَابِيْ فَلَوْ اَنَّ اَحَدَكُمْ اَنْفَق مِثْلَ اُحُدٍ مَا بَلَغَ مِثْل مِدًّا حَدِهِمْ وَلَا نَصِيْفَهٗ" (١)

هن حديث مان بہ اصحابن ڪي گاريون ڏيڻ ۽ گهٽ وڌ ڳالهائڻ جي منع ثابت آهي ۽ حضرت امير معاويہ بہ اصحابي آهي.

اهڙي طرح بي حديث ۾ آهي. "مَنْ سَبَّ اَصْحَابِيْ فَعَلَيْهِ لَعْنَةُ اللهِ وَالْمَلَائِكَةِ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ" (٢)

هن حديث مان ثابت ٿيو تہ جيڪو اصحابن ڪي گاريون ڏئي تو ان تي الله تعالىٰ، ملائڪ ۽ ماڻهو لعنت وجهن ٿا.

ٽين حديث: قال النبي صلى الله عليه وسلم "اِنَّ شِرَارَ اُمَّتِيْ اَجْرَاهُمْ عَلَى اَصْحَابِيْ" يعني منهنجي امت ۾ اهي ماڻهو بڇڙا آهن جيڪي منهنجي اصحابن ڪي گهٽ وڌ ڳالهائڻ جي جرئت ڪن ٿا.

انهن حديثن جي روشنيءَ ۾ اسان ڪي گهرجي تہ حضرت امير معاويہ ڪي گهٽ وڌ نہ ڳالهايون.

باقي حضرت علي المرتضىٰ ۽ اميرمعاويہ جي درميان جيڪي جنگيون ٿيون ان لاءِ اهل سنت وجماعت جو عقيدو هن طرح آهي. امام رباني فرمائي ٿو تہ "ومنازعات ومحاربات کہ درميان ايشان واقع شده است برمحامل نيک صرف بايد کردواز هوا وتعصب دور بايد داشت زيرا کہ آن مخالفات مبني بر اجتهاد

(١)صحيحين (٢) مڪتوبات امام رباني ناقلا عن طبراني روايت ابن عباس ص٤١٤_

وتاويل بوده نـه بر هوا وهوس چنانکـه جمهور اهل سنت بر آنند. امابايد دانست کہ محاربان حضرت امير کرمہ الله تعالیٰ وجهـه بر خطا بوده اند وحق بہ جانب حضرت امير بوده. ليکن چون اين خطا خطا اجتهادي است ازملامت دور است وازمواخذه مرفوع (١)

ترجمہ: اصحابن ۾ جيکي بہ جهڳڙا ۽ جهيڙا ٿيا انهن کي نيڪ جاءِ (سهڻي تاويل) تي حمل ڪرڻ گهرجي، نفساني خواهش ۽ تعصب کان پري سمجهڻ گهرجي. ڇو تہ انهن جي مخالفت اجتهاد ۽ تاويل تي مبني هئي. نفساني خواهشن ۽ آرزو تي نہ هئي. اهو ئي اهل سنت وجماعت جو مذهب آهي. پر ڄاڻڻ گهرجي تہ حضرت اميرالمؤمنين علي ڪرمہ الله وجهـه سان لڙائي ڪندڙ ماڻهون خطا تي هئا ۽ حق حضرت اميرالمؤمنين علي رضي الله عنـه جي طرف هو پر جيئن تہ وڙهندڙن جي خطا، اجتهادي خطا آهي. تنهن ڪري ملامت کان پري آهي ۽ ان تي ڪو بہ مواخذه نہ آهي اهو ئي سبب آهي جو پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ "اِيَّاكُمْ وَمَا شَجَرَ بَيْنَ اَصْحَابِيْ" (٢) يعني منهنجن اصحابن جي وچ ۾ جيکي بہ جهيڙا جهڳڙا ٿيا آهن انهن کان توهان پنهنجو پاڻ کي بچايو. هاڻي حضور جن فرمائين تہ پاڻ بچايو ۽ گهٽ وڌ نہ ڳالهايو. ۽ اصحابن جا دشمن وري انهن کي گاريون ڏين اها ڳالهہ اسلام جي خلاف آهي.

حضرت امير معاويـة رضي الله عنـه جي باري ۾ تہ حضرت علي ڪرمہ الله وجهـه جو فرمان اجا بہ وڌيڪ واضح آهي.

(١)مکتوبات امام رباني مکتوب نمبر٢٥١ ص-٤١٤- مطبع ترکي
(٢)مکتوبات امام رباني ص٤١٦- مکتوب ع٢٥١-

جيئن علامہ ابن حجر هيتمي مكي لکي ٿو تہ حضرت علي كرم الله وجهه فرمايو آهي تہ:

١: قَتْلَايَ وَقَتْلیٰ مُعَاوِيَةَ فِی الْجَنَّةِ رواه الطبراني. (١)

يعني جنگ ۾ جيڪي ماڻهو منهنجي طرف جا شهيد ٿيا اهي جنتي آهن. پر جيڪي حضرت اميرمعاويہ جي طرف کان شهيد ٿيا اهي بہ جنتي آهن.

٢: اِخْوَانُنَا بَغَوا عَلَيْنَا (٢)

يعني حضرت عليءَ فرمايو تہ جنگ جمل ۾ جن اسان سان جنگ ڪئي اهي بہ اسان جا ڀائر آهن جن اسان کان حق جي طلب ڪئي هئي.

## ضروري وضاحت

حضرت علي المرتضىٰ جي هن فرمان مبارڪ ۾ لفظ "بغوا" قابل غور آهي. اهو لفظ "البغي" مان.ورتل آهي جنهن جي معنىٰ طلب ڪرڻ آهي. جيئن علامہ اسماعيل حقي سورة يوسف جي آيت شريف "قَالُوْا يَا اَبَانَا مَانَبْغِي هٰذِهِ بِضَاعَتُنَا" جي تفسير ۾ لکي ٿو: "نبغي" وهو من البغي بمعني الطلب اي اي شيءِ نطلب (٣) هن عبارت مان ثابت ٿيو تہ انهيءَ لفظ جي معنىٰ طلب ڪرڻ آهي عام ماڻهو باغي لفظ کي فقط خراب معنىٰ ۾ سمجهندا آهن سو غلط آهي جهڙي طرح "بدعت" حسنہ بہ هوندي آهي تہ سيئہ بہ هوندي آهي اهڙي طرح باغي خير جو بہ هوندو آهي تہ باغي شر جو بہ هوندو آهي جيئنئن حديث ۾ آهي" يا بَاغِيَ الْخَيْرِ

(١) تطهير الجنان صـ١٩ـ مطبع ترڪي (٢) تطهيرالجنان صـ٣٦ـ مطبع ترڪي (٣) تفسير روح البيان جلد ۴ صـ٢٩١ـ مطبع مصر

اَقْبِلْ وَيَا بَاغِيَ الشَّرِ اَقْصِرْ (١) يعني: اي خير جا طالب اڳتي وڌي اچي چڱا ڪم ڪر ۽ برائي جا طالب! پوئتي هٽ ۽ برائي نہ ڪر. تنهن ڪري هتِ حضرت علي المرتضىٰ جي فرمان مبارڪ مان مراد آهي تہ انهن عثمان جي قاتلن کان قصاص وٺي ڏيڻ واري حق جي طلب ڪئي هئي جيڪا سندن جائز گهر هئي.

٣: حضرت علي المرتضىٰ اعلان ڪرايو تہ حضرت امير معاويہ ۽ سندس لشڪر جن اسان سان "صفين" واري جنگ ۾ مقابلو ڪيو آهي ايماندار آهن اسين انهن کان ايمان ۾ وڌيڪ ناهيون ڇو جو رب اسان جو هِڪُ آهي ۽ نبي اسان جو هِڪُ آهي ۽ اسلامي دعوت ۾ هِڪُ آهيون. الله ۽ سندس رسول جي تصديق ڪرڻ ۾ هڪجهڙا آهيون. انهن سڀني ڳالهين ۾ اسين انهن کان وڌيڪ نہ آهيون فقط حضرت عثمان غنيءَ رضي الله عنہ جي خون بابت اختلاف ٿيو آهي. جو اسين قتل عثمان کان بَري آهيون.

انهيءَ حضرت عليءَ جي قطعي فيصلي لاءِ ڪتاب نهج البلاغہ موجود آهي جيڪو شيعن وٽ معتبر ڪتاب آهي ۽ اهو ڪتاب حضرت عليءَ جي خطبن ۽ فرمانن جو مجموعو آهي ان ۾ ائين لکيل آهي عبارتِ هن طرح آهي.

ومن كلام لہ عليہ السلام كتبہ الى اهل الامصار يقتص فيہ ماجري بينہ وبين اهل الصفين وكان بدا امرنا انا التقينا والقوم من اهل الشام. الظاهر ان ربنا واحد ونبينا واحد ودعوتنا فى الاسلام واحد والا نستزيدهم في الايمان بالله والتصديق برسولہ و لا يستزيدوننا الامرواحد الاما اختلفنا فيہ من دم عثمان و نحن منہ براءٌ الخ. (٢)

(١) مشڪوٰة المصابيح ڪتاب الصوم ص١٧٣ـ مطبع ڪراچي
(٢) نهج البلاغہ جلد ٢ ص١٥١ـ مطبع مصر

حضرت امير معاويــة رضي الله تعالىٰ عنــه بابت پاڻ سڳورن جو فرمان:

١: حضور جن هڪ دفعــه حضرت اميرمعاويــه کي هن طرح دعا ڪئي.

"اَللّٰهُمَّ اجْعَلْهُ هَادِيًا مَهْدِيًا وَاهْدِبِهٖ" (١)

ترجمــه: اي الله! (حضرت)امير معاويــه کي هدايت ڪندڙ هدايت يافتــه بناءِ ۽ ان جي ذريعي ماڻهن کي هدايت ڏي.

٢: هــڪ ٻي حديث ۾آهي تــه پاڻ سڳورن حضـرت اميرمعاويــة کي هن طرح دعا ڪئي. "اَللّٰهُمَّ عَلِّمْ مُعَاوِيَــةَ الْكِتَابَ وَالْحِسَابَ وَقِهِ الْعَذَابَ" (٢)

ترجمــه: اي الله! (حضرت) معاويــة کي حساب ۽ ڪتاب سيکار ۽ ان کي جهنم جي عذاب کان بچاءِ.

٣: حضرت عمرو بن عاص جو بيان آهي تــه مون نبي ڪريم صلي الله عليــه وسلم کان امير معاويــة بابت هن طرح ٻڌو.

"اَللّٰهُمَّ عَلِّمْهُ الْكِتَابَ وَمَكِّنْ لَهٗ فِي الْبِلَادِ وَقِهِ الْعَذَابَ" (٣)

ترجمو: اي الله (حضرت)معاويــة کي ڪتاب سيکار ۽ شهر ۾ ان جو ٺڪاڻو بناءِ ۽ ان کي عذاب کان بچاءِ.

٤: روايت ۾ اچي ٿو تــه پاڻ سڳورن هــڪ معـاملي ۾ حضـرت ابوبڪــر ۽ حضـرت عمــر رضي الله تعـالىٰ عنهمـا کـي صـلاح، مشوره لاءِ گهرايــو ليڪـن ٻئـي ڄڻـا سـوچيندا رهيـا ۽

(١) جامع ترمذي جلد صـ٢٥٧ـ (٢) الاستيعاب صـ٣٨١ـ جلد ٣. مجمع الزوائد صــ٣٥٦ـ جلد ٩ ايضا ڪنزالعمال جلد ٧ صـ٨٧ـ (٣) ايضا النجوم الزاهره جلد ١ صـ١٣٤ـ مطبع مصر، مجمع الزوائد منبع الفوائد جلد ٩ صـ٣٥٦ـ مطبع بيروت

مشوره ڏئي نہ سگهيا تہ حضور جن فرمايو "اُدْعُوا مُعَاوِيَةَ اَحْضِرُوْهُ اَمْرَكُمْ فَاِنَّهٗ قَوِيٌّ اَمِيْنٌ" (١)

ترجمہ:(حضرت)امير معاويہ کي سڏ ڪيو ۽ معاملو ان جي سامهون رکو ڇو تہ اهو قوي آهي (صلاح ڏيندو) ۽ امين آهي (غلط صلاح نہ ڏيندو).

٥: هڪ روايت ۾ آهي تہ حضور جن سواريءَ تي سوار ٿيا ۽ حضرت امير معاويہ رضي الله تعالیٰ عنہ کي پنهنجي پٺيان ويهاريائون ۽ ٿوري دير کان پوءِ پاڻ فرمايائون اي معاويہ! تنهنجي جسم جو ڪهڙو حصو منهنجي جسم کي لڳي رهيو آهي. ان عرض ڪيو تہ يارسول الله!منهنجو پيٽ ۽ (سينو) توهان جي جسم مبارڪ سان گڏ مليل آهي اهو ٻڌي پاڻ سڳورن دعا ڪيس. "اللهم املاه علما" (٢) ترجمو: اي الله! ان کي علم سان پري ڇڏ.

## حضرت امير معاويہ بابت اصحابن جي راءِ

١: هڪ دفعي حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنہ جي سامهون حضرت امير معاويہ رضي الله تعالیٰ عنہ جي برائي بيان ڪئي وئي تہ پاڻ فرمايائون "دَعُوْنَا مِنْ ذَمِّ فَتَي قُرَيْشٍ مَنْ يَضْحَكُ فِي الْغَضَبِ وَلَايَنَالُ مَا عِنْدَهٗ اِلَّا عَلَى الرِّضَا وَلَا يُؤْخَذُ مَا فَوْقَ رَاْسِهٖ اِلَّا مِنْ تَحْتِ قَدَمَيْهِ" (٣)

ترجمو: قريش جي ان جوان جي برائي بيان نہ ڪريو

(١) مجمع الزوائد منبع الفوائد جلد ٩ ص٣٥٦_ مطبع بيروت
(٢)حافظ ذهبي تاريخ الاسلام جلد ٢ ص٣١٩_ (٣)ابن عبدالبر الاستيعاب ص٣٧٧_ مطبع مصر.

جيڪو ڪاوڙ واري وقت ۾ بہ کلي ٿو (يعني انتهائي بردبار آهي) ۽ ان وٽ جيڪو ڪجهہ آهي سو سندس رضامندي ڪان سواءِ حاصل ڪري نٿو سگهجي.

ان جي مٿي تي جيڪا شيءِ آهي اها سندس پيرن تي جهڪڻ کان سواءِ حاصل ٿي نہ سگهندي (يعني انتهائي غيور ۽ شجاع آهي)

٢: حضرت عمر کان منقول آهي تہ پاڻ فرمايائون اي ماڻهو! توهان مون کان پوءِ فرقہ بنديءَ کان بچجو پر جيڪڏهن توهان ايئن ڪيو تہ سمجهي ڇڏيو تہ حضرت امير معاويہ شام ۾ موجود آهي. (١)

٣: حافظ ابن ڪثير نقل ڪري آندو آهي تہ حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنہ جڏهن جنگ "صفين" کان واپس موٽيا تہ امير معاويہ رضي الله تعالىٰ عنہ جي بابت هن طرح فرمايائون:

" اَيُّهَا النَّاسُ لَا تَكْرَهُوْا اِمَارَةَ مُعَاوِيَةَ فَاِنَّكُمْ لَوْفَقَدْتُمُوْهُ رَاَيْتُمُ الرؤوسَ تَنْدِرُ عَنْ كَوَاهِلِهَا كَاَنَّهَا الْحَنْظَلُ. (٢)

ترجمہ: اي انسانو! توهان حضرت اميرمعاويہ جي گورنري ۽ امارت کي خراب نہ سمجهو. ڇو تہ جيڪڏهن توهان ان کي گم ڪيو تہ توهان ڏسندا تہ توهان جا سر ڪلهن کان ائين ڪپجي ڪرندا جيئن ٿوه پنهنجي وڻ تان ڇڃي اچي ڪرندو آهي.

---

(١) ابن حجر: الاصابہ جلد ٣ ص٤١٤ـ مطبع مصر (٢) البدايہ والنهايہ جلد ٨ ص١٣١ـ مطبع مصر

۴: حضرت ابن عباس وٽ هڪ فقهي مسئلہ ۾ حضرت معاوية جي شڪايت ڪئي وئي تہ پاڻ فرمايائون. "اِنَّهٗ فَقِيْهٌ"(١)

ترجمه: بيشڪ حضرت معاوية رضي الله تعالیٰ عنه فقيه آهي ان جيڪو ڪجهہ ڪيو هوندو علم ۽ فقه جي بنياد تي ڪيو هوندو.

ٻي روايت ۾ آهي تہ حضرت ابن عباس رضي الله تعالیٰ عنه جواب ۾ هن طرح فرمايو: اِنَّهٗ صَحِبَ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله عليه وآله وسلم (٢)

ترجمو: بيشڪ حضرت امير معاوية رضي الله تعالیٰ عنه حضور جن جي صحبت جو شرف حاصل ڪيو آهي. تنهن ڪري ان تي اعتراض ڪرڻ اجايو آهي.

۵: حضرت ابن عباس جي آزاد ڪيل غلام حضرت ڪُريب هڪ دفعي حضرت ابن عباس رضي الله عنه وٽ هڪ مسئلي بابت حضرت اميرمعاوية جي شڪايت واري لهجي ۾ ڳالهہ ڪئي تہ حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمايو. اَصَابَ اِي بُنَيَّ لَيْسَ اَحَدٌ مِنَّا اَعْلَمَ مِنْ مُعَاوِيَةَ (٣)

ترجمو: اي پٽ! حضرت امير معاوية جيڪو ڪجهہ ڪيو سو صحيح آهي ڇو تہ اسان ۾ حضرت اميرمعاوية کان وڌيڪ

(١) ابن كثير البداية والنهاية جلد ٨ ص١٣١ـ مطبع مصر
(٢) ابن حجر الاصابة جلد ٣ ص٤١٢ـ ايضا صحيح بخاري جلد ١ ص٥٣١ـ مطبع نور محمد دهلي ١٣٥٧هـ (٣) بيهقي سنن كبرىٰ جلد ٣ ص٢٦ـ مطبع حيدرآباد دكن

ڪو بہ عالم نہ آهي هيءُ تہ ديني امور جو مثال آهي پر دنياوي ڪمن بابت بہ حضرت ابن عباس جو قول مشهور آهي.

"مَارَاَيْتُ اَحَقَّ لِلْمُلْكِ مِنْ مُعَاوِيَـةَ (١)

ترجمو: مون حضرت اميرمعاويـة رضي الله تعالىٰ عنـہ کان وڌيڪ سلطنت ۽ بادشاهيءَ جو لائق ٻيو ڪو بہ ماڻهو نہ ڏٺو.

٦: حضرت عمير بن سعد رضي الله تعالىٰ عنـــہ جو قول حديث جي مشهور ڪتاب ترمذيءَ ۾ آهي تہ حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنـــہ جڏهن عمير بن سعد کي "حمص" جي گورنريءَ تان هٽائي ان جي جاءِ تي حضرت اميرمعاويـــة رضي الله تعالىٰ عنـــہ کي مقرر ڪيوتہ ڪجھہ ماڻهن ان بابت گفتگو ڪئي تہ حضرت عمير رضي الله تعالىٰ عنـــہ انهن کي سختيءَ سان دڙڪا ڏنا ۽ ڪين فرمايو تہ "لَاتَذْكُرُوْا مُعَاوِيَـــةَ اِلَّابِخَيْرٍ فَاِنِّيْ سَمِعْتُ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله عليـــہ وسلمَ يَقُوْلُ "اَللّٰهُمَّ اهْدِبِـهٖ" (٢)

ترجمو: حضرت امير معاويـة رضي الله تعالىٰ عنـہ جو ذڪر خير سان ڪريو ڇو تہ مون نبي ڪريم صلى الله عليـــہ وآلـہ وسلم جن کان ڪيس هن طرح دعا ڪندي ٻڌو آهي تہ اي الله! هن(امير معاويـہ)جي ذريعي ماڻهن کي هدايت ڏي.

٧: حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله تعالىٰ عنـــہ جيڪو عشرة مبشرة ۾ شامل آهي ۽ حضرت علي ڪرم الله

---

(١) ابن اثير تاريخ ڪامل جلد ۴ ص ۵. ابن حجر الاصابـــة جلد ٣ صـ٤١٣ـ ابن ڪثير البدايـة والنهايـة جلد ٨ صـ١٣۵ـ (٢)جامع ترمذي جلد ٢ صـ٢٤٧ـ مطبع سعيد ڪمپني ڪراچي

وجهه ۽ حضرت اميرمعاوية جي جنگين ۾ ڪنهن جو پاسو نه هو فرمائيندو هو. "مَارَاَيْتُ اَحَدًا بَعْدَ عُثْمَانَ اَقْضَىٰ مِنْ صَاحِبِ هٰذَا الْبَابِ يَعْنِيْ مُعَاوِيَةَ" (١)

ترجمو: مون حضرت عثمان غني رضي الله تعالىٰ عنه کان پوءِ حضرت اميرمعاوية کان وڌيڪ حق جو فيصلہ ڪندڙ نہ ڏٺو.

٨: حضرت قبيص بن جابر رضي الله تعالىٰ عنه جو قول آهي تہ "مَارَاَيْتُ اَحَدًا اَعْظَمَ حِلْمًا وَلَااَكْثَرَ سُوْدَدًا وَلَا اَبْعَدَ اَنَاةً وَلَااَلْيَنَ مَخْرَجًا وَلَااَرْحَبَ بَاعًا بِالْمَعْرُوْفِ مِنْ مُعَاوِيَةَ (٢)

ترجمو: مون اهڙو ڪو بہ ماڻهو نہ ڏٺو جيڪو (حضرت معاوية کان وڌيڪ بردبار، ان کان وڌيڪ سرداريءَ جو لائق، ان کان وڌيڪ عزت وارو ان کان وڌيڪ نرم دل ۽ نيڪيءَ جي معاملي ۾ ان کان وڌيڪ هَٿَ جو چٽل (سخي) هجي.

انهن روايتن مان چڱي طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حضرت اميرمعاوية رضي الله تعالىٰ عنه ڪيترو نہ شاندار اصحابي آهي تنهن ڪري ان کي هرگز گهٽ وڌ ڳالهائڻ نہ گهرجي.

مَارَاَيْتُ عُمَرَ بْنُ عَبْدِالْعَزِيْزِ ضَرَبَ اِنْسَانًا قَطُّ اِلاَّ اِنْسَانًا شَتَمَ مُعَاوِيَةَ.

روايت ۾ اچي ٿو تہ حضرت عمر بن عبدالعزيز پنهنجي خلافت جي دور ۾ ڪڏهن ڪنهن کي بہ ڪوڙا (ديڙا) نہ هنيا. پر هڪ ان شخص کي ديڙا هنيائون جنهن حضرت اميرمعاوية

(١) ابن ڪثير البداية والنهاية جلد ٨ ص١٣٣ـ مطبع مصر
(٢) حافظ ابن ڪثير: البداية والنهاية جلد ٨ ص١٣٥ـ تاريخ الخلفاء للسيوطي ص١٤٩ـ

جي باري ۾ زبان درازي ڪئي هئي. ان متعلق پاڻ حڪم فرمايائون تہ ان شخص کي ڪوڙا هنيا وڃن. (١)

هڪ شخص عبدالله بن مبارڪ کان پڇيو تہ حضرت اميرمعاويہ ڀلو آهي يا عمر بن عبدالعزيز؟

حضرت عبدالله بن مبارڪ فرمايو: الغبار الذي دخل انف فرس معاويۃ مَعَ رسول الله صلى الله عليہ وسلم خير من عمر بن عبدالعزيز كذا مرة وفي روايۃ الف مرة (٢)

ترجمو: اها مٽي جيڪا حضرت محمد صلى الله عليہ وسلم سان گڏ هجڻ ڪري حضرت اميرمعاويہ رضي الله تعالیٰ عنہ جي گھوڙي جي نڪ ۾ داخل ٿي اها حضرت عمر بن عبدالعزيز کان ڪيترائي ڀيرا وڌيڪ آهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ هزار ڀيرا وڌيڪ آهي.

ان کان سواءِ حضرت امام شافعيءَ جو قول جيڪو حضرت عمر بن عبدالعزيز کان بہ منقول آهي انتهائي اهم آهي.

تلك دماء طهر الله عنها ايدينا فلنطهر عنها السنتنا (٣)

ترجمو: (اصحابن جي اختلافي معاملن بابت ڳالهائڻ اجايو آهي) جو اهي اهڙا رت آهن جن کان الله تعالیٰ اسان جي هٿن کي پاڪ رکيو آهي. تنهن ڪري اسان کي گهرجي تہ اسان پنهنجن

(١) ابن عبدالبر الاستيعاب جلد ٣ ص٣٨٣۔ مطبع مصر ايضا البدايۃ والنهايۃ جلد ٨ ص١٣٩۔ (٢) تطهيرالجنان واللسان لابن حجر ص١٠۔ مطبع ترڪي، مڪتوبات امام رباني مڪتوب ع٦٦۔ ص١٥٢۔ مطبع ترڪي (٣) مڪتوبات امام رباني مڪتوب نمبر ٢٥١ ص٤٥٧۔ مطبع ترڪی مڪتوب ع٨٠۔ ع١٨٠۔

زبانن کي بہ ڳالهائڻ کان بچايون ان کان سواءِ اها ڳالهہ بہ ڪتابن ۾ واضح طور لکيل آهي تہ حضرت عليءَ سان حضرت اميرمعاويــــة جي جنگ خلافت تان ڪا نہ ٿي هئي. بلڪہ حضرت عثمان جي قاتلن جي گرفتار ڪرڻ جي مسئلي تان ٿي هئي. جيئن علامہ ابن ڪثير لکي ٿو.

وقد ورد من غيرو جه ان ابا مسلم الخولاني وجماعة معــه دخلوا علىٰ معاوية فقالوا لـه انت تنازع عليا ام انت مثلـه؟ فقال والله اني لاعلم انــــه خير مني وافضل واحق بالامرمني ولكن الستم تعلمون ان عثمان قتل مظلوما وانا ابن عمــــه وانا اطلب بدمـه وامره الي فقولوا لـه فليسلم الي قتلة عثمان وانا اسلم لـه امره فاتوا اعليا فكلموه في ذالك فلم يدفع اليهم احدا فعند ذالك صمم اهل الشام على القتال مع معاوية (١)

ترجمو: مختلف سندن سان اسان وٽ هيءَ ڳالهہ پهتي آهي تہ حضرت علي المرتضىٰ ۽ حضرت اميرمعاويــــة جي اختلافن دوران حضرت ابو مسلم خولاني رحمة الله عليــــه ماڻهن جي هڪ جماعت سان گڏجي حضرت امير معاويــــة وٽ پهتو ۽ کيس چيائين تہ تون حضرت عليءَ سان جهڳڙو ڪرين ٿو ۽ ڇا تون انهيءَ جهڙو آهين؟ پوءِ اميرمعاوية رضي الله تعالىٰ عنــه چيو تہ خدا جو قسم آءٌ ڄاڻان ٿو تہ اهو مون کان ڀلو آهي ۽ خلافت جو وڌيڪ حقدار آهي پر توهان کي خبر نہ آهي ڇا؟ تہ حضرت عثمان کي ظلم سان شهيد ڪيو ويو آهي ۽ آءٌ سندس سوٹ

(١) البدايـــة والنهايـــة جلد ٨ ص١٢٧ـ مطبع مصر بيان هذه ترجمة معاوية

آهيان. تنهن ڪري مون کي ان جي خون جي قصاص ۾ بدلي وٺڻ جو زياده حق آهي. توهان حضرت عليءَ کي چئو ته حضرت عثمان جا قاتل منهنجي حوالي ڪري ته آءٌ خلافت جو سمورو ڪم سندس حوالي ڪريان. پوءِ اهي حضرت عليءَ وٽ آيا ۽ ساڻس ان معاملي بابت ڳالهايائون پر حضرت عليءَ کو به قاتل انهن جي حوالي نه ڪيو. پوءِ انهيءَ جي ڪري شام وارن حضرت اميرمعاويه سان گڏ جنگ وڙهڻ جو فيصلو ڪيو.

هن عبارت مان به ظاهر آهي ته حضرت اميرمعاويه حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنـــه جي قاتلن کان قصاص وٺڻ ۾ دير ڪرڻ جي ڪري جنگ ڪئي آهي ۽ معاملي کي حضرت ابو مسلم جي ذريعي حل ڪرڻ جي ڪافي ڪوشش به ڪئي پر معاملو نه ٿيو. حضرت علي المرتضىٰ وٽ به مختلف اسباب هئا جن کي نظر ۾ رکندي قصاص وٺڻ ۾ دير ڪيائين. اهڙي طرح ابن حجر هيتمي تطهير الجنان ۽ الصواعق المحرقـــه ۾ آندو آهي تنهن ڪري اسان کي گهرجي ته امام احمد بن حنبل واري عقيدي تي عمل ڪيون. جينئن علامه ابن ڪثير لکي ٿو:

وسئل الامام احمد عماجري بين علي ومعاويـة فقرا "تِلْكَ أُمَّةٌ قَدْ خَلَتْ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَلَكُمْ مَّا كَسَبْتُمْ وَلَا تُسْئَلُوْنَ عَمَّا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ" (البقرة) وكذا قال غير واحد من السلف (١)

يعني: امام احمد بن حنبل کان حضرت علي ۽ حضرت امير معاويه جي اختلافن بابت پڇيو ويو ته پاڻ قرآن شريف جي هيءَ

(١) البدايـة والنهايـة جلد ٨ صـ١٢٧ـ مطبع بيروت صـ٩٠ـ



آيت پڙهيائين. اها هڪ جماعت هئي جيڪا گذري ويئي، ان لاءِ ان جي ڪمائي ۽ اوهان لاءِ اوهان جي ڪمائي آهي توهان کان انهن جي ڪمن بابت پڇا ڪا نہ ٿيندي. ائين ڪيترن ئي بين سلف صالحين بہ فرمايو آهي.

وَاللهُ اَعْلَمُ بِالصَّوَابِ

**پروفيسر**

**ڊاڪٽر حافظ غلام محمد ڏاهري**

گورنمينٽ

مهراڻ ڊگري ڪاليج مورو

# رهبر ۽ رهنما

## سڀ کان اول مالڪ مٿي جو مٿو ڪلام قرآن ڪريم

| | مصنف | |
|---|---|---|
| ١. صفة الصفوة | عبدالرحمان ابن الجوزي | دارالكتب العلمية – بيروت |
| ٢. تهذيب الكمال | الحافظ يوسف مزي | موسسة الرسالة بيروت |
| ٣. سيرالصحابة | شاه معين الدين ندوي | اداره اسلاميات ٩٠اناركلي لاهور |
| ۴. الرياض النضرة | ابو جعفر طبري | مكتبه اسلاميه طنطا |
| ۵. مرآة المناجيح | مفتي احمد يارخان نعيمي | نعيمي كتب خانه – گجرات |
| ٦. الصواعق المحرقة | علامه ابن حجر هيتمي | مكتبة القاهرة مصر |
| ٧. الكامل في التاريخ | علامه ابن الاثير الجزري | دارصادر بيروت |
| ٨. نواسه رسول عليه الصلواةوالسلام | مولانا عبدالسلام قادري | مكتبه حامديه – گنج بخش روڊ لاهور |
| ٩. البداية والنهاية | علامہ ابن كثير دمشقي | مكتبة المعارف بيروت |
| ١٠. تاريخ الاسلام عربي | ڊاڪٽر حسن ابراهيم | مكتبة النهضه مصر |
| ١١. تهذيب التهذيب | علامه ابن حجر عسقلاني | دارالفكر العربي بيروت |
| ١٢. ازالة الخفا اردو | شاه ولي الله محدث دهلوي | سعيد اينڊ سنز ڪراچي |
| ١٣. المستدرک | حاكم نيشاپوري | دارالفكر بيروت |
| ١۴. مروج الذهب | علي بن حسين مسعودي | دار عباس احمد الباز المكة المكرمة |
| ١۵. زرقاني على المواهب | علامه محمد بن عبدالباقي زرقاني | دارالمعرفة – بيروت |

| کتاب | مصنف | ناشر |
|---|---|---|
| ۱۶۔ سیراعلام النبلاء | علامه شمس الدین ذهبی | موسسة الرسالة بیروت |
| ۱۷۔ اسد الغابه | علی بن محمد بن الاثیر | دارالباز المکة المکرمة |
| ۱۸۔ مسند امام احمد بن حنبل | حضرت امام احمد بن حنبل | دارالفکر بیروت |
| ۱۹۔ الطبقات | محمد بن سعد | دار صادر بیروت |
| ۲۰۔ رحماءُ بینهم | مولوی محمد نافع | دارالتصنیف جامعه محمدیه شریف ضلع جهنگ |
| ۲۱۔ الاصابة | علامه ابن حجر عسقلانی | مطبعة السعادة مصر |
| ۲۲۔ مدارج النبوة اردو | شیخ عبدالحق محدث دهلوی | مدینه پبلشنگ کراچی |
| ۲۳۔ سیرة ابن هشام | ابو محمد عبدالملک بن هشام | دارالباز للنشرو التوزیع - المکة المکرمة |
| ۲۴۔ صحیح بخاری | محمد بن اسماعیل بخاری | نور محمد اصح المطابع - کراچی |
| ۲۵۔ اوراق غم | سید محمد احمد قادری | ضیاءُ القرآن پبلیکشنز - لاهور |
| ۲۶۔ فتوح البلدان للبلاذری | احمد بن یحیٰ بلاذری | دارالکتب العلمیة - بیروت |
| ۲۷۔ مسند علی | علامه جلال الدین سیوطی | مکتبة الایمان - المدینة المنورة |
| ۲۸۔ البحر الزخار | حافظ الحدیث ابوبکر احمد المکی البزار | مکتبة العلوم والحکم.. المدینة المنورة |
| ۲۹۔ جامع ترمذی | محمد بن عیسیٰ | سعید - ایم - ایچ کمپنی کراچی |
| ۳۰۔ دارقطنی | علی بن عمر الدار قطنی | المحاسن للطباعة بمصر |

| ۳۱. مصنف ابن ابي شيبه | حافظ ابو بكر بن ابي شيبه | الدار السلفية – بمبئي – انديا |
| --- | --- | --- |
| ۳۲. فضائل الصحابة | امام احمد بن حنبل | موسسة الرسالة – بيروت |
| ۳۳. تفسير صاوي | احمد بن محمد مالكي | شركة مطبعة مصطفي البابي واولاده بمصر |
| ۳۴. ديوان الامام علي | الاستاد نعيم زرزور | دارالكتب العلميه – بيروت. |
| ۳۵. سنن ابي داؤد | سليمان بن اشعث سجستاني | دارالحديث للطباعة – بيروت |
| ۳۶. تفسير الدرالمنثور | علامه جلال الدين سيوطي | دارالفكر بيروت |
| ۳۷. روح المعاني | علامه شهاب الدين آلوسي بغدادي | دارالفكر بيروت |
| ۳۸. روح البيان | علامه اسماعيل حقي | دارالفكر بيروت |
| ۳۹. نورالعرفان | مفتي احمد يار خان نعيمي | سني دارالاشاعت – لاهور |
| ۴۰. تفسير حسيني فارسي | علامه حسين الواعظ | |
| ۴۱. حاشيه عثمانيه | شبير احمد عثماني | المملكة العربية السعوديه |
| ۴۲. صحيح ابن حبان | علاؤ الدين علي بن بلبان | دارالباز عباس احمد الباز المكة المكرمة |
| ۴۳. مرقاة شرح مشكواة | علامه علي قاري | داراحياء التراث العربي |
| ۴۴. حلية الاولياء | ابو نعيم احمد الاصفهاني | دارالكتاب العربي – بيروت |
| ۴۵. مشكواة المصابيح | محمد بن عبدالله الخطيب | سعيد ايچ – ايم – |

| | | |
|---|---|---|
| ۴۶. جامع کرامات الاولياء<br>۴۷. تاريخ اسلام اردو | علامه يوسف نبهاني<br><br>حافظ عبدالرحمان امرتسري | کمپني ادب منزل - کراچي<br>المکتبة الثقافية - بيروت |

# تفسير: احسن البيان في تفسير القرآن

مني مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جو فرمان آهي تہ

خير كم من تعلم القرآن و علمه

ترجمو: توهان مان ڀلارا اُهي آهن جيڪي قرآن مجيد پڙهن ۽ پڙهائين ٿا.

**مفسر قرآن الحاج علامہ مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب مدظله العالي** جن اسان ابوجهن ۽ بي راهہ روي ۾ مبتلا ماڻهن لاءِ سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪلام پاڪ جو تفسير لکي اهو ازلي پيغام پهچاير آهي جنهن لاءِ ڀٽائي گهوٽ فرمايو آهي تہ:

الست بربكم جڏهن ڪن پيوم،
قالوا بليٰ قلب سين تڏهن تت چيوم.

ني زمانہ هر ڪو ماڻهو نفسا نفسي ۾ آهي. قومي، معاشي ۽ سماجي مسئلن ۾ گهيريل آهي، انهن سڀني مسئلن جو حل صرف قرآن مجيد آهي. اصل هدايت ۽ روشني واري لاٽ ۽ واٽ قرآن مجيد آهي. اسلام جي بنيادي تعليم ۽ انسان جي ڀلائي قرآني تعليمات ۾ آهي.

هن تفسير ۾ توحيد - رسالت - نبي سائين جي اطاعت - محبت - معرفت ولايت - قيامت ۽ آخرت جي سمجهاڻين کان علاوه تاريخي حقائق - شريعت پاڪ جا احڪام مختلف فيہ مسائل - عجائبات ڀيا اسرار - عمده نڪتا ۽ نصيحتون ۽ وضاحتون بيان ڪيل آهن. هن تفسير ۾ بدعقيده ۽ گمراهہ ماڻهن کي مدلل جواب ڏني ڪين سهڻي سمجهاڻي ڏني راهہ راست تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سي پورجارا پر ٿيا سمنڊ سيويو جن،
آندائون عميق مان جوتي جواهرن،
لڌائون لطيف چئي لالون مان لهرن،
ڪانهي قيمت تن ملهہ مهانگوان جو.

هي تفسير هڪ اسلامي دعوت ۽ تبليغ آهي جنهن ڪري هر گهر - ڳوٺ مسجد - مدرسہ - ڪاليج ۽ لائبريريءَ ۾ موجود هجڻ ضروري آهي جيئن هن تفسير مان هرڪو ماڻهو چڱي طرح مطالعو ڪري دين ۽ دنيا جي ڪاميابي حاصل ڪري سگهي.

رب سبحانہٗ و تعاليٰ الحاج علامہ مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب کي اجر عظيم عطا فرمائي ۽ ڪين صحت ڪامل سان خضري عمر عطا فرمائي جيئن ڪلام پاڪ جو تفسير مڪمل ڪن ۽ اسار کي سندن ڏنل تعليم تي عمر ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي! آمين.

طالب دعا

پروفيسر حڪيم غلام الرسول لاڪو

نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد